أَلَا إِنَّ أَوْلِيَاءَ اللّٰهِ لَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُونَ

# انیس المریدین



ترجمہ —— از تصنیف

زبدۃ السالکین عمدۃ العارفین محی السنتہ ماحی البدعۃ ثانی الالف ثانی

حضرت مولانا و مرشدنا **خواجہ حاجی حافظ محمد حسن جان**

صاحب مجددی نقشبندی فاروقی قدس اللہ سرہ

الا ان اولياء الله لا خوف عليهم ولا هم يحزنون

# ترجمه انيس المريدين

تاليف مصنّف

زبدة السالڪين عُمدة العارفين محي السنّة ماحِي البدعة ثانيُ الالف ثاني

حضرت مولانا و مُرشدنا **خواجه حاجي حافظ محمّد حسن جان** صاحب

مجدّدي نقشبندي فاروقي قدس سره الله

حسب حُڪم

عالي جناب حضرت بابرڪت آغا **حاجي عبدالحميد جان** صاحب

مجدّدي فاروقي نقشبندي مدظله العالي سجاده نشين درگاه ٽنڊه سائينداد

ضلعو حيدرآباد - سِنڌ

بسعي وانصرام

الحاج ڪريم بخش جتوئي

---

ناشر:- حضرت خواجه محمّد حسن جان اڪيڊمي

درگاه عاليه ٽنڊو سائينداد - ضلعو حيدرآباد - سِنڌ

نالو ڪتاب جو:- ترجمه انيس المريدين

نالو مصنف جو:- قدوة السالڪين زبدة العارفين حضرت خواجه محمد حسن جان
سرهندي، مجددي قدس سره

نالو مترجم جو:- مولانا محمد اسحاق محمد صالح انصاري ليڪچرر فارسي
گورنمينٽ ڊگري ڪاليج نوشهرو فيروز ضلع نواب شاهه سنڌ

طالب دعا:- جناب والاشان رئيس حاجي ڪريم بخش خان جتوئي ساڪن
نوان جتوئي تعلقه مورو ضلع نواب شاهه سنڌ

ڇپائيندڙ:- حضرت خواجه محمد حسن جان اڪيڊمي

سائيز:- ٢٠ x ٣٠ / ٨

سال طباعت:- ١٤٠٣ هه / ١٩٨٣ع

تعداد:- ١٠٠٠

دفعو:- پهريون

نالو ڪاتب جو:- نور احمد سومرو ساڪن شهر ديهات تعلقه ڪنڊيارو ضلع
نواب شاهه سنڌ

## ملڻ جو هنڌ

## خواجه محمد حسن جان اڪيڊمي

درگاهه عاليه ٽنڊو سائينداد تعلقه ٽنڊو محمد خان
ضلع حيدرآباد. سنڌ

# مترجم جا ٻه لفظ

هي ڪتاب مستطاب جنهن جو سنڌي ترجمو اڄ ناظرين جي نظر جو شرف حاصل ڪري رهيو آهي، بنام انيس المريدين اصل پارسي ۾ لکيل آهي جو سنه ١٩١٠ع بمطابق ١٣٢٨ھ ۾ مجددي پريس امرتسر ۾ ڇاپيو.

هن ڪتاب جو مصنف حضرت قدوة السالڪين زبدة العارفين خواجه محمد حسن جان قُدِّسَ سِرُّهٗ سرهندي مجددي نقشبندي آهي. پنهنجي والد بزرگوار حضرت سراج الاولياء خواجه عبدالرحمٰن قُدِّسَ سِرُّهٗ جي سوانح حيات ۾ لکيو آهي. سلسله نقشبنديءَ کي تمام سليس پيرائي ۾ ان جي ابتدا کان وٺي سمجهائي ڏني ۽ سلسله کي عوام اڳيان ظاهر ڪيو آهي. ان کان سواءِ بزرگانِ سلسله نقشبنديه جا زرين اقوال ۽ سندن ملفوظات وغيره هن ڪتاب ۾ سهڻي ۽ دلچسپ نداز ۾ تحرير ڪري شامل ڪيا آهن.

هن ڪتاب جي خاص خوبي اها آهي ته مصنف رحمة الله عليه فصل ٽئين ۾ حضرت سراج الاولياء خواجه عبدالرحمٰن قدس سره جن جون معمول دعائون ورد ۽ وظيفا، انهن جي پڙهڻ جو طريقو ۽ عمل جي اجازت شامل ڪري عوام تي عموماً ۽ ان سلسله جي مريدن تي خصوصاً احسان فرمايو آهي ته جيئن هر خاص ۽ عام ماڻهو عمل ڪري دين ۽ دنيا سنواري، سڌاري ۽ نجات حاصل ڪري.

مصنفؒ هن ڪتاب جو نالو انيس المريدين (مريدن جي دوست، راحت) رکيو آهي، اهو صحيح آهي، سچ پچ ته ڪتاب واقعي ——————————

نه رڳو سلسله جي مريدن، معتقدن بلڪ عالمن ۽ طالبن لاءِ به صراط مستقيم (سڌو رستو) ثابت ٿيندو. پر هر مسلمان ان مان فيض حاصل ڪري سگهي ٿو.

اهو اَظهَرُ مِنَ الشَّمسِ (سج کان وڌيڪ ظاهر) آهي ته هن وقت پارسيءَ سان لڳاءُ رکندڙ آڱرين تي ڳڻڻ جيترا آهن ان ڪري ضرورت محسوس ٿي ته اهڙي نادر ۽ ناياب ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيل هجي ته جيئن هر هڪ ماڻهو ان مان فيض ياب ٿئي. ان مقصد

## انيس المريدين

سان ان ترجمه جو ٻارهن ناچيز جي ڪلهن تي محترم جناب رئيس حاجي ڪريم بخش خان جتوئي رکيو، جنهن جي مڪمل ڪرڻ ۾ ڏيڍ سال لڳو آهي، جنهن جو سبب اهو آهي جو سرڪاري ملازمت ۾ ٻيو وقت جي قلت ۾ ٽيون نظمن جي ڪثرت کي سنڌيءَ ۾ منظوم ڪرڻ تي صرف اوقات ڪثير ٿيو- ان جي باوجود ڪم خير سان بفضل الاهي پورو ڪيم نه رڳو ايترو پر حاجي صاحب جن جي فرمائش تي اصل ڪتاب به اتاري ترجمه سان شامل ڪيم ته جيئن پارسيءَ جا شوقين اصل ڪتا ، جو مطالعه ڪري ترجمه سان گڏ فيض وٺن.

آخر ۾ اها گذارش ڪندس ته ترجمه ۾ جيڪٿهن ڪا غلطي خصوصا نظم جي منظوم ترجمه ۾ ٿي هجي ته معاف ڪئي وڃي چو ته مان نه شاعر آهيان ۽ نه بحر وزن تي دسترس اٿم مون صرف نظمي نمو تي ترجمه پيش ڪيو آهي گر قبول افتد زهي عز و شرف

تاريخ ١ ربيع الثاني سنه ١٤٠٠ھ

مطابق

١٧ فيبروري سنه ١٩٨٠ع

خادم الفقراء سلسله نقشبنديه
محمد اسحاق محمد صالح انصاري
ليڪچرر پارسي گورنمينٽ ڪاليج
نوشهرو فيروز سنڌ

# تعارُف

حسب نسب جو سلسلو سيتاليهه (۴۷) پشتن جي واسطي سان خليفهءِ ثاني حضرت عمر رض ابن الخطاب رضي الله تعالیٰ عنه تائين وڃي پهچي ٿو - حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رح قدس الله سره (جن جي پيدائش تيتيهين (۳۳) پشت ۾ ٿي) کان وٺي حضرت خواجه عبدالحميد جان مدظله العالي (سجاده نشين درگاه عاليه) تائين هيٺ ڏجي ٿو جنهن ۾ محترم حضرت صاحب جن جي وڏي صاحبزادي جو نالو نمبروار لکيل آهي -

| نالو | تاريخ وصال | مزار شريف |
|---|---|---|
| قيومِ رحماني حضرت امام رباني مجدد الف ثاني شيخ احمد فاروقي رح سرهندي | سنه ۱۰۳۴ هه | سرهند پٽيالا |
| قيومِ ثاني حضرت خواجه محمد معصوم رح اوّل عروة الوثقيٰ | سنه ۱۰۷۹ هه | 〃 〃 |
| قيومِ زمان حضرت خواجه محمد صبغة الله رح | سنه ۱۱۲۲ هه | 〃 〃 |
| قدوة العالمين حضرت خواجه محمد اسماعيل رح شهيد | سنه ۱۱۳۶ هه | 〃 〃 |
| غوث الاغواث حضرت خواجه غلام محمد رح معصوم ثاني | سنه ۱۱۶۱ هه | 〃 〃 |
| قدوة اولياءِ حضرت شاه غلام محمد رح عرف حضرت جي پشاور والا | سنه ۱۱۷۸ هه | 〃 پشاور |
| قدوة العارفين حضرت شاه غلام حسن رح پشاوري | سنه ۱۲۰۴ هه | پشاور |
| قيومِ جهان حضرت شاه غلام نبي رح قنڌاري | سنه ۱۲۲۶ هه | قنڌار |
| قطبِ زمان حضرت شاه فضل الله رح | سنه ۱۲۳۸ هه | قنڌار |
| قدوة السالكين حضرت شاه عبدالقيوم رح | سنه ۱۲۷۱ هه | قنڌار |
| سراج الاولياءِ حضرت خواجه عبدالرحمٰن جان رح | سنه ۱۳۱۵ هه | گنبو ٽکر (سنڌ) نزد حيدرآباد |
| زبدة السالكين حضرت خواجه محمد حسن جان رح ثاني الالف ثاني | ۲ رجب سنه ۱۳۶۵ هه | 〃 〃 |
| قطب الاقطاب حضرت آغا عبدالله جان المعروف حضرت شاه آغا | ۳ ربيع الاول سنه ۱۳۹۳ هه | 〃 〃 |
| امام العارفين حضرت خواجه غلام علي جان رح | ۲۶ شعبان سنه ۱۳۹۷ هه | 〃 〃 |

حضرت خواجه حاجي عبدالحميد جان مدظله العالي هن وقت مسند نشين آهي

سندن فرزندِ اکبر صاحبزاده خواجه حاجي عبدالوحيد جان جي ڪمسنيءَ ۾ ئي ظاهري توڙي باطني تعليم و تربيت وقت جي غوث سندن ڏاڏي حضرت آغا غلام علي جان رح جن فرمائي پاڻ قرآن پاڪ جي تعليم پنهنجي بزرگن کان حاصل ڪري پوءِ موري جي ديني مدرسي مان وقت جي جيد علمائن مولانا مفتي عبدالعزيز صاحب پاٽوليءَ ۽ شيخ التفسير والحديث علامه محمد فيض احمد

اوليسي رضوي بهاولپوري صاحب وٽان ديني علوم پڙهي فارغ تحصيل ٿيا آهن -

**نوٽ:-** حضرت امام رباني مجدد الف ثاني جن جي وصال کان پوءِ سندن اولاد امجاد پهرين کان چوٿين پشت تائين سرهند شريف (رياست پٽيالہ هندستان) ۾ سکونت پذير رهيون پنجين کان نائين پيڙهيءَ تائين پشاور ۾ ۽ قندهار ۾ مقيم رهيون ۽ ڏهين پيڙهيءَ کان سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪيائون - سندن درگاه ٽنڊو محمد خان جي ڀرسان هڪ ننڍي ڳوٺ ٽنڊي سائينداد ۾ آهي -

## سراج الاولياءُ حضرت خواجہ عبدالرحمٰن جانؒ جي سنڌ ۾ آمد

جڏهن افغانستان ۾ امير ايوب خان ۽ امير عبدالرحمٰن جي وچ ۾ تخت تان جنگ ڇڙي ته وقت عام مسلمان امير ايوب خان جي طرف هئا ۽ انگريز امير عبدالرحمٰن جي طرف هئا - جنگ ۾ امير ايوب خان کي شڪست ٿي ۽ هو ملڪ ڇڏي فرار ٿي ويو -

امير عبدالرحمٰن جي تخت تي ويهندي ئي غازين تي وڏا ظلم ۽ ستم ڪيا ويا. گهڻائي بهادر سردار قتل ڪرايا ويا. ان ڪري گهڻي تعداد ۾ مجاهدين افغانستان مان هجرت ڪري ويا - حضرت خواجہ عبدالرحمٰن جانؒ پڻ انهن ئي غازين ۾ شامل هئا جن پنهن جي وطن کي خيرباد ڪيو -

سنڌ ۾ پهريان ئي سندن تمام گهڻا مريد ۽ معتقد موجود هئا جن ڏانهن پاڻ هميشه ايندا رهندا هئا - افغانستان ڇڏڻ کان پوءِ پاڻ رياست قلات جي رئيس فقير محمد متوني وٽ قيام فرمايائون - انکان پوءِ پاڳ ناڙيءَ ۾ مولوي حامدالله ۽ ملا عبدالحڪيم جن وٽ ڪجهه ڏينهن ترسڻ کان پوءِ ڳڙهي ياسين ۾ رئيس اعظم عطاءُ الله خان وٽ قيام فرمايائون - انکان پوءِ ٽنيارين ۾ تشريف فرمانيا جتي پڻ سندن مريد وڏي تعداد ۾ موجود هئا - هر هنڌ مريدن ۽ معتقدن جي خواهش ۽ اسرار هيو ته حضرت صاحب انهن وٽ رهن ليڪن پاڻ هر هڪ کي اهو جواب ٿي ڏنائون ته اسان هت رهڻ لاءِ نه آيا آهيون بلڪ اسان جو ارادو عربستان وڃڻ جو آهي - ٽنيارين ۾ سندن مخلص مريد ميران محمد شاه اول (ٽکڙائي) تمام گهڻيون منٿون ڪيون ته حضرت صاحب ٽکڙ هلي قيام فرمائين. حضرت صاحب جن شاه صاحب جي انهيءَ گذارش کي قبول فرمايو ۽ ٽکڙ ۾ قيام ڪيائون - تقريباً ڏيڍ سال ٽکڙ ۾ ترسڻ کان پوءِ عربستان ڏانهن روانا ٿي ويا جتي پنج سال قيام ڪرڻ کان پوءِ سنہ ١٣٠٥ھ ۾ ٽکڙ واپس تشريف فرمايائون -

ٽکڙ ۾ سندن اچڻ سان ٽکڙ جو ننڍو ڳوٺ روحانيت ۽ معرفت جو مرڪز بڻجي ويو. هند، سنڌ ۽ قابل تندهار جا ماڻهون ڪانئن فيض حاصل ڪرڻ لاءِ وڏا ڪشالا ڪري ٽکڙ تي پهتا. سندن صحبت ۾ هزارين راهه حق جا متلاشي پنهنجي منزل تي رسيا ۽ واصل بالله ٿيا. سندن فيض اڄ تائين جاري وساري آهي. پاڻ زندگيءَ جا آخري ڏهه سال ٽکڙ ۾ گذاريا ۽ سن ١٣١٥هه ۾ هن فاني دنيا مان رحلت فرمايائون. سندن مزار مبارڪ گنجي ٽڪر جي دامن ۾ ٽکڙ کان ٽن ميلن جي فاصلي تي اتر اوڀر ۾ آهي.

## زبدة السالڪين حضرت خواجه محمّد حسن جان رحه

(مصنف ڪتاب انيس المريدين)

حضرت خواجه محمّد حسن جان رحه پنهنجي والد صاحب جي وصال کانپوءِ مسند نشين ٿيا. مسند نشينيءَ جي هڪ سال کانپوءِ ٽکڙ ڇڏي سن ١٣١٦ع ۾ ٽنڊو سائينداد ۾ اچي سڪونت اختيار ڪيائون جتي اڄ تائين سندن درگاهه شريف ان ڳوٺ ۾ قائم آهي. جناب حضرت قبلا ڪاهم قدس سره جن جي ولادت باسعادت تاريخ ٦ شوال سن ١٢٧٨هه ۾ قنڌار ۾ ٿي. سندن ظاهري ۽ باطني تعليم و تربيت سندن والد ماجد فرمائي جيڪي پنهنجي وقت جا جليل القدر عالم ۽ ولي الله هئا. ان کانپوءِ ٻن سالن تائين مٽيارين جي مشهور مولوي لعل محمد صاحب مٽياروي کان ديني تعليم حاصل ڪئي ۽ پنج سال عربستان وڃي ان وقت جي مشهور عالم حضرت مولانا رحمة الله مهاجر مڪي وٽ مدرسي "صولتيه" ۾ فارغ التحصيل ٿيا. پاڻ مڪي مڪرمه جي مشهور مفتي شيخ احمد زيني دحلان کان علم حديث حاصل ڪيو ۽ روايت صحاح سته جي اجازت پڻ ان کان ورتائون. ان کانپوءِ کين قرآن پاڪ حفظ ڪرڻ جو شوق ٿيو. ٿوري ئي وقت ۾ باويه سيپارا مڪي پاڪ ۾ حفظ ڪري باقي اٺ سيپارا ٽکڙ ۾ اچي حفظ ڪيائون.

حضرت صاحب جن جي عمر مبارڪ ٨٧ سال هئي. انهيءَ مدت ۾ پاڻ پنج حج ڪيائون. ست مسجدون ٺهرايائون ۽ ٻارهن مدرسا قائم ڪيا. باوجود پنهنجي عديم الفرصتيءَ جي پاڻ تصنيف ۽ تاليف ديني ۾ ان قدر دسترس رکندا هئا جو سندن مختلف تصنيفون سندن حياتيءَ مبارڪ ۾ ئي تمام گهڻيون مقبول ٿي ويون ۽ انهن جا مختلف ٻولين ۾ ترجما پڻ شايع ٿي ويا. پاڻ تقريباً پنجويهه ڪتاب ۽ ان کان علاوه ٻيا ڪيترائي ننڍا رسالا تصنيف فرمايا. جن مان ڪيترائي ڪتاب مختلف ملڪن مان وري وري شايع ٿيندا رهيا آهن، مثلاً

١- **انيس المريدين** (سن ١٣١٦هه - فارسي) هن ڪتاب جو ترجمو جيڪو توهان جي هٿن

۾ ڇپجي چڪو آهي پاڻ سنڌ والدبزرگوار حضرت خواجه عبدالرحمٰن جان جن جي سوانح حيات لکي اٿن ۽ تصوف جا ڪيئن اسرار ۽ سنڌ والدبزرگوار جون ڪرامتون پڻ ان ۾ لکيون اٿن ـ هي ڪتاب خاص ۽ عام لاءِ تمام گهڻو نفعي بخش آهي ـ

**٢ ـ تذڪرة الصلحاء** (فارسي ـ سنه ١٣٣٦هـ) هن ڪتاب ۾ حضرت مصنف رحمة الله عليه جي جن مختلف بزرگن سان ملاقات ٿي انهن جا حالات زندگي ۽ طرح طرح جا مشاهدات ۽ عجائبات جاڻايا اٿن ـ ٨٢ صفحن جي هن ڪتاب جو اردو ترجمو پڻ حضرت مصنف جن جي حيات مبارڪ ۾ شايع ٿي چڪو آهي ۽ سنڌي ترجمي جو ڪم حضرت خواجه محمّدحسن جان اڪيڊمي طرفان زيرسرپرستي حضرت قبلا آغا عبدالحميدجان جي جاري آهي ـ

**٣ ـ شرح حڪم** (فارسي سنه ١٣٤٢هـ) اصل ڪتاب عربي زبان ۾ شيخ عطاءُالله سڪندري جو لکيل آهي جنهن جي شرح مختصراً ۽ واضح طرح سان لکي ويئي آهي ـ تصوف تي لکيل هي ـ ڪتاب سالڪان حق لاءِ هڪ عجيب تحفو آهي ـ جيئن ته هن ڪتاب جون پهريائين به ڪجھ شرحون لکيون ويون آهن ليڪن شايد ايتري آسان ۽ واضح شرح ڪڏهن نه لکي ويئي هجي ـ تازو هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو حضرت خواجه محمّدحسن جان اڪيڊمي طرفان شايع ٿي چڪو آهي ۽ سنڌي ترجمو پڻ زيرطبع آهي ـ

**٤ ـ اصول الاربع** (فارسي سنه ١٣٤٦هـ) هن ڪتاب ۾ چار بنيادي اصول حنفي عقيدي مطابق بيان ڪيا ويا آهن ـ (١) غيرالله جي تعظيم (٢) وسيلو وٺڻ (٣) نداءِ غائب (٤) جيئني عقيدن مان ڪنهن هڪ جي تقليد ڪرڻ ـ هي ڪتاب حضرت صاحب جن جي حيات مبارڪ ۾ ئي هند، سنڌ، افغانستان کان علاوه عرب ۽ عجم جي ٻين ملڪن ۾ تمام گهڻو مقبول ٿيو ـ هن جو هڪ ايڊيشن ١٩٧٨ع ۾ ترڪي ۾ مان پڻ شايع ٿيو آهي ـ هن جو سنڌي ۽ اردو ترجمو زيرطبع آهي ـ

**٥ ـ طريق النجات** (فارسي سنه ١٣٤٩هـ) هي ڪتاب حضرت امام غزالي جي لکيل ڪتاب "ڪيميا ء سعادت" جي طرح لکي ويئي آهي ـ اصل ۾ هي ڪتاب هڪ ڪسوٽي آهي جنهن کي پڙهڻ سان ڪري ۽ کوٽي جي جاچ ٿئي ٿي ـ هڪ مشعل آهي جنهن جي روشنيءَ ۾ هدايت ۽ ذلالت ۾ فرق ڪرڻ جي سمجھ پيدا ٿئي ٿي ۽ عقيدن جي سلسلي ۾ پڻ محبت آل و اصحاب ۽ تقليد ڪرڻ جي ضرورت ۽ بدعت سهڻي نموني سان سمجھائي ويئي آهي ـ ان کان علاوه هن ڪتاب ۾ اعمال بدنيه جي تحت نماز ۽ روزي جو بيان، اعمال روحانيه جي تحت مذمت ڪينو، حسد بخل ۽ حرص وغيره جو ۽ محبت الاهي اوسبحانهٗ تعاليٰ جي تحت رضا، اخلاص ۽ صدق وغيره جو ذڪر لکيل

آهي - تقدير جي مسئلي جو بيان پڻ اهڙي خوبيءَ سان ڪيو ويو آهي جنهن جو نظير ڪنهن ٻئي ڪتاب ۾ ڪونه ملي سگهندو. هي ڪتاب ٢٦٦ صفحن تي مشتمل آهي ۽ حضرت مصنفؒ جن جي صاحبزادي حضرت مولانا حافظ محمد هاشم جان صاحب جو اردو ترجمو (اصل عبارت جي سامهون) خود حضرت صاحبؒ جي حيات مبارڪ ۾ شايع ٿيو ۽ تمام گهڻو مقبول ٿيو - هن ڪتاب جا ڪيترا ايڊيشن ترڪي، سيالڪوٽ ۽ لاهور مان پڻ جدا جدا شايع ٿي چڪا آهن -

٦ - **العقائد الصحيحه** (عربي سنه ١٣٦٠هه) اهل سنت والجماعت جي صحيح عقيدن تي تڪميل هي ڪتاب پڻ حضرت قبلاؒ جن جي حيات مبارڪ ۾ ئي عرب ۽ عجم ۾ تمام گهڻو مقبول ٿيو - ۽ ان جا اردو ترجمو پڻ الفن ئي ٻنهي ۾ شايع ٿيو - هن ڪتاب جا سنڌي - اردو عربي جا ايڊيشن حضرت خواجه محمد حسن جان اڪيڊميءَ طرفان شايع ٿي چڪا آهن ۽ انگريزي ترجمي جو ايڊيشن زير طبع آهي -

٧ - **شفاءُ الامراض** :- (فارسي سنه ١٣١٤هه) ٨ - **عهود و مواثيق** :- (عربي)

٩ - **پنج گنج** :- (فارسي سنه ١٣٢١هه) ١٠ - **سفرنامه عربستان** :- (فارسي - سنه ١٣٣٣هه)

١١ - **عجائب المقدورات** :- (فارسي سنه ١٣٣٦هه) ١٢ - **اشارة الابشارة** :- (عربي)

١٣ - **انساب الانجاب** (فارسي سنه ١٣٤٠هه) ١٤ - **لغات القرآن** :- (عربي)

۽ ٻيا مختلف رساله مثلاً (i) ردِ ملحدين (عربي سنه ١٣٥٦هه)

(ii) در سلوڪ و ڪيفيت نقشبنديه (فارسي) (iii) وحدة الوجود و وحدة الشهود (فارسي)

(iv) رساله تنوير في اثبات التقدير (عربي، اردو سنه ١٣٢٩هه) (v) رساله في باب صحة الجمعة (عربي)

(vi) رساله در قواعد تجويد (عربي سنه ١٣٢٩هه) (vii) رساله تهليليه (فارسي سنه ١٣٥٤هه)

(viii) اسرار الصلواة (فارسي) وغيره وغيره

حضرت خواجه محمد حسن جانؒ جنکي ماڻهون مختلف لقبن سان ياد ڪندا هئا. ڪين حضرت وقت، قطب الاقطاب ۽ ثاني المجدد الف ثاني پڻ چوندا هئا. حضرت خواجه صاحبؒ جن جا هو ڪمال هئو جو سندن عقيدتمندن ۾ اڪثريت عالمن ۽ فاضل ماڻهن جي هئي ۽ انهن سان گڏ انگريزي تعليم يافته پڻ گهڻي تعداد ۾ هوندا هئا. حالانڪ اهي ٻئي طبقه پيرن فقيرن جا معتقد نه پر مخالف هوندا آهن -

حضرت صاحبؒ مريدن ۽ معتقدن کي نماز قائم ڪرڻ ۽ فجر جي نماز کان طلوع آفتاب تائين مراقبي ۾ ويهي ذڪر الاهي ڪرڻ جي تلقين فرمائيندا هئا. سندن مريدن جو وڏو تعداد تهجد گذار شب بيدار ۽ صاحب ولايت هئو -

حضرت صاحبؒ هميشه پُرجلال نظر ايندا هئا، سندن محفل ۾ هر ڪو دم بخود رهندو هئو ۽ ڪنهن کي به گفتگو ڪرڻ جي جرائت نه ٿيندي هئي - ليڪن پاڻ جلوت ۾ جيترا قدر جلالي نظر ايندا هئا اوترا قدر

خلوت ۾ پاڻ جيها لاءِ معلوم ٿيندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن جي دعا جي درخواست تي خاموشي اختيار ڪندا هئا ته يقين ان سائل جي دل جي مراد قبوليت جي درجي تي رسندي هئي. سندن ڪشف بحدِ ڪمال جو هو جو اڪثر عرض ڪرڻ کان پهرين پاڻهي جواب ملي ويندو هو.

جئين ته حضرت امام رباني رحه فرمايو آهي ته سندس اولاد ۾ قطبيت قيامت تائين قائم رهندي. حضرت صاحب ممدوح رحه سندن پشت ۾ وقت جا قطب بلڪه قطب الاقطاب هئا. ان کانپوءِ پڻ سندن اولاد قطبيت سان سرفراز ٿي.

جڏهن ته هن فاني دنيا مان هر هڪ کي هلڻو آهي حضرت صاحب رحه تقريباً ٤٠ ڏينهن جي بيماري کانپوءِ سومر ڏينهن ٢ رجب سنه ١٣٦٥ھ، ٦ جون سنه ١٩٤٦ع ٨٧ سالن جي عمر ۾ رحلت فرمائي.

اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيهِ رَاجِعُوْن.

# قطبُ الاقطابُ حضرت آغا عبدالله جان رحه المعروف به حضرت شاه آغا رحه

سندن ولادت باسعادت ٨ ماه جمادالاول سنه ١٣٠٥ هجري ۾ ٽڪڙ شريف ۾ ٿي. ١٠ سالن جي عمر تائين پنهن جي ڏاڏي حضرت خواجه عبدالرحمٰن جان رحه جي جهولي ۾ تعليم و تربيت حاصل ڪيائون. فارسي ڪتاب پوري ڪرڻ کانپوءِ عربي جو پهريون سبق ڪاٺ پڙهي پوءِ باقاعده ديني ڪتاب مولوي عبدالقيوم بختيار پوري، مولوي لال محمد متيارويءَ رحه ۽ مخدوم حسن الله پاتائيءَ وٽ پڙهيو ۽ باقي علم مولوي خير محمد مگسي وٽ پڙهي پورو ڪيو.

پاڻ سندن والد صاحب رحه جن جي انتقال کانپوءِ مسند نشين ٿيا. سندن عمر مبارڪ ٨٣ سال هئي. ان عرصي ۾ ٻه حج ڪيائون چند مسجدون ۽ ڪافي مدرسه تعمير ڪرايائون ۽ تقريباً ١٥ ڪتاب ۽ ننڍا وڏا رسالا تصنيف فرمايائون، مثلاً

١. انتخابِ مڪتوبات شريف (فارسي) ٢. اربعين مڪتوبات (فارسي)
٣. مؤنس المخلصين (فارسي) ٤. حفظِ حديث (فارسي)
٥. هدايت الحج (سنڌي) ٦. راحت القلوب (سنڌي)
٧. راحت المخلصين (سنڌي) ٨. الارشاد شرح بانت سعاد (سنڌي)
٩. احسن الوسائل في تحقيق المسائل ١٠. مخزن العلوم (سنڌي) حصو علم و ادب جو، حصو علم قرآت جو، حصو علم فقه جو، حصو علم حديث جو، حصو علم تعويذات جو، حصو علم طب جو.
١١. شرح قافيه (عربي)
١٢. تفريف الامراض (عربي) ١٣. تفريق الامراض (فارسي)
١٤. برگِ سبز (فارسي) نوٽ: حضرت صاحب رحه پنهنجي ذاتي خرچ سان ڪتاب ڇپرائي مفت تقسيم ڪندا هئا.

جيترو حضرت صاحب رحه جن جي تحرير ۾ اثر هو اوترو ڪين وڌيڪ سندن نگاه مبارڪ ۾ اثر هو. جنهن تي

به پاڻ نڪاح وڌائون انکي الله تعاليٰ جي فضل سان هدايت نصيب ٿي - ظاهري ديني علمن ۾ پڻ ڪيين ڪمال درجي جو عبور حاصل هئو جو ڪيترا دفعا ڪيئي عالم فاضل ۽ انگريزي خوانده مختلف عقيدن وارا ساڻن بحث خاطر تيار ٿي ايندا هئا ، ليڪن رب پاڪ جي ڪرم سان هو حضرت صاحب رح جن جي علمي جوابن کان مطمئن ۽ متاثر ٿي سندن هٿ تي بيعت ڪندا هئا ۽ زندگي جي آخري دم تائين سندن صحبت جي تمنا رکندا هئا - پاڻ سندن سڄي زندگي مريدن ۽ معتقدن جي ظاهري ۽ باطني تعليم ۽ تربيت ۾ گذاري - حضرت صاحب جن سفر ۾ مولوي محمد علي شهبازي خليفي محمد داد - خليفه ساڻ دادکي پاڻ سان گڏ ڪندا هئا - اپريل ١٩٧٣ ء ۾ جمبڙ واري رستي تي سندن جيپ کي حادثو پيش آيو جنهن ۾ پاڻ شديد زخمي ٿيا - کين زخمي حالت ۾ جامشورو اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو سندن هزارين مريد ۽ معتقد مزاج پرسي لاءِ اسپتال پهتا - رئيس غلام مصطفيٰ خان جتوئي ۽ رئيس غلام مجتبيٰ خان جتوئي جيڪي سندن خاص مريدن ۾ شامل آهن پڻ سندن مزاج پرسي لاءِ حاضر ٿيا - حضرت صاحب رح جن جو صبر ۽ تقويٰ پڻ حدڪمال هئو - پاڻ ڪنهن سان به پنهنجي تڪليف جو ذڪر نه ڪيائون ۽ آخري وقت تائين نماز ترڪ نه ڪيائون خليفو ساڻ داد ماستر نور محمد پناڻ ۽ سندن پٽ محمد قاسم - مبارڪ علي - حافظ الله ورو وغيره (جنهن جو پاڻ پهريان ئي انهي خدمت لاءِ انتخاب ڪري چڪا هئا) سندن خدمت ۾ هوندا هئا - پاڻ هڪ هفتي تائين زير علاج رهيا - آخري رات عشا جي نماز بعد قرآن شريف پڙهڻ شروع ڪيائون ۽ تهجد وقت قرآن پاڪ ختم ڪري اکيون بند ڪيائون جنهن کي ماستر نور محمد پناڻ ۽ سندن پٽ ننڊ سمجهيو - ليڪن اهوئي سندن وصال هئو - پاڻ ٣ - ربيع الاول سنه ١٣٩٣ هجري بمطابق ٧ - اپريل ١٩٧٣ ء هن فاني دنيا مان دارالبقا ڏانهن سفر اختيار ڪيائون - انا لله وانا اليه راجعون -

## امام العارفين حضرت خواجه غلام علي جان رح

حضرت خواجه غلام علي جان رح پنهنجي والد حضرت خواجه عبدالله جان المعروف شاه آغا جن جي انتقال کان پوءِ مسند نشين ٿيا - سندن ظاهري ۽ باطني تعليم و تربيت سندن ڏاڏي حضرت خواجه محمد حسن جان رح کان ٿي - .

پاڻ ابتدائي درسي ڪتاب پنهنجي ڏاڏي حضرت خواجه محمد حسن جان رح وٽان پڙهيا پوءِ باقي علم وقت جي جيد عالمن مولانا عبدالقيوم بختيار پوري ، مناظر اسلام (جيڪي نه صرف هندستان بلڪه عرب ۾ پڻ نجديه حڪومت سان مناظرن لاءِ مشهور رهيا) مولانا لعل محمد متياروي (جنکي حضرت صاحب جن جي والد صاحب رح ۽ ڏاڏي کي پڙهائڻ جو پڻ شرف حاصل هئو) ۽ مولانا مفتي محمد حسين نعيمي صاحب (خطيب شاهجهان مسجد ٺٽه) وٽ حاصل ڪيو - حضرت صاحب جن پنهنجي سڄي زندگي عبادت - رياضت ۽ فقر و فاقي ۾ گذاري سندن

تصنيفات مان ١ - مجموعه طب و وظائف ناياب، (سنڌي - عربي) اٽڪل ٨٠٠ صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سندن ذاتي بين مختلف بزرگن کان مليل دعائن ۽ وظائفن سان گڏ طب تي مڪمل آهي. ٢ - معلم الصرف (عربي) اٽڪل هڪ سو صفحن تي مشتمل هي ڪتاب علم صرف ۾ هڪ ڪامل درسي ۽ ديني ڪتاب آهي. حضرت صاحب اڪثر مستغرق ۽ مراقب رهندا هئا ۽ انهيءَ ڪيفيت ۾ حاضرين مان ڪنهن تي پنهنجي نگاه ڪرم سان ايترو ته باطني فيض سان نوازيندا هئا جو هو جي فالو ۽ واصل بالله تي ويندو هو. پاڻ يتيمن، مسڪينن، غريبن ۽ ننڍن ٻارن سان پيار ڪندا هئا. انڪري ماڻهن کين "غريب نواز" پڻ چوندا هئا. ميان محمد منير ابڙو، ولي محمد سومرو، ايوب فقير سومرو ۽ دلوجان پناڻ سندن خاص خادم هئا. پاڻ سفر ۾ هميشه مولوي محمد علي صاحب شهبازي، مراد علي شاه پانن واري ۽ محمد منير کي پاڻ سان ڪٺندا هئا. ماه رجب سنه ١٣٩٧ھ ۾ پاڻ حاجي ڪريم بخش جتوئي، محمد منير ابڙي ۽ امام بخش خان جتوئي سان گڏ عمره ادا ڪرڻ لاءِ ويا ۽ اتي سندن عجيب عجيب ڪرامتون ظاهر ٿيون (جنهجي اظهار جي ممانعت آهي) پاڻ هڪ مهيني کانپوءِ واپس آيا ۽ ڪجهه ڏينهن کانپوءِ تاريخ ٢٥ شعبان سنه ١٣٩٧ھ ۾ ٦٣ سالن جي ڄمار ۾ رحلت فرمايائون. إِنَّا لِلَّهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُونَ ٥

# حضرت خواجه عبدالحميد جان مدظله

حضرت خواجه عبدالحميد جان فاروقي نقشبندي مجددي مدظله العالي جن جي ولادت باسعادت ماه ذوالحج سنه ١٣٦٢ھ ۾ ٿي. سندن ظاهري ۽ باطني تربيت پنهنجي ذاتي حضرت آغا عبدالله جان فرمائي. پاڻ ننڍي هوندي ئي سفر ۽ حضر ۾ هميشه پنهنجي ڏاڏي سان گڏ هوندا هئا. ديني علم جي ابتدا پاڻ پنهنجي ڏاڏي وٽ ڪيائون. انکان پوءِ حافظ محمد ايوب بختيار پوري صاحب وٽ قرآن حفظ ڪرڻ لاءِ بختيار پور ويا. ٻيڪن ٻارهن سيپاره حفظ ڪرڻ کانپوءِ پنهنجي ڏاڏي حضرت شاه آغا جن جي حڪم موجب واپس آيا پنهنجي چاچي حضرت قبلا غلام نبي جان رحمه ربه جن وٽ فارسي علم کان فارغ ٿي عربي پنهنجي ڏاڏي وٽ پڙهيائون.

پاڻ پنهنجي والد بزرگوار کانپوءِ مسند نشين ٿيا. کين سنه ١٣٩٨ھ ۾ حج جي سعادت نصيب ٿي. (جنهن ۾ بنده راقم الحروف ۽ خداداد بلوچ پڻ سا ٿن خدمت ۾ گڏ هئا) . مسند نشيني جي ٻئي سال کين حضور عليه الصلاة والسلام جن جي روضي اقدس تي حاضري جو شرف حاصل ٿيو. پاڻ تقريباً ٻن مهينن تائين مدينه طيبه ۾ ٿيا جي دوران حضور عليه الصلواة والسلام جن جي ظاهري ۽ باطني عنايات ۽ توجه خاص سان سرفراز ٿيا. انهيءَ سال وري کين ٻئي حج جي سعادت نصيب ٿي. پاڻ ٽنڊو سائينداد ضلع حيدرآباد ۾ سلسله مجدديه جي چراغ کي حسب دستور روشن ڪيو اٿن.

خميس ٣١ آڪٽوبر ١٩٨٥ع مطابق ١٦ صفرالمظفر ١٤٠٦ھ

**ابو محمد مجددي (غلام اڪبر جتوئي)**

B-8 صديق ڪوٽ بالمقابل سٽي ليند ڪراچي

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

سڀ ساراهه واسطي الله تعاليٰ جي آهي، جو غالب آهي، احسان ڪندڙ آهي، هر زمان ۾ واڪا نازل آهي ۽ هر جاءِ معبود آهي - جنهن اوليائن جي دلين کي معرفت جا خزانا بنايا ۽ سندن سينن کي ايمان ۽ يقين جي نور سان روشن ڪيو ۽ هنن جي بصيرت منڌ اکين مان پردا حجاب جا کوليا پوءِ پنهنجي جهان جي ساري موجودات جو مشاهدو ڪيائون - الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي خُلق سان اوليائن کي اخلاق وارو ڪيو ۽ باغيانه ۽ دشمنانه وهم ۽ وسوسن کان اوليائن جي دلين کي پاڪ ڪيو - الله تعاليٰ انسان کي پيدا ڪيو ۽ انسان کي ڳالهائڻ ۽ بيان سيکاريائين ۽ الله تعاليٰ انسان جي سينن جا پردا کوليا - اوند اهي ۽ نور کي پيدا ڪيو ۽ پنهنجن مخلص ٻانهن لاءِ بهشت ۾ حورون ۽ ماڙيون تيار ڪيائين ۽ پنهنجي فضل سان مٿن راضي ٿيو ۽ ٻانهن پنهنجي رب کان راضي ٿيا ۽ الله تعاليٰ پنهنجن مخلص ٻانهن کي رحمت ۽ رضامندگي جي شرف کان مشرف ڪيائين ۽ پنهنجن مخلص ٻانهن جي زبانن تي ڪلمان حڪمت جا (ملفوظات) جاري ڪيائين ته هر زماني ۾ انهن جي پيروي ڪئي وڃي ۽ ڪين ٻاڻ ڏانهن هدايت ڪرڻ ۾ ۽ گمراهي ۽ بي فرماني جي راهن کان رد ڪڻ ۾ پنهنجي حبيب جنن ۽ انسان جي سردار صلي الله عليه وسلم جو وارث بنايائين - پوءِ انهن اوليائن سڀني جي انهن ماڻهن تابعداري ڪئي جن جي ازل ۾ الله تعاليٰ جي طرفان نيڪي مقدر هُئي ۽ انهن جي تابعداري کان انهن ماڻهن منهن موڙيو جيڪي ازل ۾ نيڪي ۽ ڀلائي کان تڙيل هوا پوءِ الله تعاليٰ کي پاڪائي آهي ۽ اهو بي پرواه بادشاهه آهي، ڪا مخلوق بهشت لاءِ پيدا ڪيائين ۽ ڪا مخلوق دوزخ ۽ باهه لاءِ پيدا ڪيائين ۽ الله سبحانه و تعاليٰ مطلق غني آهي - سعادت مندن جي عبادت اهڙي داڻي جي مثقال جيترو به فائدو خدا تعاليٰ کي نه ٿي ڏئي نه بدبختن جي بدبختي الله تعاليٰ کي نقصان ڏئي ٿي -

آئون الله سبحانه و تعاليٰ جو حمد ۽ شڪرانو ٿو ڪريان ۽ خدا تعاليٰ کان طلب بخشش جي ٿو گهران ۽ توبه ٿو ڪيان ڇو ته الله تعاليٰ تمام گهڻو توبه قبول ڪندڙ ۽ سڀ کان صاحب عفو (معافي) جو آهي ۽ بخشش جو صاحب آهي ۽ صلوٰة ۽ سلام ٿو پڙهان ان ذات صلي الله عليه وسلم تي جو خلق (نور سهڻي عادت) يعني قرآن سان خاص ڪيل آهي - جيڪو ذات ۽ صفتن ۾ ڪامل آهي - ڳالهين ۽ ڪارن (ساري جهان) جو نبي آهي، عدنان جي اولاد جو سردار آهي بلڪ

آهن. انهن چاهر قسم جا معجزا مخالفن جي الزام جي جواب ۾ مشرڪن ۽ دين جي دشمنن کي تعجب ۾ وجهڻ لاءِ ظاهر ٿين ٿا ۽ نه ايمان وارن ۽ دوستن جي ايمان ۽ محبت کي زياده پائدار بنائڻ لاءِ مولا رومي ڪهڙو نه چڱو چيو آهي.

ڪين ڄاڻ سبب ايمان معجزات     جذب جنسيت ۾ ڄاڻ صفات

معجزا دشمن لاءِ جڻ قهر آ     آ جنسيت جي بوءِ واسطي دلبرا

تمام اولياءِ الله قدس الله تعالیٰ اسرارهم، الهي اسرارن ۽ ڪرامتن کي ظاهر ڪرڻ عيب ڄاڻن ٿا. اگر اتفاق سان ڪنهن کان ڪجهه ظاهر به ٿئي ٿو ته هو ان تي پشيمان ٿئي ٿو ۽ توبه ڪري ٿو. حضرت شيخ الاسلام عبدالله انصاري قُدِّسَ سِرُّهٗ جن فرمائين ٿا ته

اگر تون پاڻي تي ترهلين ته ڪک مثل آهين ۽ جي هوا ۾ ٿو اڏامين ته مک مثل

آهين دل پنهنجي هٿ ۾ آڻ ته انسان ٿئين

هندستان جا جوڳي ۽ برهمڻ به مڪاشفات (ڪشف) جو گهڻو پاڳور ڪن ٿا مگر سواءِ لعنت ۽ بي نصيبي جي ٻي ڪا شئي حاصل نه ڪيائون. سعديؒ فرمائي ٿو.

هي مدعي منجهه طلب انجي رهيا بي خبر     جنهين ڄاتي خبر ان کان نه پئي ڪا خبر

تون نٿو ڏسين ته بي انتها خوبيون ۽ نهايت ڪماليت جامع تيا خالص پاڻهي جي ذاتي اندر آهن ۽ عام ماڻهن وانگر کائڻ، پيئڻ ۽ لباس پهرڻ ۾ زندگي گذارن ٿا. حديث شريف ۾ آهي اِنَّمَا اَنَا بَشَرٌ كَمَا يَغْضَبُ الْبَشَرُ يعني تحقيق مان انسان آهيان ڪاوڙجان ٿو جهڙي طرح انسان ڪاوڙجي ٿو. هي هن دعوىٰ لاءِ شاهد آهي. ڪنهن ڇونه چڱو چيو آهي.

انسان جو رنبوتئي انسان کان     ور نه محروم ٿو رهي محرمان کان

جي ٿو ڪو وايس وري ڪان هن سفر     ناله ڪو ان کان ٿيو بدبخت تر

ڳالهه ڪتان جو ڪتي وڃي پهتي فَلَنُوْجَمْ مَا كُنَّا بِصَدَدِهٖ اسان کي پنهنجي مقصد ڏانهن موٽڻ گهرجي، هر وقت ۽ هر دور زمانه جي حالت تنزل طرف آهي ۽ روشن سنت نبوي صلي الله عليه وسلم ناپسند بدعتن ۾ گڏجي وئي آهي. عوام اڪثر ڪري پنهنجي جهل سبب برائين کي چڱايون ڄاڻي نيڪن تي ترجيح ڏئي ٿو ۽ حق ۽ باطل جو فرق ڄاڻڻ لاءِ سند ۽ عقل سليم بيڪار ٿي ويو آهي ۽ انهن ۾ ڪا به علمي صلاحيت نه رهي آهي جو هو حديث، فقه، ڪلام ۽ اخلاقيات جي ڪتابن کي پنهنجي زندگيءَ جو دستور العمل بنائين ۽ اسلام جي پيروي ڪن ۽ نه وري انهن

پيغمبرن ۽ پوين جو سردار آهي وڏي شفاعت جو صاحب آهي ۽ وڏي فخر جو مالڪ آهي وعده ڪيل جهنڊي ۽ حوض ڪوثر جو صاحب آهي ۽ حساب ميزان وقت اسانجو مددگار محمد مصطفيٰ صلى الله عليه وسلم اسانجو سردار ۽ رسولن جي پڄاڻي آهي. سندن وجود مبارڪ وڏي شان وارو آهي. جيڪڏهن پاڻ دنيا ۾ تشريف آوري نه فرمائن ها ته الله سبحانه وتعاليٰ پنهنجي ربوبيت کي ظاهر نه فرمائي ها ۽ هر شيءِ کي وجود جو وڳو نه ڍڪائي ها ۽ نه جهنم کي پيدا ڪري ها نه جنت کي. آن حضرت صلى الله عليه وسلم جي شايان شان مطابق الله مٿن رحمت نازل فرمائي هر وقت ۽ هر آن ۾ سندن اولاد ڪرام ۽ اصحاب عظام تي ۽ شال سندن تابعدارن جي مٿان قيامت جي ڏينهن رضامندي ۽ رحمت ۽ بخشش هجي. **اما بعد** هيءُ ٻانهو گنهگار اولياء الله جي غلامن جو غلام ۽ اهل عقيدت مندن کان بي گهٽ عرض گذار آهي ته انهن جي نالي پاڪ جو ذڪر هن ڪتاب جي ورقن اندر آڻڻ شايان شان نه آهي. مگر اميد سان ته جيڪڏهن اسان جي ڏيندارن پائرن کي هن ڪتاب جي مطالع مان ڪو فيض حاصل ٿئي ته مَنَ اهي پاڻ هن احقر **محمد حسن** مجددي کي خاتمه بالخير جي دعا سان ياد ڪرڻ فرمائين ۽ جيڪڏهن مطالع مهل سندن نظر ڪرم غلط ڪتابت يا غلط معنيٰ تي پوي ته انسان کي خطا جو پتلو سمجهي قلم جي نوڪ سان ان غلطي جو اصلاح فرمائن. معلوم هجي ته سنه ١٣١٦ھ جو پويون عرصو حقيقت ۾ مقدس دور هو، مگر افسوس! جو ان عرصي دوران خلق حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جي سنت جي پيروي کان منهن موڙي جدائي ۽ جوڙ ٻنهي وچ ۾ حائل ڪري، نازيبا بدعتن کي ظاهر ڪيو. دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ٻر ايون ۽ سرڪشيون زور وٺي ويون ۽ خدائي امر ۽ نهي کي پنهنجي نفساني خواهش مطابق استعمال ڪيو ويو. چاڪاڻ ته جيئن پراڻي زماني کان هلندڙ هوا ان ڪري برڪت پري ٿي دور ۾ دنيا اندر انقلاب عظيم رونما ٿيو جنهن مطابق ڪو به فرد نه پنهنجي مرضيءَ موجب هلي ٿي سگهيو ۽ نه اولياء الله جي پسنديده طريقي جو ڪو اثر ڏسڻ ۾ پئي آيو اِلاَّ مَا شَاءَ اللّٰهُ مِنْ عِبَادِهٖ (مگر پنهنجن ٻانهن مان جن کي الله تعاليٰ گهريو) اهي ديندار مخالفن جي گهٽائيءَ ڪري دين تي دشمنن جي حمله کان مخفي رهي منهن لڪائي ويٺا ۽ ڏاڍن جي نظرن کان پاڻ کي پوشيده رکيو.

افسوس ته انهيءَ ڳالهه جو آهي جو باوجود ضرورت جي ڪنهن به پنهنجي پياس اجهائڻ لاءِ
هن ميدان ۾ خوش ذائقه چشمه جي پاڻيءَ سان پنهنجي حلق ۽ روح کي سيراب نه ڪيو پر ان
جهنگل جي خوش ذائقه پاڻيءَ کي اُڃ سمجهي ان کان پري رهڻ ۾ قناعت اختيار ڪئي ۽ پنهنجي
نفساني خواهشن جي جهنمائدر ابدي هلاڪت ۾ مبتلا ٿيا. جيئن صفراطبع وارن طبع کي
نه سڃاڻي ڪري ڪوڙي ماکيءَ جي استعمال جو حڪم ڏنو اهڙي نموني ان وڏي ٽولي پنهنجي بدڪارن
جي شامت ڪري فرمان برداري ڇڏي مخالفت ۾ ڪوشان رهيا ۽ پاڻ لاءِ ابدي بدبختي حاصل
ڪيائون. فَاِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ (پوءِ اسان الله جا (ٻانهان) آهيون ۽ اسين ان ڏانهن
موٽندڙ آهيون فَهُمْ كَنِيْلِ مِصْرَ مَاءٌ لِلْمَحْبُوْبِيْنَ وَدَاءٌ لِلْمَحْجُوْبِيْنَ ﴿پوءِ اهي جماعت اولياءِ الله
جي مصر جي نيل ندي وانگر آهن جا محبوبن (دوستن) لاءِ پاڻي آهي پر دشمن ڪيلن يعني ڌارين يا
لاءِ بيماري آهي ــ الله تعاليٰ جا خاص ٻانهان زماني جي فتنن جي گهڻن لهرن (طوفان) سبب
گوشه گمنامي اختيار فرمائي. ظاهر ۾ عوام النّاس سان ميل جول ڪن ٿا دل ۾ عوام الناس
سان ٻي تعلق رهن ٿا ان ڪري ظاهر بين لاءِ دوري اندائي جو سبب ٿيو جو چوڻ لڳا ته
مَا اَنْتُمْ اِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُنَا يعني توهان به اسان جهڙا ماڻهو آهيو. حقيقت ۾ دوست کي دوست
ئي تو سڃاڻي اِنَّمَا يَعْرِفُ ذَالْفَضْلِ مِنَ النَّاسِ ذَوُوْهُ يعني فضيلت واري ماڻهو کي فضيلت وارا
سڃاڻندو. پوءِ غير کي ان ۾ مداخلت جو ڪهڙو حق آهي. ڪنهن سگهڙ فرمايو آهي **بيت**

تو اگر چاهين ثنا ان جي ته قرآنِ خدا کان سک — ثنا ئي حق جي تو ڳولهين محمد مصطفيٰ کان سک

مطلب ته اهل سنّت وجماعت خداوند ڪريم جي فضل ۽ ڪرم سان غلط اعتقادن کان بري آهي
بنسبت انهن جي جيڪي ذرا گمراهي ۾ مبتلا آهن ۽ انهي جي ڏهين حصه جي برابر به نه آهن.
مختصر ته هر انسان پنهنجي ازلي خوش بختيءَ ڪري اولياءُ الله جو طالب ۽ معتقد ٿئي ٿو
پر انهن مان گهڻا اندروني اک کان محروم آهن. انهن اولياءُن مان خارق عادتون ڪشف ۽
ڪرامتون پنهنجو دلي مقصد رکيائون. جيڪڏهن ان عجائبات مان ڪنهن به تورڙو گهڻو
ملاحظو ڪيو ته ان کي وصال ۽ معرفت جو پي انتهاءِ تبو ٿا پائن مگر اهي حقيقت جي سڃاڻ
کان غافل آهن. ڇاڪاڻ ته اولياء الله جون ڪرامتون انبياء عليهم الصلوٰة والسلام
جي معجزن وانگر آهن ۽ محبوب مدني صلي الله عليه وسلم جي معجزن جي خصوصًا شاخ

---

ك محبوبين مان مراد حضرت موسيٰ علي نبينا وعليه الصلوٰة والسلام تابعدار امت آهي. محجوبين مان مراد فرعون جي جماعت آهي
نيل ندي جو پاڻي فرعون جي جماعت لاءِ رت هوندو هو. تابعدار امت لاءِ پاڻي خالص هو. داءَ عربي ۾ بيماري کي چئبو آهي ڏم عربي ۾ رت
کي چئبو آهي. هتي نقطه داءُ جو ماءُ جي مناسبت ڪري ذڪر ڪيو ويو.

۾ ڪوڪشف آهي جو انهن کي نيڪيءَ طرف آماده ڪري جنهن جي روشنيءَ سان هو حق ۽ باطل ۾ فرق ڪري سگهن ان ڪري هو خسته حال ٿي تمام گهڻين بدعتن ۽ گناهن کي آخرت جي ثواب جو ذريعو سمجهي عمل ڪن ٿا ۽ گهڻن فاسد ۽ باطل عقيدن کي الله تعالیٰ جي رضامنديءَ جو ذريعو سمجهي پنهنجي دلين ۾ جاءِ ڏين ٿا پوءِ اَلْعُلَمَاءُ وَرَثَةُ الْاَنْبِيَاءِ (يعني عالِمَ وارث نبين جا آهن) جي مضمون ۽ عُلَمَاءُ اُمَّتِي كَاَنْبِيَاءِ بَنِي اِسْرَائِيْلَ (منهنجي اُمت جا عالم بني اسرائيل جي نبين وانگر آهن) جي فرمايل سان لائق آيو ته اهو شخص جنهن جو حال احوال قول ۽ فعل هڪ عالم رباني جهڙو آهي ۽ جيڪو الٰهي اسرارن جو مرڪز آهي ان کي پنهنجو پيشوا بنائي ان جي پيروي ڪيون ۽ ان ڪامل عليه السلام کي دين ۽ دنيا جو رهبر سمجهي روحاني موتي (رمله) سان هن نفيس مال جي خريداريءَ ۾ ڪا به ڪوتاهي نه ڪيون ان ڪري هن مسڪين بي تمڪين (ضعيف) راقم الحروف ڪافي ڪن دوستن ۽ ديني پائرن وَفَّقَهُمُ اللهُ تَعَالیٰ (شال الله تعالیٰ انهن کي خير جي توفيق ڏئي) طلب ڪئي ته جڏهين ته هن وقت خدا جَلَّ جَلَالُهُ جا محب هن دار فانيءَ کي الوداع چئي ويا آهن ۽ ناياب آهن ۽ انهن جو حال احوال صورت طريقو ۽ الفاظ دنياوارن جي دلين مان ميسار جي ويا آهن، تنهن هوندي به ڪجهه ڪلام ۽ احوال حضرت قطب الاقطاب (قطبن جو قطب) محبوب ربّ الارباب (محبوب پرورش ڪندڙن جي پرورش ڪندڙ جو (خدا جو محبوب) سند المحققين (محققن جي سند) برهان المدققين (وات ڏيڪاريندڙ پڪن عالمن ماهرن جو) ملجأ المساڪين (مسڪينن جي پناه گاه) وسيلة المحتاجين (محتاجن جو وسيلو) اَلْمُجَدِّدُ للمأة الرابع عشر (چوڏهين صدي جو مجدد) خليفه حضرت سيّد خير البشر صلى الله عليه وسلم فاروقي نسب، محمدي مرتبه مجددي طريقه آهن۔

**رباعي:-**

جي وتان تالو سندن آبي ادبياها		پر ٿاونن تان ءُ تن جو ذرا منهنجي جسم جا
سعادت طلب منهنجي زبان آهي مگر		جي نه پهچايم اسم، منهنجو اهو ظلم آ

امام الاصفيا (برگزيدن جو اڳواڻ) خاتم الاولياء، (اوليائن جي پڄاڻي ڪندڙ) سيّدي (سردار منهنجو) ومولائي (منهنجو مددگار) ووالدي (۽ منهنجو والد) ومرشدي (۽ منهنجو مرشد) واُستادي (۽ منهنجو استاد) وولي نعمتي (۽ منهنجي نعمتن جو سنڀاليندڙ) نَوَّرَ اللهُ ضَرِيْحَهُ (شال الله تعالیٰ سندن قبر مبارڪ روشن فرمائي) وَاَفَاضَ عَلَيْنَا وَعَلٰى سَائِرِ الْمُرِيْدِيْنَ فُيُوْضَاتَهُ

وبرڪاته رشدالله تعالى اسان ۽ سڀني مريدن جي مٿان سندن فيض ۽ برڪتون نازل فرمائي. هن ورق اندر سندن وجود مسعود کي "حضرت صاحب" جي لقب سان ڳالهايو ويندو.

## نظم :-

ظاهر سندن سراسر روح آجان آ | تن ۾ باطن انهن جو هو بي نشان آ
آهه قاصر جيب سندم شرح و صفتن | پڻ سندن مدحن کان ٿيو قلم بي زبان آ
موت مٿئون مهربانيون سندن جيڪي | هر دار منهن جوان لئي شڪران آ

حالات لکڻ فرمايو ته هر طرح يادگار جو سبب ۽ مخلصن حاضرين غائبين جي دل جي فرحت جو سبب ٿيندو. جيڪو به هي حالات ۽ ملفوظات شريف کي اعتقاد سان مطالعه ڪندو گويا کي عين صحبت شريف حاصل ٿيس ۽ هر اهو فرد جنهن کي اندر جي صفائي حاصل ٿئي ۽ بي حد خوشي ۽ زياده محبت ملي ته پڪ ڄاڻجي ته اهو رب العزت جي رضامندي جو سبب آهي سندن نيڪي باقي رهندي.

هن فقير پاڻ ۾ هن جليل القدر وڏي شان واري ڪم جي پوري اڻي جي لياقت ۽ علمي قابليت نه ڏسي معافي گهرندي هئي ڪه انهن دوستن جي حوالي ڪرڻ گهريو. پر دعوري گهڻي عجز ۽ آزادي سان ساڳيو مقصد انهن دوستن اڳيان پيش ڪيو مگر مخالفت ۽ انڪار دوستن جو نيڪ نه ڄاڻم «مَالَا يُدْرَكُ كُلُّهُ لَا يُتْرَكُ كُلُّهُ» (جنهن ڪم کي پوري طرح حاصل نٿو ڪري سگهجي ان ڪم کي صفا ڇڏيو به نه وڃي يعني جيترو حاصل ٿيو غنيمت) تنهن ڪري هي ڪم طاقت آهر پاڻ ڪنيم.

ڪٿي مان ۽ ڪٿي ان جي زنجير زلف | دماغ اندر ٿي پيدا ديوانگي عجب

بهرحال انساني ڪوشش مطابق پاڻ کي ان ڪم ۾ مصروف رکي هي ڪتاب مسمىٰ به **انيس المريدين** لکيو آهي جنهن ۾ هڪ مقدمو، چار فصل ۽ هڪ خاتمو شامل ڪيو آهي.

**فائدو:-** ڄاڻڻ گهرجي ته راقم الحروف کي جيڪي ڪجهه بزرگن جي ڪلام، ڪرامت ۽ ظاهري خواه باطني معرفت جي ڄاڻ معلوم ٿي سگهي آهي اهاهن ڪتاب اندر درج ڪئي آهي ۽ اها اهڙي نه آهي جنهن جي صحيح يا غلط هجڻ جو خيال نه رکيو ويو هجي ۽ هر بزرگ ۽ پلوء ضعيف يا قوي جيڪي ڪجهه ٻڌڻ ۾ آيو آهي انکي هنن صفحن ۾ جاءِ ڏني وڃي هجي

۽ انهن ۾ ناز ۽ فخر ڪجي - بلڪ صحيح معارف جيڪي پنهنجي ڪنن سان (حضرت صاحب جي زبان حق ترجمان مان نڪتل) ٻڌل آهن، درج (داخل) ڪيل آهن يا ان شخص جي زبان مان نڪتل آهن جنهنجي سچائي ۾ ڪو به شبهو نه آهي يا اهڙي لکيت جيڪا حضرت صاحب جن جي دستخط شريف سان لکيل صحيح ڪيل آهي، زينت اوراق ڪئي وئي آهي - تنهن ڪري هن ڪتاب جي مطالع ڪندڙن کي هن جي صحيح هجڻ ۾ مڪمل يقين هجڻ گهرجي ۽ ڪنهن به شڪ شبهي کي دل ۾ جاءِ ڏيڻ نه گهرجي "وَمَا تَوْفِيْقِي اِلَّا بِاللّٰهِ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ وَاِلَيْهِ اُنِيْبُ" (نه آهي توفيق مونکي مگر الله تعاليٰ جي مدد سان، الله تعاليٰ ۾ توڪل ڪئي مون ۽ ان ڏانهن موٽندس)

**تنبيه** :- حضرت صاحب جو ڪلام جيڪو هن ڪتاب ۾ نقل ڪيل آهي يا ڪنهن مخلص وٽان نقل ٿيل مليو آهي سندن ڪرامتن وغيره بابت اهو سمورو بالمعنيٰ آهي ۽ نه باللفظ، جنهن جو سبب هي ۽ ته ڳالهيون آهن هڪ اهو ته لفظن بلفظ ياد ڪرڻ ۽ اهڙي طرح نقل ڪرڻ جو حضرت صاحب جي زبان مبارڪ مان الفاظ ظاهر ٿيا آهن بعينه القاظن سان حديث شريف وانگر روايت ڪرڻ غير ممڪن آهي پنهنجي حافظ يارادن (نقل ڪندڙن) جي حافظي ۾ ايتري قدر پير و سو نه هو جو لفظ به لفظ جو نقل ڪڻ ۾ اچي ۽ مختلف الفاظ جن جي معنيٰ هڪ آهي ۽ صيغن ۽ ڪلمن جي رعايت ٿئي اگرچه طاقت آهر انهي ۾ ڪوشش ڪئي وئي آهي - بهرحال روايت بالمعنيٰ سمجهڻ گهرجي اَمَانَتًا لِلرِّوَايَة

ٻيو اهو ته حضرت صاحب جدا جدا ٻولين ۾ ان وقت جي تقاضا موجب گفتگو فرمائيندا هئا، مثلاً عربي، فارسي، سنڌي، افغاني، هندي وغيره ها - ٻيو ۽ اگر ڪو فقير ٻي ٻولي ۾ جو هن ڪتاب ۾ لکجي ڇڏي ها ته ٻي ٻولي جا ڄاڻندڙ ان جي سمجهڻ کان محروم رهن ها حضرت صاحب جن جو ڪلام اڪثر افغاني ٻولي ۾ هو ان ڪري ان جو نقل بالمعنيٰ مقرر ڪيو ويو

**مقدمه** :- منجهس بيان نسب شريف ۽ بيان سندن آباءِ ڪرام جي نالن سڳورن جو (عليهم الرحمة والرضوان) ۽ بيان مشائخن ۽ طريقت جي پيرن جو ۽ انهن جي پاڪ اسمن جو بيان نظم ۽ نثر ۾

---

سمجهاڻي :- روايت باللفظ اها آهي، جيڪي ٻڌل لفظ بعينه روايت ڪيا وڃن ۽ روايت بالمعنيٰ اها آهي، انهن ٻڌل لفظن جو جيڪو مطلب ۽ معنيٰ آهي انهي کي پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪيو وڃي بشرطيڪ انهن ٻڌل لفظن جو مقصد ۽ معنيٰ فوت نه ٿئي -

**فصل پهريون :-** منجهه بيان بعض پسند ڪيل عقيدن جي ۽ اعليٰ عادتن جي ۽ حضرت صاحب جن جي بعض پڻ اخلاقن جي بيان ۾

**فصل ٻيو :-** منجهه بيان حضرت صاحب جن جي ظاهري علمي قدر ۽ مرتبه جي ۽ ڪا نئين وقت جي عالمن جا پڇيل سوال ۽ انهن جا جواب

**فصل ٽيون :-** منجهه بيان انهن دعائن جي جيڪي محبوب مدني صلي الله عليه وسلم جن سيڪاريون ۽ جيڪي حضرت صاحب جن مختلف وقتن تي پڙهيون ۽ انهن تعويذن جو بيان جيڪي حضرت صاحب جن بيمارين لاءِ لکندا هئا ۽ بيان اڳوڻن بزرگن جي وظيفن ۽ ختمن جو ۽ مريدن کي سيکارڻ جو طريقو وَمَا يُنَاسِبُ ذَالِكَ ۽ اهو بيان جيڪي انهي سان مناسبت ٿو رکي -

**فصل چوٿون :-** منجهه بيان حضرت صاحبجن جي ملفوظات شريف ۾ ۽ بيان سندن ڪرامتن ۽ خارق عادتن جي جيڪي ڪائون ظاهر تي ٿيون - حقيقت ۾ هيءُ فصل هن ڪتاب جي ناهڻ ۽ گڏ ڪرڻ جو سبب ٿيو ۽ بيان انهن مدحيه شعرن جو جيڪي ان وقت جي شاعرن ، عالمن ۽ فاضلن کان حضرت صاحبجن تائين رسندا رهيا ۽ بيان سندن حليه مبارڪ جو -

# خاتمه بالخير

منجهه بيان احوال ظاهري انتقال حضرت صاحبجن جو هن فاني جهان مان ۽ سندن قرب الهي ۾ داخل ٿيڻ ۽ بيان انهن تاريخن ۽ مرثين جو جيڪي انهي وقت جي شاعرن حضرت صاحبجن جي فراق (جدائي) ۾ لکيا ٿون ۽ چيا ٿون

وَهُوَ الْمُوَفِّقُ وَ الْهَادِيُ اِلىٰ سَبِيْلِ الرَّشَادِ

۽ اهو الله تعاليٰ توفيق ڏيندڙ آهي ۽ هدايت ڪندڙ آهي طرف واٽ هدايت جي

# مقدمه

منجهه بيان حضرت صاحب جن جي نسب مبارڪ ۽ سندن وڏن بزرگن "عليهم الرحمة والرضوان" جي نالن جي ۽ منجهه بيان مشائخن ۽ سندن طريقت جي پيرن ۽ نالن مبارڪن جي ۾ نظم ۽ نثر طرح سان. هن ڪتاب گهڻو ڪجهه "عمدة المقامات" مان نقل ڪيل آهي جيڪو حضرت ڏاڏي بزرگوار جن جي تصنيف آهي.

---

ياد رکڻ گهرجي تہ حضرت صاحب جو اصل نسب خليفي ٻئي اميرالمومنين امام العادلين ناطق بالحق والصّواب حضرت عمر ابن الخطاب رضي الله تعالىٰ عنه کان حضرت ابوالبشر صفي الله آدم علىٰ نبيّنا عليه الصلوٰة والسلام سان هن طرح ملي ٿو.

حضرت صاحب جن، حضرت قدوة السالڪين، زبدة العارفين، خلاصة المحققين سلطان الاولياء، غوث الخلائق، بحر الحقائق، جناب شيخ حضرت حاجي عبد القيوم رحمه الله سرهندي، فاروقي، نقشبندي قدس الله تعالىٰ سره جا ڏاڏا ۽ هدايت وارا فرزند ۽ جانشين آهن. سندن ولادت باسعادت ڪابل جي ارد گرد علائقي جي ڳوٺ لوگر ۾ ٿي. سندن عمر شريف ٥٣ سال هئي. سندن رحلت ١٢٧١[1] سنه ۾ ٿي. سندن مزار مبارڪ شهر قنڌار جي ٻاهران پنهنجي والد ۽ ڏاڏي صاحب سان گڏ آهي. پاڻ وڏا فرزند ۽ جانشين حضرت قطب الارشاد، مرجع الاقطاب والاوتاد، چشمهٔ بحر عرفان، مظهر آياتِ رحمان حضرت شيخ حاجي محمد فضل الله[2] قدس الله تعالىٰ سره جا آهن، سندن والده تاج الصالحات حضرت بيبي صاحبه ڪلان دختر نيڪ اختر حضرت شاه عطاء الله قدس سره جن جي هئي جا دهلي جي اعلىٰ سادات گهراڻي مان هئي ڪتاب "عمدة المقامات" سندن تصنيف ڪيل آهي. سندن پيدائش ڪابل ۾ ٿي ۽ سڪونت قنڌار ۾ ڪيائون. سندن عمر مبارڪ ٥١ سال هئي. سندن رحلت ١٢٤٠ سنه ۾ ٿي. سندن مزار مبارڪ قنڌار شهر جي ٻاهران پنهنجي والد بزرگوار جي قبر جي پاسي ۾ آهي. پاڻ وڏو فرزند ۽ ولد بي نظير الهي اسرارن جي ظاهر ڪندڙ، ربّاني رازن جي هٿ اچڻ جو مرڪز، حقيقتن کي کوليندڙ قدوة الڪاملين زبدة العاشقين. حضرت شيخ شاه غلام نبي[3] قدس الله تعالىٰ سره جو آهي. مشهور حضرت

مير صاحب جي نالي سان آهن - سندن والده ماجده به پڻ سادات گهراڻي مان آهي. سندن ولادت شهر پشاور ۾ ٿي ۽ سڪونت گهڻي ڀاڱي قنڌار ۾ هئي - سندن عمر شريف ٥٦ سال هئي - رحلت ماه جمادي الاولى سنه ١٢٢٦ھ ۾ ڪيائون. سندن مزار مبارڪ شهر قنڌار جي ٻاهران انڪل ڏهن سو قدمن تي آهي - پاڻ فرزند تاج الاولياء، وارث الانبياء، هدايت جي خزاني جو خزانچي الاهي رحمت جو تقسيم ڪندڙ، حضرت شاه غلام حسن قدس الله تعالى سره جا آهن.

حضرت شاه غلام حسن، حضرت جيو صاحب پشاوري جي نالي سان مشهور آهن. سندن والده صاحبه پڻ سادات گهراڻي مان حضرت محبوب سبحاني جي اولاد مان آهي - سندن ولادت جي جاءِ شهر پشاور آهي ۽ سندن مزار شريف به پشاور ۾ پنهنجي والد صاحب جي پاسي ۾ آهي - پاڻ ٻيو نمبر فرزند، سند المحققين، برهان الواصلين، معراج الوصول، منهاج القبول فخر العاشقين، قدوة الاولياء، جناب حضرت شاه غلام محمد قدس الله تعالى سره جا آهن سندن جاءِ پيدائش سرهند شريف آهي - سندن رحلت عيد الفطر جي رات سنه ١١٧٨ھ آهي ۽ مدفن شهر پشاور جي ٻاهران آهي - پاڻ وڏا فرزند قطب الاقطاب، واقف الاهي اسرار متشابهات، عالم رموز مقطعات، المشرف بشرف الاصالت، وارث الانبياء بالوراثة ڪاشف سر مڪتوم جناب حاجي شاه غلام محمد معصوم قدس الله تعالى سره جا آهن - سندن جاءِ پيدائش سرهند شريف آهي - رحلت جي تاريخ ٥ ذوالحج سنه ١١٦١ھ آهي - سندن مزار مبارڪ سرهند شريف ۾ هڪ ننڍي قبي ۾ حضرت عروة الوثقى رضي الله تعالى عنه جي مزار مبارڪ سان لڳيتو اولهه طرف آهي - سندن عمر مبارڪ ٩٠ سالن کان مٿي مگر ١٠٠ سالن کان گهٽ هئي جو رحلت فرمايائون - پاڻ ٻيو نمبر فرزند امام العارفين قدوة الواصلين، نتيجة الاولياء، سلالة الاصفياء، جناب شيخ محمد اسماعيل قدس الله تعالى سره جا آهن - سندن جاءِ ولادت سرهند شريف آهي - سندن مزار مبارڪ پڻ ان ننڍي قبي ۾ حضرت عروة الوثقى جي قبي جي اولهه طرف پنهنجي فرزند قطب الاقطاب مٿي ذڪر ڪيل سان گڏ آهي - رحلت وقت سندن عمر مبارڪ ٧٠ سالن کان مٿي ۽ ٨٠ سالن کان گهٽ هئي - پاڻ ٻيو نمبر فرزند تاج الاولياء، قيوم الزمان، المتحقق باسرار المحبة والمحبوبية الذاتية، المستعد لمناصب الخلافة والقيومية، نور حديقة الانس والجان، شفيع دخول الجان، قيوم الزمان، حضرت شيخ محمد صبغة الله رضي الله تعالى عنه جا آهن

سندن ولادت جي جاءِ سرهند شريف آهي. سندن رحلت ٩ ربيع الثاني سنه ١١٢٣ھ آهي سندن مزار مبارڪ اتي سرهند شريف ۾ پنهنجي والد بزرگوار خواجه عروة الوثقىٰ رضي الله عنه جي گڏ آهي. سندن عمر مبارڪ ٨٩ سال هئي ائو جمعه جو ڏينهن ۽ ربيع الثاني جي ٩ تاريخ هئي جو واصل بالله ٿيا. پاڻ وڏا فرزند، سجاده نشين ۽ پنهنجي والد بزرگوار جا قائم مقام، امام الهمام، قبلة الابدال والاوتاد، مرجع الاقطاب والافراد، سلطان العارفين، عين العابدين، برهان الملة والدين، ملاذ العالمين، مجدد الدين، عروة الوثقىٰ حضرت شيخ امام محمد معصوم رضي الله تعالىٰ عنه جا آهن. سندن ولادت باسعادت دار الخلافت سرهند شريف ۾ آهي. سندن عمر شريف ٧٢ سال هئي. سندن رحلت تاريخ ٢٩ ربيع الاول سنه ١٠٦٩ھ ۾ ٿي. سندن مزار مبارڪ سرهند شريف ۾ وڏي قبي اندر آهي، جو حضرت عروة الوثقىٰ جي قبي جي نالي سان مشهور آهي. طُوبىٰ لِمَنْ زَارَ تِلْكَ الْقُبَّةَ فَفِيهَا مِنَ الْجَوَاهِرِ الْمَدْفُوْنَةِ مَا لَا يُعَدُّ مَحَاسِنُهَا وَلَا يُحْصٰى مَكَارِمُهَا له

پاڻ ٽيون نمبر فرزند ارجمند، حضرت غوث الخلائق، غواص الحقائق، مُطّلع الرموز والاشارات، منبع الكنوز والبشارات، برهان السلف، سلطان الخلف، وارث سيد البشر، منور المأة الحادي عشر، امام رباني محبوب سبحاني، مجدد الف ثاني خواجه شيخ احمد فاروقي رضي الله تعالىٰ عنه وامدنا بفيوضاته آمين جا آهن. سندن ولادت شريف سرهند شهر مبارڪ ۾ ٿي ۽ اتي ئي سندن پرورش ٿي. سندن عمر مبارڪ سنت موجب ٦٣ سال ٿي. تاريخ ٢٩ صفر سنه ١٠٣٤ھ هن دار فاني ۽ مان دار البقا ڏانهن سفر ڪيائون ۽ تاريخ پهرين ربيع الاول جي ابدي آرام گاه اندر داخل ٿي وصال مولا جو ماڻيائون. سندن روضو مبارڪ سرهند شريف ۾ آهي. پنهنجي مسجد شريف جي پر ۾ حضرت عروة الوثقىٰ جي قبي کان جدا آهي.

حضرت ممدوح (حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهٗ) ۽ سندن اولاد سڳوري جي ڪجهه حالات بيان ڪرڻ جو شوق دامن گير ٿو. مگر جيئن ته سندن احوال ڏکيائي ۽ تفصيل تو گهري پور واحوال بيان ڪرڻ ته گهڻن دفترن ۾ به ماپڻ جو نه آهي، لاچار هن مختصر رساله ۾ اينترو قدر بيان ڪيو ويو، جو ته هن رساله جو موضوع له (مقصد) پيو آهي ان ڪري فقط نالن مبارڪن جي ذڪر ڪرڻ تي اڪتفا ڪئي وئي. جيڪڏهن زياده تفصيل جي ضرورت هجي ته

---

له خوشي ۽ خوبي انهن لاءِ آهي، جن هن قُبّه جي زيارت ڪئي. ان قبي ۾ اهڙا جواهرات دفن ٿيل آهن جن جون نيڪيون ڳاڻاڻي ۾ نه ٿيون اچي سگهن ۽ جن جون بزرگيون اندازي ۾ نه ٿيون اچي سگهن.
٢ه فرياد رس مخلوقات جو ٣ه حقيقتن ۾ ٻُڀيون هڻندڙ. ٤ه رمزن ۽ اشارن جو واقف ڪندڙ. ٥ه خزانن ۽ خوشخبرين جو چشمو. ٦ه يارهين صدي کي روشن ڪندڙ.

ڪتاب مستطاب "عمدة المقامات" جو مطالعو ڪجي جيڪو منهنجي ڏاڏي بزرگوار جي تصنيف آهي ۽ هن فن ۾ جامع تصنيف آهي.

ٻاڻ حضرت مخدوم شيخ عبدالاحد[11] قدس الله سره جا ڏاڏا فرزند آهن. اهي حضرت شيخ زين العابدين[12] قدس سره جا فرزند آهن. اهي شيخ عبدالحق[13] قدس سره جا فرزند آهن. اهي شيخ محمد[14] قدس سره جا فرزند آهن. اهي شيخ حبيب الله[15] جا. اهي قطب الاقطاب، غوث العالمين حضرت امام رفيع الدين[16] قدس سره جا فرزند آهن. اهي فرزند شيخ نصير الدين[17] قدس سره جا آهن. اهي فرزند شيخ سليمان[18] قدس سره جا آهن. اهي فرزند شيخ يوسف[19] قدس سره جا آهن اهي فرزند شيخ اسحاق[20] قدس سره جا آهن. اهي فرزند شيخ عبدالله[21] قدس سره جا آهن. اهي فرزند شيخ شعيب[22] قدس سره جا آهن. اهي فرزند شيخ يوسف[23] قدس سره جا آهن. اهي فرزند شيخ شهاب الدين[24] المعروف (عرف) فرخ شاه ڪابلي قدس سره جا آهن. اهي فرزند خواجه نصير الدين[25] قدس سره جا آهن. اهي فرزند خواجه محمود[26] قدس سره جا آهن. اهي فرزند خواجه سليمان[27] قدس سره جا آهن. اهي فرزند خواجه مسعود[28] قدس سره جا آهن. اهي فرزند خواجه عبدالله[29] الواعظ الاصغر قدس سره جا آهن. اهي فرزند خواجه عبدالله[30] الواعظ الاڪبر قدس سره جا آهن. اهي فرزند خواجه ابوالفتح[31] قدس سره جا آهن. اهي فرزند خواجه اسحاق[32] قدس سره جا آهن. اهي فرزند خواجه ابراهيم[33] قدس سره جا آهن. اهي فرزند حضرت سالم[34] قدس سره جا آهن. اهي فرزند حضرت عبدالله[35] رضي الله عنه جا آهن. اهي فرزند امير المؤمنين امام العادلين حضرت عمر ابن الخطاب رضي الله تعالیٰ عنهم اجمعين جا آهن.

اهو نسبي سلسلو جيڪو حضرت امير المؤمنين عمر رضي الله تعالیٰ عنه ڪان مٿي آهي سو هن ترتيب سان آهي. امير المؤمنين حضرت عمر[1] ابن الخطاب ابن نفيل[2] ابن عبدالعزیٰ[3] ابن رباح[4] ابن عبدالله[5] ابن قرط[6] ابن رزاح[7] ابن عدي[8] ابن ڪعب[9]. هتي نسب پاڪ حضرت خير البشر سيد المرسلين عليهم الصلوٰة والسلام سان هن طرح ملي ٿو.

حضرت رسول اڪرم سيدنا محمد مصطفیٰ، شفيع روز جزاء خير الوریٰ صلی الله عليه وسلم ابن عبدالله ابن عبدالمطلب ابن عبدمناف ابن قصي ابن ڪلاب ابن مرة ابن ڪعب ابن لوئي[10] ابن غالب[11] ابن فهر[12] ابن مالڪ[13] ابن نضر[14] ابن ڪنانه[15] ابن خزيمه[16] ابن مدرڪه[17] ابن الياس[18] ابن مضر[19] ابن نزار[20] ابن معد[21] ابن عدنان[22] ابن اُد[23] ابن اُدد[24] ابن حمل[25] ابن قيدار[26] ابن سيدنا اسماعيل[27]

عليه الصلوٰة والسلام ابن سيّدنا ابراهيم[28] الخليل عليه الصّلوٰة والسلام ابن تارخ[29] ابن ناخور[30] ابن
اشرع[31] ابن ارعو[32] ابن عابر[33] ابن شالخ[34] ابن ارفخشد[35] ابن سام[36] ابن سيّدنا نوح[37] عليه الصّلوٰة
والسلام ابن ملڪ[38] ابن متوشلخ[39] ابن اخنوخ[40] وَهُوَ سيّدنا ادريس عليه السلام ابن برد[41] ابن
مهلائيل[42] ابن قينان[43] ابن انوش[44] ابن شيث[45] عليه السلام ابن سيّدنا ابوالبشر آدم[46] عليه الصّلوٰة
والسلام- اهڙيءَ طرح "عمدة المقامات" ۾ بين علم انساب (علم نسب) جي معتبر
ڪتابن ۾ سندن آبائي ٻنهي جو بيان ذڪر ڪيل آهي- اگرچه ڪن نالن کان پوءِ نالن جي
تعين (مقرر ڪرڻ) ۾ اختلاف آهي-

بيان سلسله فيضيابي حضرت صاحب ۽ سندن پيران ڪرام ۽ مشائخ عظام جو حضرت
سيّدالمرسلين عليه الصّلوٰة والسلام تائين هن طرح آهي ته جناب حضرت صاحبن کي فيض
امانت طريقت جو، تاج وراثت ۽ خلافت نقشبنديه جو، جناب قطبِ زمان، غوثِ دوران
خليفه رسول الله صلي الله عليه وسلم في الانام- سندن والد شريف جناب حضرت حاجي عبدالقيوم
قَدَّسَ اللهُ سِرَّهٗ کان مليو

اگرچه اهو نالو مبارڪ اڳي ۾ سندن نسبي سلسله ۾ هنن صفحن جي زينت بڻيل آهي
بلڪ اڳين سڀني حضرات جا نالا، جو هڪ ٻئي جا پير ۽ مشائخ آهن نسبي سلسله منظوم ۾
تفصيل سان موتين وانگر پوتل آهن- ٻه بارہ تڪرار برڪت حاصل ڪرڻ لاءِ فيضيابي جي
سلسله ۾ سڳيا نالا موتين وانگر وري هن لڙهي ۾ پوتا وڃن ٿا-

فَالدُّرُّ يَزْدَادُ حُسْنًا وَّهُوَ مُنْتَظِمٌ وَلَيْسَ يَنْقُصُ قَدْرًا وَّهُوَ غَيْرُ مُنْتَظِمٍ [1]
فَاِنَّ عِنْدَ ذِكْرِ الصَّالِحِيْنَ تَنْزِلُ الرَّحْمَةُ [2]

انهن (نمبر ١) کي وري فيض امانت سندن والد ماجد بحر الحقائق، غوّاص الدقائق
سند المحققين، برهان الواصلين، جناب حضرت حاجي محمد فضل الله[2] قَدَّسَ اللهُ
تعاليٰ سِرَّهُ الاَقْدَس کان وراثت ۾ ملي- انهن (نمبر ٢) کي اها امانت وري جناب قيّومِ جهان
غوثِ زمان، فخر الواصلين، دليل المتحيّرين، نتيجة الاسلاف، وسيلة الاخلاف، جناب
حضرت حاجي محمد صفي الله[3] قَدَّسَ اللهُ تعاليٰ سِرَّهُ الاَقْدَس وَاَفَاضَ اللهُ سُبْحَانَهٗ عَلَيْنَا مِنْ
فُيُوْضَاتِهٖ آمين، کان ملي- انهن (نمبر ٣) کي امانت وري پنهنجي وڏي ڏاڏي قدوة الاولياء

---

[1] موتي سو نهن ۾ وڌي ٿو ان حالت ۾ جو پوتل آهي ۽ پنهنجي قدر ۽ عزت ۾ گهٽ نه ٿو ٿئي ان حالت ۾ جو پوتل نه آهي
[2] صالحن جي ذڪر ڪرڻ وقت الله تعاليٰ جي رحمت نازل ٿئي ٿي-

عمدة الاصفياء، زبدة الفضلاء، جناب حضرت شاھ غلام محمد[4] قدّس الله تعالیٰ سرّہٗ کان
مليو- انهن (نمبر ٤) کي وري اها امانت پنهنجي والد بزرگوار حضرت قطب الاقطاب،
غوث الاحباب، سلطان العرفاء، امام الاولياء، برهان البدلاء، جناب حضرت شاھ غلام محمد[5]
معصوم قدّس الله تعالیٰ سرّہٗ الاقدس کان ملي- انهن (نمبر ٥) کي اها امانت سندن والد
ماجد، مظهر انوار رباني، الهي اسرارن جي مرڪز، حقيقتن جو کوليندڙ، امام العارفين، حضرت
شيخ محمد اسماعيل[6] قدّس الله تعالیٰ سرّہٗ کان ملي- اها امانت انهن (نمبر ٦) کي پنهنجي والد بزرگوار
حضرت تاج الاولياء، وارث الانبياء، هدايت جي خزاني جو خزانچي، الهي رحمت جو تقسيم
ڪندڙ، قيوم الزمان، حضرت شيخ صبغة الله[7] قدّس الله تعالیٰ سرّہٗ الاقدس کان حاصل ٿي-
ڪين (نمبر ٧) پنهنجي والد ماجد، امام الهمام، هادي الانام، قبلة الابدال والاوتاد، مرجع
الاقطاب والافراد، متشابهات جي رازن جو ڄاڻو، مقطعات جي رمزن جو کوليندڙ، شيخنا
و مولانا، عروة الوثقىٰ، جناب شيخ محمد معصوم[8] قدّس الله تعالیٰ سرّہٗ کان امانت ملي
انهن (نمبر ٨) کي امانت پنهنجي متبرڪ والد ماجد جناب حضرت غوث الخلائق، غواص الحقائق
مطلع الرموز والاشارات، منبع الڪنوز والبشارات، برهان السلف، سلطان الخلف،
ملاح بحر الملاحت، مصباح بيت الصباحت، وارث سيد البشر، منورمأة الحادي عشر،
امام رباني، محبوب سبحاني، مجدد الف ثاني، حضرت شيخ احمد[9] ابن شيخ عبدالاحد
سرهندي، فاروقي قدّس سرّہٗ کان ملي- انهن (نمبر ٩) کي امانت جناب ولايت پناه حقيقت
آگاه، رهبر طريق اندراج النهاية في البداية مؤيد الدين الرضي خواجه بيرنگ حضرت شيخ
محمد الباقي نقشبندي قدّس الله سرّہ کان ملي-

سندن (نمبر ١٠) جي پيري مريدي جو ذڪر ۽ احوال هن ڪتاب پڙهندڙن اڳيان پيش
ڪجي ٿو ته جيئن هن رسالي جي ناظرين کي، حضرت امام رباني قدّس سرّہٗ جو حضرت
بيرنگ قدّس سرّہٗ جي مريدي ۾ اچڻ جو سبب معلوم ٿئي - حضرت خواجه بيرنگ قدّس سرّہٗ
نقشبندي طريقي جي وڏن خليفن مان هڪ وڏا خليفا هوا- جڏهن سندن فيض جي نظر جو
اثر حضرت خواجه امام رباني جن جي اعليٰ لياقت ۽ قابليت ۽ ڪثرت علم و عبادت ۽ طريقت
جي آداب جي پوري رعايت تي پيو - تڏهن مٿن جهجهن رعايتن ۽ بي شمار لطف
۽ عنايتون فرمايائون، پوءِ ڪين خلوت (اڪيلائي) ۾ گهرايائون ۽ طريقه عاليه

نقشبنديه جي ذڪر ۽ مراقبه ڪرڻ بابت رهنمائي ڪري اعليٰ توجّه فرمايائون - اڪيلائيءَ ۾ ڪين آرام ۽ فرح ۾ لطف حاصل ٿيو ۽ اعليٰ ترقيءَ عروج ظاهر ٿيا - مطلب ته بن ٽن مهينن جي اندر الله تعاليٰ جي مهربانيءَ سان حضرت خواجه باقي بالله جي برڪت ڀري تربيت جو اثر انهن جي حق ۾ ظاهر ٿيو - اهو بيان ڪرڻ کان زبان گنگي ۽ لکڻ کان قلم قاصر آهي جو ته اهڙو مرتبو سالڪن کي سالن کان پوءِ به نٿو هٿ اچي، جهڙو وجدائيءَ ۾ حضرت امام ربّاني مجدّد الف ثانيءَ کي مليو ۽ پنهنجي منزل مراد حاصل ڪيائون ۽ حضرت خواجه باقي بالله قدس سرّهٗ جن سندن حق ۾ اعليٰ خوش خبرون فرمايون ۽ اهي ان ڪري پيارا ۽ مراد وند بڻيا ۽ جلدي مشاهد و مآثر جو اهوئي سبب هو -

هڪ ڏينهن حضرت امام ربّانيءَ کي اڪيلائيءَ ۾ طلب فرمايائون ۽ مٿن اهي بار يڪ نڪتا ظاهر ڪيائون، جيڪي انهيءَ کان ڪجهه سال اڳ مٿن ظاهر ٿيا هوا - پاڻ فرمايائون ته جڏهن حضرت مولانا بزرگ خواجه امڪنگي قُدِّسَ سِرُّهٗ جن مونکي حڪم ڪيو ته هندستان طرف وڃ ته جيئن هيءُ اعليٰ سلسلو اتي تنهنجي هٿان مُرَوَّجُ ٿئي - مون پاڻ کي ان ڪم جو لائق نه سمجهي عاجزي ڏيکاري - پاڻ استخاره ڪرڻ جو حڪم ڪيائون - استخاره ۾ ڏٺم ته هڪ پوپٽ ۽ طوطو هڪ وڻ جي ٽاريءَ تي ويٺو آهي - مون دل ۾ نيت ڪئي ته جي اهو طوطو ان شاخ تان اڏامي اچي منهنجي هٿ تي ويهي ته هن سفر ۾ سهولتون ۽ ڪاميابيون حاصل ٿينديون، مان اجا انهن خيالن ۾ هوس ته طوطو ان ٽاريءَ تان اڏامي اچي منهنجي هٿ تي ويٺو ۽ مون ان جي چنهنب ۾ پنهنجي وات جو لعاب وڌو ۽ ان طوطي موٽ ۾ وري منهنجي وات ۾ مصري وڌي - ٻئي ڏينهن رات جو جڏهن مون اها حقيقت حضرت مولانا امڪنگي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي اڳيان ڪئي ته پاڻ فرمايائون ته توکي جلد از جلد هندستان طرف وڃڻ گهرجي ڇا ڪاڻ ته طوطو هندستاني پکي آهي ۽ تون هندستان ۾ مقبول ٿيندين ۽ ان ڪري سڄي دنيا هن سلسله عاليه مان روشن ٿيندي ۽ توکي پڻ اتان فيض حاصل ٿيندو - حضرت خواجه قُدِّسَ سِرُّهٗ جن پڻ فرمايو ته جڏهن مونکي اوهان جي سفر جو هندستان طرف خيال آيو ته اٽڪ ڏسڻ ۾ آيو ته تون هڪ قطب جي پاڙي ۽ پناه ۾ آيو آهين ۽ ان قطب جي حليه مبارڪ کان به واقف ڪيائون - ان ڏينهن صبح جو سوير ان شهر ۾ رهندڙ درويشن ۽ گوشه نشينن جي تلاش ۾ نڪتس - هڪ ٽولو ڏٺم پر ان کي حليه مطابق

نه پيا ته ۽ نه وري انهن مان ڪنهن هڪ ۾ به قطبيت جي ڪا نشاني ڏٺم. ان ڪري سوچيم ته شايد هن شهر جي رهواسين مان ڪنهن نه ڪنهن ۾ اهي خصوصيتون هونديون جيڪي پوءِ ظاهر ٿينديون. جڏهن اوهانکي ڏٺم ته انهي حليه ۽ نشانين موافق لڌم

پڻ فرمايائون ته جڏهن اوهانجي شهر سرهند جي پس گردائي ۾ پهتا سون ته ان جهنگل ۽ بيابان روشن ڏٺاسين. پڻ فرمايائون ته ان شهر ۾ ڏٺو ته اسان هڪ وڏو ڏيو ٻري پيو آهي ۽ روز بروز ان ڏيئي جي روشني وڌندي وڃي ٿي ۽ پڻ ائين مشهور ٿيو ته اسانجي روشن ڪيل ڏيئي مان ماڻهن گهڻا ڏيا روشن ڪيا آهن ۽ اهو سڀ ڪجهه اوهانجي عمل کان سمجهون ٿا. اهوئي سبب آهي جو حضرت خواجه اعلىٰ شان قُدِّسَ سِرُّهٗ جن پنهنجي مخلصن مان هڪڙي ڏانهن مڪتوب شريف لکيو اٿن سو هي آهي.

**رقعه:-** شيخ احمد نالي هڪ مرد آهي، سرهند ۾، ڪثير العلم (وڏو عالم) ڪثير العمل (وڏو عابد) چند ڏينهن فقير (حضرت خواجه باقي بالله قُدِّسَ سِرُّهٗ) ان سان صحبت ڪئي گهڻا عجائبات هن جي صحبت ۾ ڏٺا ويا. هي مرد هڪ ڏيئي ديتي جي مثال ٿيندو ۽ جهان وارا هن کان روشن ٿيندا. اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ تعالىٰ جو مونکي ان جي ڪماليتن جو يقين ٿي ويو آهي. ۽ هي شيخ مشار اليه (حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهٗ) جنهنجي ڪماليت ۽ فضيلت جو اشارو ڪيو ويو آهي، هن جا ڀائر ۽ مائٽ گهڻا صالح آهن، علمائن جي طبقه مان آهن، ڪن سان دعاگوءِ ملاقات ڪئي آهي. هر هڪ کي اعلىٰ جوهر ڏٺا ٿم، عجيب استعداد (لياقت) ٿا رکن ۽ هن شيخ جا فرزند اڃان ننڍڙا ٻار آهن، الهي اسرار آهن حاصل ڪندم شجره طيبه (وڻ پاڪ) آهي اَنْبَتَهُ اللّٰهُ نَبَاتًا حَسَنًا (شال الله تعالىٰ انکي سهڻو جمائي ۽ "وڌائي") اِلٰى اٰخِرِ مَكْتُوْبِهِ الشَّرِيْفِ

ڪتاب "زبدة المقامات" ۾ لکيل آهي ته سيادت پناه مير محمد نعمان جيڪو حضرت خواجه بيرنگ قُدِّسَ سِرُّهٗ جي وڏن خليفن مان هڪ هو. هڪ ڏينهن هن فقير (خواجه محمد هاشم ڪشمي مصنف "زبدة المقامات") سان ذڪر ڪيو ته حضرت خواجه بيرنگ قُدِّسَ سِرُّهٗ جڏهن ڪين وڃڻ جي اجازت عطا ڪئي ته هين سڀني دوستن ۽ محبتين کي انهن جي حوالي ڪيائون ۽ هر هڪ کان جدا جدا امو ڪلايائون ۽ انهن ڏانهن روانو ڪيائون ۽ سڀني کي انهن جي خدمت جو ذميدار ٺهرايائون. هو

سر آئين پنهنجي رفيقن ۽ صحبت وارن کي فرمائيندا هئا ته انهن جي روبرو ويهي اسان جي تعظيم نه ڪيو ۽ پنهنجو ڌيان اسان جي طرف نه ڪيو، انهيءَ دوران هن فقير (محمد نعمان) کي پڻ فرمايائون، انهن جي خدمت ڪرڻ کي برڪت سمجهي تون انهن جو غلام ٿي رهه، عرض ڪيم ته آقا! منهنجو ڌيان اوهان جي درگاهه طرف آهي - ٻيا ڀلي ڪيئي بزرگ چوندا هجن، حضرت خواجه صاحب جن ڏور مان ڏٺو ۽ فرمايائون ته اي ميان! شيخ احمد سج مثل آهي ۽ اسان جهڙا هزارين ستارا ان جي اڳيان غائب ٿيو وڃن - اهو ٻڌي مڪمل اعتماد ۽ اعتقاد سان ۽ وڏي ادب ۽ احترام مان انهن جي حضور ۾ آيا سين -

۽ جڏهن ٽئين سفر ۾ حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهٗ، حضرت خواجه اعلىٰ شان (حضرت خواجه باقي بالله قُدِّسَ سِرُّهٗ) جي خدمت ۾ پهتا - انهي سفر ۾ حضرت خواجه صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ حضرت امام رباني قُدِّسَ سِرُّهٗ کي فرمايائون ته ضعف گهڻو غالب آهي، اميد حياتي جي گهٽ آهي - منهنجي ٻارڙن جي سار سنڀال جو خيال رکجو ۽ پنهنجن فرزندن خواجه عبدالله ۽ خواجه عبيدالله کي طلب ڪيائون ۽ انهن حضرت امام رباني قُدِّسَ سِرُّهٗ کان التماس ۽ طلب تَوَجُّهَ جي ڪيائون ته سندن مذڪور فرزندن، نورچشمن طرف تَوَجُّهُ ڪن، حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهٗ جن، حضرت خواجه بيرنگ قُدِّسَ سِرُّهٗ جي روبروئي تَوَجُّهُ فرمايائون ۽ ان تَوَجُّهُ جو اثر حضرت خواجه صاحبن تي پڻ ظاهر ٿيو -

پڻ فرمايائون ته هڪ ڏينهن ٻڌم ته ان خواجه عالي مقدار قُدِّسَ سِرُّهٗ جن پنهنجي زبان مبارڪ مان فرمايو ته اڄ آسمان جي هيٺان هن عظيم ٽولي جهڙو ڪو به ٽولو نه آهي وري ٻئي دفعه پنهنجي زبان مبارڪ مان ارشاد فرمايائون ته اصحابن ۽ وڏن تابعين ۽ مجتهدن کان پوءِ انهن جهڙو يگانو، خاص الخاص نظر نه ٿو اچي، حاصل ڪلام اهڙي طرح صحبت ۽ معاملو جو هن پير ۽ هن مريد ۾ ظاهر ٿيو، ڪنهن گهٽ ٻڌو هوندو، عجائبات روزگار مان آهي ۽ پڻ حيرت جو سبب، انهي حال جي شاهدي لاءِ حضرت خواجه بيرنگ قُدِّسَ سِرُّهٗ جو اعلىٰ درجه ۽ سندن ڪلام مبارڪ (ملفوظات) به پڪا شاهد آهن -

**نظم :-** اي ياترا تنهنجو بوٽ آڪمال ٭ عشق الهو آدليل مٿان تنهنجي حال

تعريف جا فقرا جيڪي ان خواجه ذيشان جي زبان مبارڪ مان انهن جي حق ۾ صادر ٿيا آهن اهي ايترا ته آهن جو قلم کي لکڻ جي طاقت نه آهي -

جي لکان شرح ان جو دفتر ٿئين

ذَالِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ

ولادت باسعادت حضرت خواجهٔ قُدِّسَ سِرُّه يعني خواجه بيرنگ" ڪابل جي شهر ۾ سنه ٩٧١ھ ۾ تولد ٿيا. ظاهري علم جي تحصيل مولانا محمد صادق حلوائي جي خدمت ۾ ڪيائون، هڪ سگهڙي ان جي مدح ۾ فرمايو آهي.

| | |
|---|---|
| دين دنيا اندر قبلواسان جو | خاص محفل جو اهو مور اسان جو |
| پنکند ٿ بچائي رهبر اسانجو | حضرت محمد ن الباقي آقا اسان جو |

پوءِ پنهنجي مرشد سگهڙي جي حڪم موجب هندستان طرف سفر ڪرڻ شروع ڪيائون جيئن مٿي ان جو ذڪر ڪيل آهي. هڪ سال لاهور ۾ قيام پذير ٿيا ۽ گهڻي خلقِ خدا انهن مان فيضياب ٿي. انان دهلي طرف رخ ڪيائون ۽ اتي باقي زندگي گذار يائون. هر ان احوال ۾ زهد ۽ پرهيزگاري کي بالڪل پوشيده رکڻ سندن پسند ڪيل دستور هو ۽ پاڻ گمنامي ۽ گوشه نشيني ۾ هوندا هئا ۽ پنهنجي عملن کي تهمت رکيل ۽ ناڪاره سمجهندا هئا. سادات ڪرام جي عزت گهڻي ڪندا هوا ۽ عالمن جي تعظيم بي انتها ڪرڻ فرمائيندا هوا. تورن يا جامع عملن جي جاڻڻ لاءِ پرهيزگارن فقيهن طرف متوجه ٿيندا هئا ۽ پنهنجي زندگيءَ جي آخر ۾ هي رباعي پڙهندا هئا

رباعي:-

| | |
|---|---|
| لُڙُ کَنُ کان ڊڄ فقيرجو آ سنين | روئي پسائي اها نپوڙ بيد و وجان |
| آهيان سڪل گاه پر پُر لطف هيرت | مثل مکڙي ترنبيس پر گوڙها گاڙ بيد و وجان |

سندن وصال چنچر ڏينهن جمادي الثانيه جي ويهين تاريخ سنه ١٠١٢ھ آهي. سندن عمر مبارڪ ٤٠ سالن کان ٿيل هُئي، جڏهن الله تعاليٰ سان وصال ڪيائون. سندن مزار مبارڪ دهلي شهر جي ٻاهران، حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جي قدمن مبارڪن جي قريب آهي.

قَدْ طَوَّلْنَا الْكَلَامَ فِيْ هٰذَا الْمَقَامِ لٰكِنْ لَا يَخْلُوْ عَنْ فَائِدَةٍ اَوْ فَوَائِدَ [1]

اصل مطلب ڏي اچون ٿا. انهن کي هيءَ نسبت طريقه عاليه نقشبنديه جي ڪثير السعادت (گهڻي سعادت وارو) غوث الخلائق (خلق جو فرياد رس) حضرت مولانا اَمڪنگي قُدِّسَ سِرُّهُ جي خدمت مان حاصل ٿي. پاڻ برڪتن جا پيندار ۽ الٰهي نشانين جا ظاهر ڪندڙ هُئا ۽ پنهنجي سڀني

---

[1] هن جاءِ ۾ اسان بيان ڊگهو ڪيو آهي پر فائدن کان خالي نه آهي.

جمار حضور اڪرم صلی الله عليه وسلم جن جي حديثن جي مطالع ڪرڻ ۾ گذاريائون ۽ پنهنجي
آخر عمر ۾ هيءُ قطعو پڙهندا رهيا - **رباعي:-**

آهي ياد مون موت هر گهڙي هر پل ∴ خبر ناهي ڪڏهين ايندي اها جهلڪ
شل جدائي خدا کان نه ٿئي ڪا سندم ∴ هيو ايندو اڳيان جو يا ٿيندس علق

سندن ولادت باسعادت سنه ۹۱۷-۱۴ هه ۾ ٿي - سندن عمر مبارڪ ۹۰ سالن کان وڌيڪ نه هئي ۽ پاڻ سنه ۹۲۰ هه ۾ رحلت فرمايائون، سندن مزار مبارڪ ڪابل شهر جي ٻاهران زيارت گاهه عام ۽ خواص آهي - انهن کي وري هيءُ اعليٰ نسبت پنهنجي والد بزرگوار حضرت مولانا خواجه درويش[12] محمد قُدِّسَ سِرُّهٗ کان نصيب ٿي - حضرت مولانا قُدِّسَ سِرُّهٗ جن ظاهري علمن ۾ مولويت جو درجو رکندڙ هئا ۽ پڻ ديني خواهه دنيوي علمن جا ماهر هئا - حديثن کي گهڻي شوق سان پڙهندا هئا ۽ پنهنجي سڄي عمر پڙهائڻ ۾ گذاريائون - پنهنجي آخري عمر جون گهڙيون گوشه نشيني ۾ بسر ڪيائون -

سندن ڪرامتن جو بيان ڪرڻ قلم جي طاقت کان ٻاهر آهي - پاڻ پنهنجي پير بزرگوار حضرت مولانا زاهد وخشي جا پاٽينجا آهن، سندن صحيح عمر مبارڪ ۽ مرقد منور جي معلومات هن فقير (حضرت خواجه محمد حسن جان قُدِّسَ سِرُّهٗ مصنف هن ڪتاب جو) جي اڳيان تحقيق سان نه ٿي آهي

انهن کي هيءُ اعليٰ نسبت حضرت مولانا خواجه زاهد[13] وخشيءَ کان ملي جيڪي وخش جا هئا - وخش ڳوٺ آهي جيڪي حصار جي پسگردائي ۾ آهي - پاڻ حضرت مولانا يعقوب چرخي جي عزيزن مان آهن - انهن جو احوال تفصيل طلب آهي -

انهن کي وري هيءُ نسبت مبارڪ قطب الاقطاب، سلطان العارفين سرچشمهٔ اسرار حضرت مولانا خواجه عبيدالله[14] احرار جي خدمت مان حاصل ٿي - پاڻ آبائي ڪرام جي طرف کان فاروقي نسب جا آهن ۽ سندن مادر مهربان حسيني سادات مان آهي - ظاهري علم کي پوري تحصيل تي پهچايائون - اول عمر ڪمال ظاهري مسڪيني ۾ گذاريائون - عمر جي وچين ۽ آخري حصي ۾ (الله تعاليٰ جي نالن مبارڪن مان) اسم الغني جا مظهر ٿيا - سندن جهڙو هن طريقي ۾ ظاهري غنا (ظاهري دولت) ۾ ڪو ٻيو پهتو هوندو - سندن وجود مبارڪ ظاهري ۽ باطني فيض جو سرچشمو هو،

سندن ظاهري ۽ باطني فياضي جو بيان تقرير ۽ تحرير جي طاقت کان ٻاهر آهي - سندن رحلت تاريخ ۲۹ ربيع الاول سنه ۸۹۵ هجري هئي رحمه الله تعاليٰ رحمةً واسعةً

انهن کي هيءُ نسبت شريف حضرت مولانا يعقوب[15] چرخي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي خدمت مان ملي

پاڻ چرخ جي شهرن مان ڪنهن شهر جا رهواسي آهن، جيڪي ڪابل جي پسگردائي ۾ آهن- حضرت خواجه عبيدالله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ جي انتقال کان بعد سندن (حضرت خواجه عبيدالله احرار قُدِّسَ سِرُّهٗ) حڪم موجب خواجه علاءالدين عَطّار قُدِّسَ سِرُّهٗ جي صحبتن ۾ رهيا- جغانيان جي شهرن ۾ زندگي گذاريائون- انهن کي هي اعلىٰ نسبت، حضرت خواجه خواجگان پير پيران دستگير درماندگان (عاجزان) حضرت خواجه بهاءالدين محمّد نقشبند بلاگردان رضي الله سبحانه وتعالىٰ عنه جي خدمت مان حاصل ٿي- سندن اسم پاڪ محمد بن المحمد البخاري ابن سيّد محمّد ابن سيّد جلال الدين آهي- ساداة ڪرامن جي سلسلهٔ نسب شريف موجب اهو نسب حضرت امام حسن عسڪري رضي الله عنه سان ملي ٿو-

سندن ولادت باسعادت ۹۰۰ھ ۾ ٿي- پاڻ حضور اڪرم صلى الله عليه وسلم جي سنّت جا پيرو ڪار هئا، ايتري قدر جو هڪ وار جي چوٽئي برابر مخالفت کي گناهه عظيم سمجهندا هئا- چوندا هئا ته عمل دلي ارادي سان آهي- اجائي لاف زني ۽ بدعتن کان مڪمل پرهيز ڪندا هئا- ڳالهه ڪندا آهن ته حضرت خواجه صاحب جن کي نوڪر يا نوڪرياڻي ڪانه هئي کان ٿون هڪ دفعه ان قسم جو سوال ڪيو ويو- پاڻ فرمايائون ته بانهپ سرداري سان نٿي ٺهي، وڌيڪ فرمايائون ته اسان جو طريقو عُرْوَةُ الْوُثْقىٰ (مضبوط ڪڙو) آهي ۽ اسان جو هٿ حضرت محمّد مصطفىٰ صلى الله عليه وآله وسلم جي دامن ۾ سندن اتباع ڪرڻ ڪري پيل آهي ۽ اصحاب ڪرام رضي الله تعالىٰ عنهم جي نقش قدم تي هلڻ به لازمي امر آهي- اسان جي هن طريقي اندر ٿوري عمل ڪرڻ سان گهڻو نفع ملي ٿو- پر سُنّت جي تابعداري جي رعايت ڏاڍو عمل آهي- مطلب ته جيڪو اسان جي طريقي کان مُنهن موڙي ٿو دين جو خطرو خريد ڪري ٿو-

سندن تَوَڪّل، ڪَشْف ۽ ڪرامتون ايتريون ته گهڻيون آهن جو هن مختصر رسالي ۾ سمائجي نٿيون سگهن- پاڻ فرمايو اٿن ته منهنجي جاري ڪيل هي بيت پڙهجو- **بيت**

ڳليءَ تنهنجي ۾ آيا سين شرمفلس ۽ ڪنگال :: خدا واسطي پسايو مون کي پنهنجو جمال

حضرت خواجه بهاءالدين قُدِّسَ سِرُّهٗ جي وفات حسرت آيات سومر ڏينهن تاريخ ٽين ماهه ربيع الاول ۹۷۰ھ ۾ ٿي آهي، قَدَّسَ اللهُ سِرَّهٗ وَاَفَاضَ عَلَيْنَا فُيُوْضَهٗ آمين

سندن عمر مبارڪ ۷۰ سال هئي- سندن مزار مبارڪ شهر بخارا جي ٻاهران تعمير ٿيل آهي- ڪين (نمبر ۱۶) هي نسبت شريف حضرت سيّد امير ڪلال قَدَّسَ اللهُ سِرَّهٗ جي

خدمت مان حاصل ڪئي ۽ پاڻ پڻ سادات ڪرام مان آهن ـ سندن مٿاهين احوالن ۽ مٿاهين مقام جي ذڪر ڪرڻ کان قلم قاصر آهي ـ انهن (نمبر ١٧) کي هي اعليٰ مرتبو حضرت مولانا خواجه بابا سماسي[18] قدس سره جي خدمت مان مليو ـ پنهنجي وقت جا يگانا ۽ يگانا هئا ـ حضرت خواجه بهاءالدين قدس سره جي فضيلت ۽ مرتبي کي سندن ٻاراڻي عمر ۾ معلوم ڪيائون ان ڪري پاڻ حضرت خواجه بهاءالدين قدس سره کي پٽ ڪري پاليائون ۽ ڪين اعليٰ بشارتن سان نوازيائون ـ حضرت سيد امير ڪلال قدس سره کي فرمايائون ته منهنجي فرزند بهاءالدين جي حق ۾ تربيت ۽ شفقت کان منهن نه موڙجو ، ورنه توکي معاف نه ڪندس ـ حضرت امير ڪلال قدس سره عرض ڪيو ته جيڪڏهن مان وصيت جي بجا آوري نه ڪيم ته پوءِ آئون مرد نه آهيان ۽ پوءِ اها امانت ان جي لائق ماڻهوءَ جي حوالي ڪيائون رضي الله عنهم ـ انهن (نمبر ١٨) کي هي امانت وري حضرت مولانا خواجه علي[19] راميتني جي خدمت مان ملي جن جو لقب "عزيزان" هو ـ پاڻ اعليٰ درجي ۽ ظاهري ڪرامتن جا مالڪ هئا ـ سندن مزار مبارڪ خوارزم ۾ مشهور آهي ـ يُزَارُ وَيُتَبَرَّكُ بِهٖ[ل] رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْهِ رَحْمَةً وَاسِعَةً ـ انهن (نمبر ١٩) کي اهو رتبو وري مولانا خواجه محمود[20] انجير فغنوي قدس سره جي خدمت مان مليو ـ سندن اصل وطن فغنو هو ـ ان کان پوءِ پاڻ انجير ۾ رهيا جيڪو بخارا جي ڳوٺن مان هڪ آهي ۽ اني وقت جي ماڻهن جا رهبر ۽ مرشد ٿيا ـ انهن (نمبر ٢٠) کي هي اعليٰ نسبت حضرت خواجه عارف[21] ريوگري قدس سره جي خدمت مان حاصل ٿي ـ پاڻ وڏي ڪشف ۽ بلند مرتبي جا مالڪ هئا ۽ پنهنجي وقت ۾ سڀني جا مرشد هئا ـ انهن (نمبر ٢١) کي هي اعليٰ نسبت خواجهٔ جهان حضرت خواجه عبدالخالق[22] غجدواني قدس سره جي خدمت مان ملي ـ پاڻ حضرت امام مالڪ جي اولاد مان آهن ـ ماءُ جي طرفان شهزاده ملا طيه جا هئا ـ ٢٢ سالن جي عمر ۾ خدا جي طلب ۾ مشغول ٿيا ـ سندن خاص اصول سنت پاڪ کي پڪڙڻ ۽ ان جي پيروي ڪرڻ هو ـ ڪين پهرين قلبي ذڪر جو سبق حضرت خضر علىٰ نبينا وعليه الصلوٰة والسلام کان مليو ۽ حضرت خضر انهن کي پنهنجو فرزند ڪري قبول ڪيو ۽ ڪين لقب "خواجهٔ جهان" مليو ـ حضرت "خواجه جهان" جون ڪرامتون ، ڪشف ۽ علمي قابليتون لکڻ کان ٻاهر آهن ـ انهن (نمبر ٢٢) کي وري هي اعليٰ مرتبو امام حقاني ، حضرت ابو يعقوب يوسف[23] همداني قدس سره جي خدمت مان حاصل ٿيو پاڻ حضرت امام الائمه ، سراج الامة ابو حنيفه ڪوفي رضي الله تعالىٰ عنه جي اولاد مان آهن

---

له اها مزار زيارت گاهه آهي ۽ ان مان برڪت حاصل ڪئي ويندي آهي ، الله تعالىٰ جي گهڻي رحمت مٿن نازل ٿيندي هجي شال

حضرت ابو يعقوب يوسف همداني جي ولادت باسعادت سومر ڏينهن ٢ صفر سنه ٤٣٠ھ ۾ ٿي. ظاهري علمن کي مڪمل ڪيائون. سندن اوصاف حميده ڪي هي آهن، جو پاڻ ٣٧ حج پيادل ڪيائون. هزارين قرآن پاڪ جا ختما ڪيائون، نماز جي هر رڪعت ۾ هڪ پارو قرآن جو پڙهندا هئا. ڪيئي تفسير، حديثون، فقه ۽ علم اصول ۽ فروع جي ڪتابن مان ٧٠٠ جزيون يادهيون ۽ ست هزار بت پرستن کي مسلمان ڪيائون. پنهنجي گذران لاءِ ضرورت مطابق ڪيتي ڪندا هئا. ٧٥ سالن جي عمر تائين شادي نه ڪيائون. آخري عمر ۾ همدان کان سفر ڪري سمرقند پهتا ۽ اتي شادي ڪيائون ۽ تيرهن سنو جا ٿندا هوا ۽ اڪثر سُنا لڪندا هئا. عَاشَ فِي الدُّنْيَا رَحِمَهُ اللّٰهُ تَعَالٰى خَمْسًا وَّتِسْعِيْنَ سَنَةً وَّكَانَ وَفَاتُهٗ سَنَةَ خَمْسٍ وَّعِشْرِيْنَ وَخَمْسَ مِائَةٍ[٢٢] . سندن مزار مبارڪ مرو ۾ موجود ۽ مشهور آهي. يُزَارُ وَيُتَبَرَّكُ بِهٖ. انهن (نمبر ٢٣) کي هيءَ اعليٰ نسبت حضرت خواجه مولانا شيخ ابوعلي[٢٤] فارمدي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حاضريءَ مان حاصل ٿي. سندن اصل نالو فضل الله بن محمد آهي ۽ خراسان جي وڏن عالمن فاضلن مان هئا. وعظ، نصيحت ۾ پاڻ امام ابوالقاسم قشيريءَ جا شاگرد آهن. ظاهري علم جي تحصيل نيشاپور ۾ ڪيائون. سندن اصل وطن طوس آهي. پاڻ عالمن فاضلن جي خدمت ۾ گهڻو رهيا ۽ انهن کان فيضياب ٿيا. رحمه الله تعاليٰ رحمةً واسعةً. انهن (نمبر ٢٤) کي هيءَ عالي مرتبو سلطان المشائخ حضرت مولانا خواجه ابوالحسن[٢٥] خرقاني رضي الله عنه جي خدمت مان مليو. سندن اسم مبارڪ علي ابن جعفر آهي. پنهنجي وقت جا يگانه ۽ غوث هئا. حضرت سلطان العارفين جي روحانيت کان سندن ڪسب ڪمال ظاهر ٿيو. ڇاڪاڻ ته سندن ولادت جي نسبت حضرت سلطان العارفين جي ظاهري رحلت کان پوءِ نمودار ٿي. حضرت سلطان العارفين پنهنجي روحاني رمز جي پيشنگوئي مطابق انهن کي مقرر ڪيو جيئن مولانا رومؒ فرمائي ٿو

آه ڇا ٿو شَهُ بعد ڪجهه سالن صحيح | جنهن پکيڙيو آسمان تي آه خيمو وسيع
گلزارِ حق کان منهن سندس آه مثلِ گلاب | ان ڪري در جو سندن آه اعليٰ بي حساب
ڇا سندن آه نالو هاتف بڌ ابو بوالحسن | ڇا چوان حُلْيَهٗ سندس ابرو مثلِ پيرِ ڪُهن

سندن مڪمل حالات ۽ مرتبن جي لکڻ کان قلم قاصر آهي پر ٿورو انهيءَ مان تبرڪ لاءِ لکجي ٿو. سندن قولن مان آهي ته " غم جي طلب ڪر جيئن تنهنجي اک جا ڳوڙها ظاهر ٿين

[٢٢] حضرت ابو يعقوب يوسف همداني رحمة الله عليه ٩٥ سال دنيا ۾ حيات رهيا. وفات سندن ٥٢٥ھ ۾ واقع ٿي.

چاڪاڻ ته الله تعالىٰ پاڻ هنن جي روئڻ کي پيارو سمجهي ٿو - پڻ فرمايو اٿن ته جيڪو رڳو ڳائي ٿو
۽ ان ذريعي حق کي ڳولهي ٿو ته اهو بهتر آهي ان کان جو قرآن پڙهي، پر قرآن مان حق کي نه ٿو ڳولهي
پڻ فرمايائون ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جو وارث اهو آهي جو انهن جي نقش قدم تي
هلي ۽ نه اهو جو صرف ڪاغذ ڪارا ڪري - پڻ فرمايو اٿن ته چاليهه سال ٿيا آهن جو مون کان
منهنجو نفس، هڪ ڍڪ ٿڌي پاڻي ۽ جو يا هڪ ڍڪ ڏونري کٽي جو ٿو گهري پر اجان انکي نه ڏنو اٿم
پڻ فرمايو اٿن ته اگر منهنجي مريدن مان ڪو تڪليف جي وقت ١٠٠ دفعا چوي "يا شيخ ابوالحسن خرقاني
سُوْ پوري ڪرڻ بعد چوي ته" منهنجو فلاڻو مشڪل خدا کان آسان ڪراءِ" ته پوءِ يقينًا
ان جي حاجت پوري ٿيندي" ۽ مان او ستائين خدا کان سوال ڪرڻ کان صبر نه ڪندس (يعني
خدا کان سوال پيو ڪندس) جيستائين انجي حاجت پوري ٿئي - ڪن مريدن ان جو گهڻا ڀيرا تجربو
ڪيو آهي ۽ صحيح لڌو اٿن - سندن وفات ٤٢٥ھ ۾ ٿي رحمه الله تعالىٰ رحمةً واسعةً ا
انهن (نمبر ٢٥) کي اها اعلىٰ نسبت سلطان العارفين، ملجاء العاشقين حضرت بايزيد[٢٦] بسطامي
قُدِّسَ سِرُّهٗ کان بطريق روحانيت جي جهڙي طرح ذڪر ٿيو، حاصل ٿي - سندن اسم مبارڪ
طيفور بن عيسىٰ آهي تنهن ڪري هن طريقي کي متقدمين طيفوريه ٿا چون - پاڻ اهل تصوف جا
رهبر ۽ ارباب توحيد جا پيشوا آهن - سندن لقب "سلطان العارفين" آهي - سندن اڪثر
ڪلام سُڪر[١] آميز آهي ۽ انهن تي الهي خوف ايتري قدر غالب هو، جو جڏهن نماز تي پڙهيائون
ته سيني جي هڏن مان آواز ٿي نڪتا - ۽ پڌڻ ۾ پيئي آيا ۽ رحلت وقت فرمايائون - اِلٰهِيْ مَاذَكَرْتُكَ[٢]
اِلَّا مِنْ غَفْلَةٍ وَمَا خَدَمْتُكَ اِلَّا مِنْ فَتْرَةٍ - ٢

سندن حالات جو تفصيل تطويل (ڊگهه) طلب آهي - انهن کي رحلت کان پوءِ خواب
۾ ڏٺائون - پڇيائون ته توهان جو ڇا حال آهي؟ فرمايائين ته مونکان پڇيائون ته ڇا آندو
اٿئي؟ - چيم ته درويش جيڪو بادشاه جي دربار ۾ اچي ٿو ان کان ڪا پڇن ته ڇا آندو اٿئي پر
پڇن ٿا ته ڇا گهر جئي؟ - هن تي عجيب قصو ياد آيو - ڳالهه ڪندا آهن ته نيشاپور ۾ هڪ بڍڙي
عورت هئي عراقيه نالي جيڪا ماڻهن جي درن تان مائي پنندي هئي، ان هن دنيا مان لاڏاڻو
ڪيو - انکي خواب ۾ ڏٺائون ان کان پڇيائون ته تنهنجو ڇا حال آهي؟ چيائين ته مون کان پڇيائون

---

[١] اوليائن کي صَحْو ۽ سُڪر جي حالت ٿيندي آهي - صحو چوندا آهن ان حالت کي جنهن ۾ هوش سان هجي
سُڪر چوندا آهن خدا جي محبت جي غلبه سبب هوش سان نه هجي - ١٢
[٢] يا الٰهي نه ياد ڪيو مون توکي مگر غفلت سان نه عبادت ڪئي مون تنهنجي مگر سستي سان ١٢

ته ڇا آنده واني؟ - ڇيائين افسوس! مونکي سڄي عمر ۾ هن دروازي جي حوالي ۾ ڪيائون ته "پوڙهي خدا توکي ڏينهن ڏسال" هاڻي جڏهن هن دروازي تي آيو آهيان، ته هت به جون ثانو ته ڇا آندو آهي - خداءِ تعالىٰ کان حڪم پهتو ته پوڙهي سچ ٿي چوي، موٽي وڃو (يعني سوال جواب نه ڪيو) - حضرت سلطان العارفين جي مدفن ۾ اختلاف آهي - گهڻن جو خيال آهي ته اهو بسطام ۾ آهي جتي ڄاوا - بلخ جي گرد نواح ۾ پڻ سندن زيارت گاهه آهي، جيڪا "سلطان العارفينؒ" جي نالي مشهور آهي - راقم (حضرت خواجه محمد حسن جان قدس سره) جي جدّ بزرگوار (حضرت خواجه فضل الله قُدِّسَ سِرُّهٗ عمدة المقامات جا مصنف) پنهنجي ڪتاب عمدة المقامات ۾ لکيو آهي ته فقير بلخ جي گرد نواح عبڪ جي ڳوٺ جي قريب حضرت سلطان العارفين بايزيد بسطامي قُدِّسَ سِرُّهٗ جي زيارت کان سعادت حاصل ڪئي آهي، فيض، برڪتن، هيبت ۽ رقت (محبت) جو گهڻو مشاهدو ڪيم وَالْعِلْمُ عِنْدَهٗ تعالىٰ -

انهن "نمبر ۲۶" کي هيءَ اعلىٰ نسبت امام الخلائق، معدن الدقائق جناب حضرت امام جعفر[۲۷] صادق عليه السلام کان روحانيت جي طريقي سان حاصل ٿي - سندن نسب پاڪ جو احوال سڄ کان وڌيڪ پڌرو آهي ۽ هر جوان خواهه ٻيي کي خبر آهي - انهن "نمبر ۲۷" کي هيءَ اعلىٰ نسبت ٻن طريقن سان حاصل ٿي - هڪ آبائي ڪرام کان ۽ ٻي سندن مشائخن کان[له] جيئن ان جو ذڪر ايندو - سندن ذات مبارڪ مَرَجَ الْبَحْرَيْنِ يَلْتَقِيَانِ بَيْنَهُمَا بَرْزَخٌ لَّا يَبْغِيَانِ آهي - پاڻ رضي الله تعالىٰ عنه ٻن ولايتن جا صاحب ۽ ٻنهي طرفن جا مجمع ٿيا - ان اجتماع ڪري هن طريقه نقشبنديه کي ٻين طريقن جي مٿان فوقيت آهي ۽ هن طريقي جو ٻين اڳيان بلند رتبو آهي - سندن سهڻين وصفن ۽ فضيلتون هر مسلمان جي دل ۾ مضبوطيءَ سان قائم آهن - ان جو بيان تحصيل حاصل جو آهي، حاصل شيءِ کي حاصل ڪرڻ "يعني غير ضروري" آهي

انهن (نمبر ۲۷) کي هيءَ نسبت مشاهير آباء اجداد کان هن طرح ملي - ڪين پنهنجي والد بزرگوار امام همام، پيشوا سڀني عالمن جو حضرت امام محمد[۲۸] باقر عليه السلام کان ملي - انهن (نمبر ۲۸) کي وري پنهنجي والد بزرگوار، زين العباد، امام السجاد، حضرت امام زين العابدين[۲۹] عليه السلام کان ملي جن (نمبر ۲۹) کي وري پنهنجي والد ماجد قرة العينين رسول مقبول صلى الله عليه وسلم حضرت امام حسين

---

له سندن ذات مبارڪ ٻن دريائن جي گڏ جڙ جي جاءِ آهي ان جي وچ ۾ پردو آهي، هڪ ٻئي تي ڇاڊرو نه ٿو ڪري - يعني حضرت سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله تعالىٰ عنه ۽ حضرت سيدنا علي بن ابي طالب ڪرّم الله تعالىٰ وجهه جي فيض جي دريائن جي گڏجڻ جي جاءِ آهن -

عليه السلام کان مليل- انهن (نمبر ٣٠) کي وري اها نسبت مٿاهين پنهنجي والد شريف امير المؤمنين امام الاشجعين، اسد الله الغالب سيدنا علي[٣١] ابن ابي طالب ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهٗ کان ملي جن (نمبر ٣١) کي وري جناب رسالتمآب[٣٢] شفيع يوم الحساب صلي الله عليه وسلم جن کان دستياب ٿي.

۽ سندن فيضيابي جو سلسلو جيڪي سندن وڏن مشائخن کان مشهور ۽ معروف آهي سو هن طرح آهي - ڪين هي اعليٰ نسبت نقشبندي طريقه جي جناب حضرت قاسم[٢٨] ابن محمد ابن ابي بڪر الصديق رضي الله تعاليٰ عنهم کان پهتي - حضرت قاسم رضي الله تعاليٰ عنه حضرت امام جعفر رضي الله تعاليٰ عنه جا نانا آهن، ان ڪري فرمايائون ته وَلَدَنِيْ ابوبڪرٌ مرتين يعني ابوبڪر رضه مونکي ٻه ڀيرا ڄڻيو آهي - توليد مرتين (ڄڻڻ ٻه ڀيرا) مان مراد ڇا آهي؟ هڪ ظاهري جنم آهي جنهن موجب والده جي نسبت ان سان ٿيئي ٿي - ٻيو باطني جنم آهي جنهن مطابق ولايت سان نسبت حاصل ٿيئي ٿي - حضرت قاسم جي زهد، تقويٰ ۽ پرهيزگاري جو بيان حد کان ٻاهر آهي - انهن (نمبر ٢٨) کي هيءَ خاص نسبت جناب حضرت سلمان[٢٩] فارسي قَدَّسَ اللهُ سِرَّهٗ جي خدمت مان حاصل ٿي - حضرت سلمان فارسي رضي الله عنه جا اوصاف حميده حديثن جي ڪتابن مان معلوم ڪري سگهجن - ۽ سندن اعليٰ مرتبي ۽ خصوصيتن جي قطع نظر، هي حديث نفيس " سُلْمَانُ مِنَّا اَهْلَ الْبَيْتِ[١]" سندن شان ۾ زبان دُرَّ فشان (موتي ڇڻندڙ) خاتم الرسل صلي الله عليه وسلم مان آئي آهي - ۽ ڪين پنهنجي اهل بيتن جي ٽولي ۾ شمار ڪيو آهي، ڪافي آهي - حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي ڪمال محبت جو اندازو هن مان ڪري سگهجي - انهن جا فضائل ۽ مناقب تمام گهڻا آهن هنن کي هيءَ خاص نسبت حضرت خير البشر عليه الصلوٰة والسلام جي صحبت جي باوجود خليفه اول ۽ ٻيءَ مثل، نيڪن خواهه وڏن جو پيشوا " ثَانِيَ اثْنَيْنِ اِذْ هُمَا فِى الْغَارِ[٢]" سڏيرائيندڙ امير المؤمنين حضرت ابي بڪر[٣٠] الصديق رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عنه کان ملي سندن احوال جو ذرو به بيان ڪرڻ هن نادار ۽ ناتوان جي طاقت کان ٻاهر آهي ۽ ان مان جيڪي ڪجهه لکبو ته شرمندگي ٿيندي - قرآني آيتون ۽ نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم جن جون حديثون ان تي شاهد آهن، پوءِ مون ڪمزور کي ڪهڙي طاقت آهي؟ صرف هن حديث تي اڪتفا ڪجي ٿي - فِىْ نَوَادِرِ الْاُصُوْلِ وَالْمَكَاتِيْبِ الشَّرِيْفَةِ لِلْاِمَامِ الرَّبَّانِىْ قُدِّسَ سِرُّهٗ كُنْتُ

---

[١] سلمان اسان اهل بيت مان آهي- [٢] ٻن مان هڪ ٻيو جڏهن اُهي غار ۾ هوا-

اَنَا وَ اَبُوْبَكْرٍ كَفَرَسَيْ رِهَانٍ لَوْ سَبَقَنِيْ لَاٰمَنْتُ بِهٖ وَلٰكِنِّيْ سَبَقْتُهٗ فَاٰمَنَ بِيْ رَوَاهُ التِّرْمِذِيُّ ؎١
هن معنيٰ ۾ هڪ سگهڙ فرمايو آهي.

مان ۽ صديق ٻئي شهسوار ان — ٻميدان نبوّت هُئاسون اسپ تازان ؎٢
هليا گهوڙا ٻئي گوش باگوش — نه ڪيو گهوڙي سندم اڳيان گوش
نگين انبياءَ مَنْ ربوده م — لوائے صدق را ابروی سپردم ؎٣

رضي الله سبحانهٗ وتعاليٰ عنه. انهن (٣٠) کي هيءَ خاص الخاص نسبت حضرت خواجهٔ ڪائنات، مفخر موجودات، رحمة العالمين، شفيع المذنبين، حبيب ربّ العالمين، خلاصهٔ موجودات، اشرف المخلوقات، سيد السادات، وافضل البريات آدم ومن دونه تحت لوائه ورب العالمين في ثنائه المقصد الاصلي من الموجودات ذاته الشريفة والمطلب العاليٰ من الڪائنات صفاته المنيفة وسيلة العالمين وملاذ المذنبين وشفيع العاصين گنهگارن محتاجن جي اميدگاه حضرت رسول اڪرم مڪرم رسول الله محمّد (٣١) ن المصطفيٰ المڪي المدني العربي القرشي الهاشمي الابطحي صلي الله عليه وعليٰ اٰله واصحابه وبارڪ وسلم کان حاصل ٿي. استخاثه ۾ مدح جا چند بيت عرض رکجن ٿا.

يَا حَبِيْبَ الْاِلٰهِ خُذْ بِيَدِيْ — مَالِعَجْزِيْ سِوَاكَ مُسْتَنِدِيْ ؎٣
كُنْ رَحِيْمًا لِذِلَّتِيْ وَاشْفَعْ — يَا شَفِيْعَ الْوَرٰى اِلَى الصَّمَدِيْ ؎٤
اِعْتِصَامِيْ سِوٰى جَنَابِكَ لِيْ — لَيْسَ يَا سَيِّدِيْ اِلَى الْاَحَدِيْ ؎٥
غَيْرَ عُرْوَاكَ لَيْسَ فِي الدَّارَيْنِ — لِلْعَلِيْلِ الذَّلِيْلِ مُعْتَمَدِيْ ؎٦
صَلَوَاتِيْ عَلَيْكَ فِي الْمَدْوَيْنِ — كَانَ مُتَجَاوِزًا عَنِ الْعَدَدِ ؎٧
وَعَلَى الصَّحْبِ كُلِّهِمْ اَجْمَعْ — هُمْ نُجُوْمُ الْهُدَاةِ وَالرُّشْدِ ؎٨
وَعَلَى التَّابِعِيْنَ هُمْ كَانُوْا — لِخِيَامِ السَّدَادِ كَالْوَتَدِ ؎٩

---

؎١ نوادر الاصول ۽ مڪتوبات شريف حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قدس سرهٗ جي ۾ آهي مان ۽ ابوبڪر بن گهوڙ دوڙ نه ڙن وانگر هواسون. جيڪڏهن مونکان اڳرائي ڪري ها ته البت مان ان تي ايمان آڻيان ها پر مان انکان اڳرائي ڪئي پوءِ مون تي ايمان آندائين. هن حديث کي ترمذي روايت ڪيو آهي.
؎٢ مهر نبوّت جي مون حاصل ڪئي ∴ سچائي جو جهنڊو ان جي حوالي ڪيو مون.
؎٣ اي الله جا محبوب منهنجو هٿ وٺ ∴ مون عاجز لاءِ توکان سواءِ ڪا به جاءِ پناه جي نه آهي.
؎٤ تون منهنجي خواري وقت رحم ڪندڙ ۽ شفاعت ڪندڙ هجو ∴ اي شفاعت ڪندڙ مخلوقات جا منهنجو مولا ڏي نياز ڏاهن
؎٥ منهنجي لاءِ تنهنجي درگاه کان سواءِ منهنجو چنبڙڻ ∴ اي منهنجا سردار ڪنهن ٻئي ڪنهن کي ڏاهن نه آهي باقي ص٣١

شفيع سرور شاهه غلام خاص رباني — ٿيو چهري کان تو عالم نون آن محبوب سبحاني
سرو حدگان نازک جسم جا هو مجازي رشتن — موتي معراج تان پهتو متي لامکان آساني
مثل آئينو دل ان جي سچائي سان تهارا نيم — پسائي او خدا تو کي سواءِ کنهن طور امکاني
هجا جهنيل ان سان شل جو نجا انجي آسان جانان — نتو جاڻي حقيقت پيو مگر هڪ ذات يزداني
وجود پاک سندن نقطه، کهڙو نقطو نقطه مرکز — طرف ان جي اچي تو متان کان فيض رحماني
سندن نازک جسم آيو تصور حق ڀنجي — ٿيو ظهور جسماني منجهه جسم انساني
کنان شرک و بدعت آهه بالا تر اهو دلبر — کٿي نشر و بدعت کٿي محبوب صمداني
کيو يوم محشر آ، خدا مقرر انهن جي لاءِ — نه جيئن تو بيکاري مخلوق کي سندن عزت ثاني
ٿيو جنت ۽ جهنم آ سندن دوست دشمن لئي — سمجهن من اهو مخلوق، قدر محبوب رباني
خدا خود جنهن هين مداح ٿيو ته هو آ ٿيو محمد — ثنا حق کري پوري ٻنيا احمد اگر جاڻين
تو ثنا ان جي اگر چاهين اهار آن حق مان ڳول — تو ثنا حق اگر ڳولين، کنان احمد سک ثنا خواني
کرڻ تعريف تنهنجي کان زبان ٿي مگر قاصر — خدا ايا ڏي محبت مون ٿي موت جي آساني

---

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ اَفْضَلَ صَلَوَاتِكَ عَدَدَ مَخْلُوْمَاتِكَ وَمِدَادَ كَلِمَاتِكَ عَلٰى
اَشْرَفِ مَخْلُوْقَاتِكَ سَيِّدِنَا وَمَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ، جو هيءَ نسبت سلسله عليه، جليله، رفيعه، حضرات طيفوريه، نقشبنديه، مجدديه معصوميه، صبغتيه، صفويه ۽ قيوميه، ان طرح برکت وارن عظيم ذريعن ۽ وسيلن سان جناب حضرت خاتم النبوة عليه وعلىٰ آله من الصلوات افضلها ومن التسليمات اکملها تائين پهچي ٿي - هن درگاهه جا مريد ۽ بهار بيار اگر گناهن جي درياءَ ۾ ٻڏل به هوندا ته به اميد آهي ته رب العزت جي مهرباني ۽ سان انشاء الله تعالىٰ هن عظيم وسيلن جي سبب جو انهن مان هرهڪ درگاهه جو خاص مقرب آهي، ضرور پار پوندا ۽ کڏهين به انهن جي دعا ضايع نه ٿيندي - اَللّٰهُمَّ ارْزُقْنَا اِتِّبَاعَ طَرِيْقَتِهِمْ وَاَمِتْنَا عَلٰى حُبِّهِمْ فَاِنَّ الْمَرْءَ مَعَ مَنْ اَحَبَّ يَوْمَ الْقِيَامَةِ

---

(آڳئين صفحي تان آيل) لاه تنهنجي بخشش کانسواءِ نه آهي ٻنهي جهانن ۾ واسطي ٻيهار ۽ خوار جي پير وسو منهنجو - ته دعا تون منهنجون توني هجن رات ۽ ڏينهن ۾ هميشه اکيون کان ٻار ٻار گهٽيون)
ٿه ۽ سيني اصحابن ٿي، اهو تارا هدايت ۽ وات ڏيکارڻ لاءِ آهن -
ته ۽ سيني تابعين ٿي جيکي هدايت جي تنبن لاءِ کڻن وانگر هوا -

وَاغْفِرْ لِيْ وَلِمَنْ قَالَ آمين ـله

منجهه بيان شجره متبرڪه جي جو نالا انهن حضرات جا نظم جي طريقي سان منسلڪ ٿيل آهن ـ سڀني فائدن مان اوّل ۽ اوليٰ هي ته هر مقصد جي ڪلڻ لاءِ مجرّب آهي ـ حضرت صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ حاجت مندن کي صبح ۽ شام ۾ هن شجره کي پڙهڻ جو امر فرمائيندا هوا ـ اهو شجره هي آهي

احمدؐ و صدّيقؓ و سلمانؓ قاسمؒ ۽ جعفرؒ آهه
بايزيدؒ و بوالحسنؒ ڪانؒ بوعليؒ تاجِ سر آهه

يوسفؒ آهه ۽ غجدوانيؒ عارفؒ و محمود بڙ
ڪانؒ عليؒ راميتني سماسؒ شمس خاور آهه

سيّد مير ڪلال آهي ۽ بهاء الدين ولي
خواجه يعقوبؒ ۽ عبيد الله بفضل داور آهه

زاهد ۽ درويش خواجه امڪنه باقيؒ بحق
احمدؒ و معصومؒ گنج ۽ صبغة الله گوهر آهه

ڪانؒ امام العارفين معصومؒ ثاني ظاهر ٿيو
شاه غلام محمد مثل ابراء ۽ شهد صوفي مزاگوهر آهه

آهه فضل الله روشن ڪان شجاع ان جي نور
حضرت شيخ عبد قيّوم آفتاب انور آهه

آفتاب شرع احمدؐ حق جو پيارو اسا نهوينڊو
حضرت شهه عبد الرّحمٰن مثل موتي منوّر آهه

درد ذڪر نالن انهن جو پڙهه پيو هر زمان
مهرباني رَبّ سندي تو سان ادا يادر آهه

پڙهه شجره متبرڪهه فرمايل حضرت عبد الباقي ڪابلي قُدِّسَ سِرُّهٗ جو دني مناجات جي صورت ۾

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

واسطي احمدؐ و صدّيقؓ و سلمانؓ يارب
قاسمؒ و جعفرؒ ۽ اهو شاهِ شاهان يارب

بايزيدؒ اهو جو هو شاهِ خوبان يارب
واسطي بوالحسنؒ جو آمعدن احسان يارب

بحرمت خواجه يوسفؒ شاهِ خوبان يارب
غجدوانيؒ هو جيڪو شمس تابان يارب

بحرمت عارفؒ و محمود سخندان يارب
بحق خواجه عليؒ باد شاهِ زمان يارب

واسطي خواجه سماس خوش الحان يارب
بحرمت سائين مير ڪلال ماه تابان يارب

تو به ڪيم ڪان گناهن تو به منهنجي ٿئي قبول
فضل ۽ ڪرم سائينهنجي ۽ بحق رسول

يا الله واسطي خواجه بهاء الحق و دين
صدقي خواجه يعقوبؒ شهِ ملڪ يقين

چهرهٔ عبيد ڪان روشن ٿي سڀ روءِ زمين
بحرمت حضرت درويش علي هادي و دين

ـله اي منهنجا الله انهن (اولياءن) جي طريقي جي تابعداري نصيب ڪر ۽ اسان کي انهن جي محبت ۾ مار يو ۽ تحقيق ته سر قيامت جي ڏينهن ان شاگرد هو ندو جنهن شاد سان محبت رکي آئين ۽ مون کي بخش ۽ ان شخص کي به بخش جنهن چيو آمين آمين ـ

خواجه ڳاهڻ جو هئو سردار اصحابين — خواجه امڪنه جو آهي باني شرع متين
اهل دل جو دم بدم آ خواجه باقي معين — بحرمت مجدد جنهن کان جهان ٿيو خلد برين
بحرمت حضرت معصوم بطاعات زرين — جو ڪجهه ٿيو مون کان صادر يا الله قبل ازين
توبه ڪيم ڪان گناهن توبه منهنجي ڪر قبول — فضل ۽ ڪرم ساڻ پنهنجي ۽ بحق رسول
سرور اهل جهان حضرت تنيو م زمان — عارفن جو امام معدن جود و احسان
شاه معصوم ولي گوهر بحر جاڻ — واسطو انهن بزرگن جي جنهن کان ٿي دنيا باغ جنان
نائب احمد، سند و محمود شه ڪون و مڪان — چشمهٔ فيض و ڪرامت ۽ ولي سبحان
باني شرع متين ڪنيد تهڪفر طغيان — منهنجو مرشد والد منهنجو حضرت قيوم جهان
نسل روح پاڪ سندن هجي گهڻين باغ وجدان — توڙي جان دل منا خطائون توڙي لکل ۽ عيان
توبه ڪيم ڪان گناهن توبه منهنجي ڪر قبول — فضل ۽ ڪرم ساڻ پنهنجي ۽ بحق رسول

---

## پڙ شجره مبارڪ آخوند امير علي هالائي جو غوث الزمان حضرت خواجه قنذار د حضرت شاه عبدالقيوم قدس سره جي تاريخ ۾ زمايل

سبحان الله واسطي ايجاد خلق — احمدؐ آيو ڪاڻ نوء آباد خلق
صديقؓ کي سچائي ڏني ان راهبر — حق باطل ۾ فرق ڪيو عالم عمرؓ
عثمانؓ ٿيو روشن مگر سا انجي نور — ذات ان ڪان ڏس عليؓ ڪرم شير منجهه حضور
سلمانؓ کي مليو ان کان آثار بقا — قاسمؓ کي آن کان سريو سرور و اتقا
جعفرؓ انکان مجمع البحرين ٿيو — بايزيدؓ انکان شاه دين ٿيو
انجي نور حسن مان ٿيو بوالحسنؓ — ٿيو بو عليؓ کان نور انجي لمعه زن
يوسفؓ از مصر هوايش رشد عزيز — عبد خالقؓ را بنا عشقش پر تميز
راه عرفان مان ٿيو عارفؓ ولي — ظاهر ٿيو ڪان نور انجي محمودؓ جلي
علم انجي جو عالم آ عليؓ راميتني — بااحد سماسؓ ٿيو منجهه وحدت غني
منجهه حقيقت مستغرق آ امير ڪلالؓ — ڪان نور انجي آ ٿيو بهاءالدينؓ ڪمال
ياد انجي لاء يعقوب جرخ آ ڪحل البصر — عين اسرار انجو آ ه عبيدالله حر
اسرار معني ڪان آ ان زاهد يجو شر — منجهه دل درويش ان ڪان آ الا خروش

اتحاد انجو حاصل ڪيو خواجه امڪنڪي — بالله باقي آڻيو افتخار اندر زمنه
مرد مجدد احمد ثاني پڻ آهه او — معتصم معصوم سبحاني پڻ آهه او
ماهر انجو صبغة الله آهه مجيب — رشڪ اسماعيل عشق انجو آهه مطيب
شاهه معصوم پيتو انجي مئي جو جام — اهو محمد دل وڃائڻ ٿيو غلام
تير انجي جو نشانو صرف صفي الله ٿيو — ان موتيءَ جي صدف فضل الله ٿيو
نور باقيءَ کنان ٿيو عبد قيوم — فيض انجي کان ڪمالات مليو هجوم
هر مصراع کي اندر حساب — گڏ اي مضطرب بي اضطراب
تا نڪ ظاهر ٿئي عددن انجيمان — سال رحلت حضرت غوث الزمان
ان جي مرقد جي مٽيءَ کي اي خدا — تا سدائين لاءِ سرمهٔ چشم بناءِ

---

هيو "شجره خالديه" آهي جيڪو انشاء الله تعالیٰ فصل ٽئين ۾ جيڪو حضرت صاحب جي ورد وظيفن بابت آهي پوري طرح ذڪر ٿيندو. جيتوڻيڪ هن باب ۾ گهڻا نظم جيڪي مخلصن ۽ مريدن کان پهتل آهن، جن جي لکڻ سان ڪتاب جي ضخامت (وڌي ٿيڻ) جو انديشو هوا نڪري هن ٽن چئن نظمن تي اڪتفا ڪئي وئي وَفِيْهِ الْكِفَايَةُ

مقدمه کي ٽئين فائده جي بيان ڪرڻ تي پورو ڪيون ٿا - حضرت امام رباني محبوب سبحاني قُدِّسَ سِرُّهٗ جي وڏن جو ملڪ بخارا ۽ ڪابل مان چڏي هندستان اچڻ جو بيان لکون ٿا - حضرت صاحب جن جي تقرير ۽ عمدة المقامات وغيره مان نقل ڪيون ٿا - ليڪون الناظر فيها على خبرة منها -

مخفي نرهي (معلوم هجي) ته حضرت مجدد الف ثاني رضي الله تعالیٰ عنه جي وڏن ڏاڏن مان جناب حضرت عبدالله بن عمر رضي الله تعالیٰ عنهما کان پوءِ بزرگوار هڪ حضرت سلطان شهاب الدين علي - بيو حضرت امام رفيع الدين قُدِّسَ سِرُّهما اوليائن ڪاملن جي جماعت مان آهن -

حضرت سلطان شهاب الدين علي جنهن جو لقب "فرخ شاهه" آهي - اُهو تصوف سان منسلڪ ٿيڻ کان اڳ ڪابل جا حڪمران هئا - غزنوي بادشاهن کان اڳ يا غزنوي سلطنت جي زوال کان پوءِ اهي دري ڪابل جا حڪمران ٿيا - انهن سختيءَ سان ڪافرن سان جهاد ڪري

۽ بتن کي برباد ڪرڻ جو تهيو ڪري هندستان طرف گهڻا ڀيرا ڪفّارن جي جهاد ۽ بتن جي توهين واسطي تشريف فرمائيا آهن ۽ فتح ۽ ڪاميابي ۽ گهڻي مال غنيمت سان ڪابل موٽيا آهن - آخرڪار الاهي عنايت شامل حال ٿيڻ سان حڪمرانيءَ جي هوس هلي وئي - پنهنجي ذوق ۽ شوق کي دنيا کان ڦيرائي پنهنجي توجّه جو مرڪز حضرات چشتيه جي طريقي سان منسلڪ ڪيو ۽ ان اعليٰ طريقي جي وڏن وڏن بزرگن جي صحبت مان فيض ورتو ۽ اعليٰ رتبي کي پهتا ۽ انهن جي جاري ڪيل چشمه مان دنيا سيراب ٿي - انهن سلطنت کي ڇڏڻ کان پوءِ ڪابل جي جابلو حصه ۾ رهائش اختيار ڪيائون - پنهنجي حياتي کي خلق کي فيض ڏيڻ ۾ وقف ڪيائون رحلت بعد ساڳئي سرزمين ۾ ابدي آرام فرمايائون - اڄ اهو ڳوٺ "درهٔ فرخ شاه" جي نالي سان مشهور آهي - يُزَارُ وَيُتَبَرَّكُ بِقَبْرِهِ الشَّرِيْفِ -

حضرت امام رفيع الدين رحمة الله تعاليٰ حضرت مجدّد الف ثاني جن جا ڇهين نمبر تي ڏاڏا آهن - پاڻ ظاهري خواه باطني علمن ۾ جامع هوا - پاڻ حضرت سيّد جلال الدين رضي الله عنه، جنهن کي مخدوم جهانيان چوندا هئا - تن جي صحبت ۾ پنهنجي علم کي ڪمال تي رسايو - حضرت امام رفيع الدين سندن نياڻو امام ثاني ۽ انهن جو خليفو هو - ڳالهه ٿا ڪن ته جڏهن "مخدوم جهانيان" بخارا شهر کان ڪابل پهتا - حضرت امام رفيع الدين کي هندستان ڏانهن گڏ وٺي آيا - جڏهن پاڻ سرهند کان پنج - ڇهه ميل پري ڳوٺ برآس ۾ پهتا ته ان ڳوٺ جي ماڻهن عرض ڪيو ته جڏهن اوهان دهليءَ پهچو ته اتي جي بادشاه کي جو اوهان جو مريد آهي فرمائيندا ته سرهند جي جهنگ کي آباد شهر بنائين جو هيءُ جهنگل خوفناڪ ۽ جانورن، شينهن ۽ درندن جي رهڻ جي جاءِ آهي - ان سرزمين جي چوطرف رهندڙ ماڻهو شاهي ڍل ادا ڪرڻ لاءِ سامانه شهر ڏانهن گهڻو ڪري ڏاڍي مشڪل سان پهچندا پاڻ هي التجا قبول ڪيائون ۽ دارالخلافة طرف رخ ڪيائون - جڏهن دهليءَ کان ٻن منزلن جي پنڌ تي ڪنور (ڳوٺ جو نالو) وٽ پهتا - بادشاه فيروز شاه خلجي سندن استقبال ڪيو انهي ڳوٺ ۾ اچي سندن ملاقات جي شرف جي سعادت حاصل ڪئي - پاڻ برآس جي ڳوٺ جي ماڻهن جو سوال بادشاه کي پهچايو - بادشاه سندن فرموده کي پنهنجي سعادت ڄاڻي قبول ڪيو ۽ حڪم فرمايو ته ان سرزمين ۾ شهر تعمير ڪن - خواجه فتح الله، جو امام رفيع الدين جو ڀاءُ هو، بادشاه جي مقربن مان هو، مقرر ڪيو ويو ته هو ٻه هزار سوار وٺي ان سرزمين تي

پهچي ۽ ان ڪم کي پوري ڪرڻ لاءِ انتظام ڪري - خواجه فتح الله ايرڇ سان ئي قلعه جي
تعمير شروع ڪئي - روزانه وڏي ڪوشش سان جيڪو ٺهيو پئي رات جو اهو مياميت پئي ٿيو -
وري صبح جو تعمير شروع ٿي ڪيائون ته بد سنوارت جوا ها ملياميت ٿي پئي وڃي جڏهين
اها حقيقت بادشاهه اڳيان پيش ڪيائون ته بادشاهه ان جي علاج کي مخدوم جهانيان جي
حوالي ڪيو - حضرت مخدوم جهانيان حضرت امام رفيع الدين کي فرمايو ته توهان وڃي
هن حالت کي ڏسو - جڏهين ته اهو ٻيو پاءِ بادشاهه طرفان تعمير لاءِ مقرر ڪيل آهي اسان وري
پنهنجي طرفان اوهان کي مقرر ڪيون ٿا - پاڻ هڪ سرّ پنهنجي هٿن مبارڪن سان کڻي ڏنائون
۽ چيائون ته پنهنجي هٿ سان ان سر کي بنياد ۾ وجهن - جڏهين پاڻ پنهنجي مرشد جي
حڪم موجب سر زمين تي پهتا ۽ قلعه جي بنياد ۾ اها سر رکيائون پوءِ پنهنجو توجه حقيقت
معلوم ڪرڻ طرف ڏنائون - معلوم ڪيائون ته حضرت شيخ شرف الدين بوعلي قلندر قدس سره
کي اڻ ڄاڻائي سبب بيگر ۾ بادشاهه جي ماڻهن ورتو هوائون - جو ته ان بزرگ پاڻ کي لڪاري ڪيو
هو ۽ ڪير ڪنهن به نه سڃاتو - مگر باطني غيرت سبب قلعه جو بنياد ڊاهائون ٿي - حضرت
امام رفيع الدين شيخ مذڪور کي سڃاتائون - پنهنجي پاءِ جي ڏوه لاءِ معافي ورتائون حضرت
شيخ شرف الدين بوعلي قلندر فرمايو ته رفيع الدين تنهنجي خاطر هي شهر ڪجهه عرصي لاءِ
آباد رهندو ورنه قيامت تائين هن شهر کي آباد ڪرڻ نه ڇڏيان ها - جڏهن قلعو تعمير
ٿي ويو - بادشاهه فرمايو ته هي قلعه امام رفيع الدين جي تصرف سان آباد ٿيو آهي ان ڪري
پاڻ اتي سڪونت ڪن ۽ پيدائش ان جي پنهنجي فقيرن تي خرچ ڪن انهي ڏينهن کان وٺي
اسلاف مجدديه انهي شهر سرهند ۾ سڪونت اختيار ڪئي - پاڻ پنهنجي زندگي اتي گذاري ۽
رحلت کان پوءِ سندن مزار مبارڪ ان شهر کان ٻاهر تعمير ڪيائون - ڪيترا ماڻهو
شهر مان اچي هن شهر ۾ رهيا - جيڪي پوءِ نسل به نسل حضرت مجدد الف ثانيؒ جي
وقت تائين اتي رهيا - وَالْعِلْمُ عِنْدَ عَلَّامِ الْغُيُوْبِ -

هن حڪايت تي مقدمه کي ختم ڪري ڪتاب جي مقصد ڏانهن شروعات ڪجي ٿي -
وَهُوَ الْمُوَفِّقُ لِلسَّدَادِ -

# فصل پهريون

## منجهه بيان بعض پسنديده عقيدن ۽ پڪن عادتن حضرت صاحبن جي ۽ ڪجهه بيان اخلاقي فضيلتن جي جيڪي حق سبحانه وتعالىٰ پنهنجي نوازش سان عطا ڪري حضرت صاحبن کي ممتاز بنايو

حضرت صاحبن جو پسنديده عقيدو مختلف مسئلن ۾ اهلسنّت والجماعت جي درست راءِ مطابق هوندو هو. علماءِ اشعري ۽ ماتريدي جي وچ مختلف مسئلن ۾ حضرت صاحبن حضرات متقدمين (اڳين) جي موافق جماعت متبرڪه ماتريديه جي انوار هدايت مان فائدو وٺندا رهيا. حضرت صاحبن جو پاڪ طريقو حضرت خير البشر عليه الصلوٰة الله الملڪ الاڪبر جي سنّت جي پيروي ۽ شريعت پاڪ جي تابعداري هو. شريعت جي مخالفت کي وڏي برابر گناه عظيم ڄاڻندا هوا ۽ حضرت الاهي جلّ شانه جي خوشنودي ۽ رضا حضرت رسالت پناه صلي الله عليه وسلم جي محبت ۽ اتباعِ شريعت ۾ ڄاڻندا هئا ۽ سعدي شيرازيؒ جي قول کي تمام گهڻو پڙهندا هئا ـــ

محال آهي، سعدي جو راهِ صفا    تيءَ حاصل سوا درِ مصطفىٰ

ٿوري کان ٿوري بدعت کان پڻ پاسو ڪندا هئا ايتري قدر جو جائز ڪم مثلاً لٽو ڪپڙو، رهائش ۽ کاڌو پيتو، جو وقت جي ماڻهن جو رواج هو ۽ سلف صالحين جي عادتن جي خلاف هو انکي به پسند نه ڪندا هوا ۽ اڪثر متقدمين ۽ سلف صالحين جي طريقي جي پيروي ڪندا هئا. جهڙيطرح سندن پڪن عادتن جي بيان ۾ واضح ٿيندو.

فقه جي فروعي مسئلن ۾ پاڻ امام همام، صوفي، صافي، سراج الامة حضرت امامِ اعظم ابو حنيفة ڪوفي رضي الله تعالىٰ عنه جي پيروي ۽ تقليد ڪندا هئا ۽ مفتين جي قول کان وار برابر به منهن نه موڙيندا هئا. ان جي باوجود مذهبي تعصّب کي ڪنهن به دل ۾ جاءِ نه ڏيندا هئا. ٻين مذهبن جي عزّت ۽ احترام به حدِ ڪمال ڪندا هئا. مجتهدن جي پاڪ نالن کي ادب ۽ احترام سان وٺندا هئا. چئني مذهبن کي برحق ڄاڻندا هئا پر مذهب امام عظيم الشان ابو حنيفه کي افضل ۽ اولىٰ ڄاڻندا هوا ۽ فرمائيندا هئا ـ

وَكُلُّهُمْ مِنْ رَسُوْلِ اللهِ مُقْتَبِسٌ    غَرْفًا مِنَ الْبَحْرِ اَوْ رَشْفًا مِنَ الدِّيَمِ له

پيرن فرمائيندا هئا اَلْمُجْتَهِدُ يُخْطِئُ وَيُصِيْبُ - خطا ڪرڻ جي حالت ۾ هو ماجور آهي - متين بيان ڪيلن مان هر هڪ جي ثنا ڪندا هئا - خاص طرح زهد پرهيزگاري ۽ تقويٰ ۾ حضرت امام احمد بن حنبلؒ جون عجيب وغريب ڳالهيون بيان ڪندا هئا ۽ ڪن جاين تي ڪو لفظ ظاهر حديث شريف جو فتويٰ جي مخالف ڏٺو ته انهن تي عمل ۽ فتويٰ مذهب جي حڪم تي فرمائيندا هوا ۽ بيان فرمائيندا هوا ته احوال ۽ حالات آن سرور عليه الصلوٰة والسلام ۽ حديث صحيح، ضعيف، ناسخ، منسوخ، مؤل، محڪم، مقدم ۽ مؤخر کي مجتهد حضرات بهتر ڄاڻن ٿا - ۽ حديثن جي بيان ٿيڻ جون جايون ۽ اسباب مجتهدن جي پوري علم ۽ پوري تقويٰ ۽ ديجهڙائي زماني جي سبب راوين جي صحت ۽ ضعف انهن حضرتن اڳيان نيڪ روشن آهي - شال الله تعاليٰ انهن کي چڱي جزا ڏئي - سخت ڪوشش ڪري حديثن جا قسم ۽ انهن جا راوي ۽ اهي واقعات جنهن ڪري حديثن جو اندراج ٿيو ۽ اُهي حديثون جيڪي مختلف حڪمن تحت داخل ٿيون انهن سڀني کي هڪ هنڌ گڏ ڪري خدا جي فضل سان خالص ۽ لباب دانن جي ڇوڙن کي (ڪان (ضعيف حديثن کان) پاڪ ڪيو آهي ۽ اسان عاجزن لاءِ جيڪو دور افتادگيءَ جي داغ سان نشان ڪيل آهيون ۽ حديثن جي قسمن جي صفائي ڪرڻ کان قاصر آهيون صراط مستقيم کي آسان بنائي ان بار گران کي پاڻ تي رکيو اٿن - فَجَزَاهُمُ اللهُ تَعَالٰى عَنَّا وَعَنْ سَائِرِ الْمُقَلِّدِيْنَ اَحْسَنَ الْجَزَاءِ - ۽ فرمائيندا هئا ته انهن جي زهد، پرهيزگاري ۽ تقويٰ ڏي ڏسڻ گهرجي ۽ علم جي گهڻائي ۽ قوت پرورڻ جي ۽ انهن حضراتن جي استنباط جزئيات کي مطالع ڪرڻ گهرجي - اهي پاڪ فضائل ۽ پسنديده اوصاف جيڪي انهن حضراتن کي فيض جي چشمي مان عطا ٿيا ظاهرً اخواه باطنًا فيضياب ٿي پيا آهن - سيائي کي هن رسو سر کي دل ۾ جاءِ نه ڏيڻ گهرجي ته انهن حق کي ڏسندي شيطاني گمراهي ۽ نفساني خواهش باعث انڪان چشم پوشي ڪري ۽ تجاوز ڪري پنهنجي راءِ کي حديث نبوي صلي الله عليه وآله وسلم جي مٿئون مقدم رکيو آهي - حاشا وڪلا ظن سوءِ (پناه، پناه پچڙي گمان کان) انهي تي اڪابرن دين جن مان هر هڪ شريعت جي رڪنن مان آهي ۽ شريعت جي ٿبا (ڪُڙتو) انهن چئن رڪنن تي برپا ۽ قائم آهي باعث خذلان، سوء اعتقاد ۽ تعطيل اصول دين مٿين آهي - نَجَّانَا اللهُ سُبْحَانَهٗ مِنْ هٰذَا الْبَلَاءِ الْعَظِيْمِ

---

آندل ص ٣٣ تان له ۽ سڀ اهي رسول الله صلي الله عليه وسلم کا علم حاصل ڪندڙ آهن جهڙيطرح دريا ۽ تالاب پاڻي جي پرسات ما ڪ پاڻي جو له مجتهد ڪندڙ هن خطا نوڪري ۽ ڪڏهن صواب ته شال انهن کي الله تعاليٰ اسانجي طرفان ۽ باقي مقلدن جي طرفان چڱي جزا ڏئي ته شال الله سبحانه وتعاليٰ اسان کي هن وڏي مصيبت مان ڇڏائي

حضرت امام ابوحنيفه رضي الله تعاليٰ عنه وعن سائر المجتهدين جي فڪر جي خوبي ۽ استنباط جي دقّت سبب گهڻن سمجهه وارا ماڻهو، ڪين ۽ سنڌ ن جماعت کي اصحاب الرأي ٺاهيون پا ڻ فرمائين ٿا ته إِذَا صَحَّ الْحَدِيْثُ فَهُوَ مَذْهَبِيْ[له] - پوءِ بين کي ڇا ٿو مڃي - وقت جا ظاهري عالم جيڪي بُعْد (پراهين) جي داغ سان نشان ڪيل آهن - شبهي وارن ڪمن ۾ مباح ۽ رخصت ڪيل ڪم ته پري بل قطعي حرام ڪيل ڪمن ۾ زياده ڪوشش ٿا ڪن - حديث جي ڪتابن مان ڪجهه سٽون مطالعه ڪري ان تي مغرور ٿي پاڻ کي مجتهد ٿا چوائن ۽ تقليد ۽ اِتّباع سراج الامة، امام ابوحنيفه ۽ امام شافعي رضي الله تعاليٰ عنهما ۽ تمام مجتهدن کان عار ٿا ڪن ۽ يقول هُمْ رِجَالٌ وَّ نَحْنُ رِجَالٌ جو سر ٿا آلاپن - اها خبر نٿا ڪن ته اگرچه بحڪم بشريت شريڪ پاڻي ۽ مٽي جي آهن - هاڻ ڇا نسبت خاڪ کي عالم پاڪ سان - ڇڱو چيو جيڪي شاعر چيا ٿين -

| | |
|---|---|
| ڪار پاڪن کي نه تون قياس گبر | اٿين آهي اهو نڪو ۾ جينئن شِيْرٌ شِيْرٌ |

اِنْتَهيٰ ڪَلَامُهٗ الشَّرِيْفُ

حضرت صاحب جن علماءِ ڪرام جي ڏاڍي عزّت ڪندا هئا ۽ طالب علمن کي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ گهڻي ترغيب فرمائيندا هئا - حضرت صاحب جن سادات ۽ اهل بيت حضور اڪرم عليه الصلوٰة والسلام جي تمام گهڻي عزّت ۽ تعظيم ڪندا هئا - عالمن جي عزّت ڪرڻ کي خدائي حق ڄاڻندا هئا ۽ تعظيم اهل بيت سڳورن جي کي رسول اڪرم صلي الله عليه وآله جو حق سمجهندا هئا، محبت اهل بيت ۽ حضرات ائمه اثنا عشريه (۱۲ امام پاڪ) رضوان الله عليهم اجمعين کي پنهنجي امن امان جو ذريعو تصوّر ڪندا هئا ۽ ڪين آخرت جي نجات جو سبب سمجهندا هئا ۽ حديث شريف ۾ آيل هيءُ بيان پڙهي ائيندا هئا ته اهلبيت آنحضرت عليه الصلوٰة والسلام حضرت نوح عليه الصلوٰة والسلام جي ٻيڙيءَ مثل آهن - هر اهو جوان ۾ سوار ٿيو ۽ دل ۾ انهن جي محبت کي جاءِ ڏني نجات پاتي ۽ جنهن مخالفت ڪئي ۽ سستي ڏيکاري برباد ٿيو - پاڻ قصيده مولانا احمد جامي قُدِّسَ سِرُّهٗ جو وقتي وقتي شوق سان پڙهندا هئا ۽ اهو هيءُ آهي -

| | |
|---|---|
| ڪان حُبّ حيدر جي، منهنجي دل صفا آهي | بعد حيدر حسنؓ امام و رهنما آهي |
| مثل ديوانه آبس در اگيان بوالحسنؓ | خاڪ نعلين حسينؓ ڪحل البصر سدا آهي |
| عابدينؓ تاج سر باقرؓ اکين جو نور آ | دين جعفرؓ برحق و مذهب موسيٰ رضا آهي |

---

[له] ترجمه:- جنهن وقت حديث صحيح ٿي پوءِ اهو مذهب منهنجو آهي - يعني مان پنهنجي مذهب جو بنياد صحيح حديث تي رکان ٿو ۽ نه ضعيف حديث تي ۱۲

مومنن جو پيشوا برحق امام آهي تقي رض — گر نقي رض سان محبت رکين منجهه مذهب وا آهي

اي موالي وصف سلطان خراسان به بڌ — خاڪ مرقد سندي درد مندن لئه شفا آهي

عسڪري رض نور اکڙين جو هئي ۽ هئي آهي — مثل مهدي رض نه ٻيو سپهه سالار اندر دنيا آهي [1]

شاعرن سون چانديءَ لاءِ چيا شعر آهن — احمد جامي غلام خاص شاهِ اوليا آهي

انهن حضرات جا اوصاف ۽ مناقب هميشه گهڻا بيان ڪندا هئا ۽ هرهڪ کي پنهنجي وقت جو قطب چاتندا هئا - حضرت صاحب اصحاب ڪرام رضي الله عنهم کي افضل الامة چاتندا هئا ۽ گهٽ مرتبه واري اصحابيءَ کي به ڪامل وليءَ کان وڌيڪ چاتندا هئا ۽ اصحابن جي فضيلت کي تابعين تي ترجيح ڏيندا هئا - اصحاب ڪرام جي اختلاف کي ديني مسائل ۾ نيڪ فال تصور ڪندا هئا ۽ انهن مان ڪنهن کي به نازيبا نسبت نه ڏيندا هئا - هرهڪ لاءِ فرمائيندا هئا - اَصْحَابِي كَالنُّجُوْمِ بِاَيِّهِمُ اقْتَدَيْتُمْ اِهْتَدَيْتُمْ [2] ۽ حضرت خير البشر جي صحبت ڪري ڪين مجتهد چاتندا هئا - اگر ڪنهن کان ڪا ظاهري خطا قبل هوندي ته انکي خطاءِ اجتهادي چاتندا هئا ۽ انهيءَ کي اميد رکيل ثواب جو فرمائيندا هئا - اهل سنت و جماعت جي عقيدي موجب ترتيب وار هڪ ٻئي تي فضيلت بيان ڪندا هئا ۽ چوندا هئا ته اول ۽ اعلا ۽ افضل سڀني اصحابن کان علي الاطلاق - افضل الناس بعد الانبياء رفيق رسول الله صلى الله عليه و آله وسلم في العسر واليسار و خليفته على التحقيق سيدنا ابي بكر ن الصديق رضي الله تعالىٰ عنه کي آهي - ان کان پوءِ افضليت ۽ اڪمليت ثابت آهي لِمَنْ عَزَّ اللهُ بِهِ الْاِسْلَامَ وَكَانَ رَأْيُهُ مُوَافِقًا لِّكِتَابِ النَّاطِقِ بِالصَّوَابِ اِمَامِ الْاَعْدَلِيْنَ وَاَمِيْرِ الْمُؤْمِنِيْنَ سَيِّدِنَا عُمَرَ بْنِ الْخَطَّابِ رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنْهُ [3] - ان کان بعد افضليت ثابت آهي لِمَنِ اسْتَحْيَتْ مِنْهُ مَلٰئِكَةُ الرَّحْمٰنِ جَامِعِ سُوَرِ الْقُرْاٰنِ اَمِيْرِ الْمُؤْمِنِيْنَ سَيِّدِنَا عُثْمَانَ بْنِ عَفَّانَ رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنْهُ ان کان پوءِ افضل حضرت جناب شَمْسُ الْمَشَارِقِ وَالْمَغَارِبِ مُظْهِرُ الْعَجَائِبِ وَالْغَرَائِبِ اَمِيْرُ الْمُؤْمِنِيْنَ سيدنا علي ابن اَبِي طَالِبٍ كَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ الشَّرِيْفَ وَرَضِيَ اللهُ عَنْهُ جي ثابت آهي -

---

[1] عسکری نور دو چشم عالم است و آدم است ؛ هیچو مهدی یک سپه سالار در عالم کجاست - شاعران از بهر سیم و زر سخنها گفته اند ؛ احمد جامی غلام خاص شاه اولیا است
امام عسڪري جهان جي اکين جو نور آهي ۽ حضرت آدم جو ... امام مهديءَ جهڙو جهان ۾ هڪ سپه سالار ڪٿي آهي ؛ شاعرن چانديءَ ۽ سون لاءِ سخن چيا آهن - احمد جامي خاص غلام شاه اولياء جو آهي -
[2] اصحابي ستارن وانگر آهن انهن مان جنهن جي پيروي ڪندءِ هدايت وارا ٿيندا
[3] نبين کان بعد ... پيو ماڻهن جو رفيق رسول الله صلى الله عليه جو ڏکيائيءَ ۽ سکيائيءَ ۾ ۽ خليفو رسول الله صلى الله عليه وسلم جو
[4] ان شخصيت جي واسطي جنهن سان الله تعالىٰ اسلام کي غالب ڪيو ۽ جنهن جو رايو ڪتاب الله ( جيڪو حق ۽ صواب کي بيان ڪندڙ آهي ) باقي ص ...

مختلف مسائل ۾ اصحاب ڪرام ۾ نزاع مثلاً اختلافِ حضرت امير معاويه رضي الله عنه جو حضرت امير المؤمنين علي ڪَرَّمَ الله وجهه سان، ان ۾ حق کي حضرت امير (علي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ) ڏانهن سمجهندا هئا ۽ ٻئي طرف کي مجتهد مخطي في الاجتهاد[1] ڄاڻندا هئا. يزيد کي مزيد عليه ما يستحقه جي باري ۾ خاموش هئا ۽ ان تي لعنت کي سٺو نه ڄاڻندا هئا ۽ لعنت ڪرڻ کان گهڻي قدر پاسو ڪندا هئا. ۽ فرمائيندا هئا ته برايون ۽ بدڪاريون جيڪي ان کان ظاهر ٿيون ۽ واقعا جيڪي هن ڪيا تن جي لاءِ هو هزار بار طعنن ۽ ملامتن جو حقدار آهي. مگر جيئن ته هو ڪلمه لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ جو چوندڙ آهي، ممڪن آهي ته هو پنهنجي برائين تي پشيمان ٿي توبه تائب ٿيو هجي، پوءِ بحڪم ڪريمه اِنَّ اللهَ لَا يَغْفِرُ اَنْ يُّشْرَكَ بِهٖ وَيَغْفِرُ مَا دُوْنَ ذٰلِكَ لِمَنْ يَّشَآءُ[2] ممڪن آهي ته ان جي توبه قبول ٿي هجي ته پوءِ اها لعنت واپس لعنت ڪندڙ تي اچي ٿي، حديث نفيس اَلْمُؤْمِنُ لَيْسَ بِلَعَّانٍ[3] جو ملاحظه ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن مڃيو وڃي ته اهو ڪفر تي مئو آهي، تڏهن هوندي به ڪافر تي لعنت ڪرڻ کهڙو ثواب ملندو. هر وقت ابوجهل ۽ ابولهب تي لعنت ڪرڻ مان توڙي اهي باليقين ڪفر تي مري ويا آهن، ڪو به فائدو حاصل نه ٿو ٿئي. پوءِ يزيد جي توبه نه قبول ٿيڻ جي صورت ۾ يزيد جي مٿان لعنت ڪرڻ ۾ ڪو به فائدو پيدا نه ٿو ٿئي. ڇاڪاڻ ته الله تعاليٰ جي وسيع رحمت سڀني ڪبيرن گناهن کي صغيرن گناهن جي رنگ ۾ آڻي بخشڻ جي خواهش ڪندڙ آهي. جيڪڏهن ڪبيرا گناهه بخشش جي اميدوار ڪيل نه هجن ته پوءِ اسان عاجزن جو ڇا حال ٿيندو جو اسان ته ڪبيرن ۽ صغيرن گناهن ۾ ٻڏا پيا آهيون! جيڪڏهن يزيد جو ڪبيره گناهه لعنت جي لائق آهي ته پوءِ ٻين جا ڪبيرا گناهه لعنت جي لائق ڇو نه ٿا ٿين ۽ اهل سنت وجماعت جو عقيدو آهي ته جيستائين ڪبيره گناهه ڪرڻ وارو ڪافر نه آهي پوءِ ڀلي ڪيترا سندس ڪبيره گناهه ايترا گهڻا هجن جو ٻئي جا نه هجن جيستائين هن کان استخفاف (ڪبيره گناهه کي هلڪو ڀائڻ) جي ڪري گناهه جو فعل نه ٿئي ۽ يزيد کان سندس بدڪارين جي معامله ۾ استخفاف جو ثبوت نٿو ملي. جيڪڏهن

---

اڳئين صفحي تان آيل: بـ شا موافق هوءِ امام عادل جو ۽ امير المؤمنين سيدنا عمر بن الخطاب رضي الله تعاليٰ عنه
[5] ان کان پوءِ افضليت ثابت آهي ان شخصيت جي لاءِ جنهن کان الله تعاليٰ جا ملائڪ حياءُ ٿا ڪن قرآن شريف جي سورتن جو گڏ ڪندڙ امير المؤمنين عثمان بن عفان رضي الله تعاليٰ عنه.
[6] ان کان پوءِ فضيلت جناب حضرت سڄي جهان جو عجائب ۽ غرائب جو مظهر امير المؤمنين سيدنا علي ابن ابي طالب ڪَرَّمَ الله تعاليٰ وَجْهَهُ الشريف ۽ رضي الله عنه جي ثابت آهي. [1] اجتهاد ۾ خطا ڪندڙ.
[2] بيشڪ الله هيءُ (ڏوهه) نه بخشيندو جو ڪنهن کي به شريڪ ڪيو وڃي ۽ ان کان سواءِ ٻيا (ڏوهه) جنهن کي وڻيس تنهن کي بخشيندو. [3] مؤمن ڪنهن ٻئي تي لعنت ڪندڙ نه هوندو آهي.

بعض روايتن جي مفهوم موجب گناھ ڪبيره کي هلڪو پائڻ سبب ڪفر جو آهي - هڪڙي وقت يزيد لاءِ گناھ ٿيڻ ۽ ٻئي وقت سندس موٽڻ يعني توبه ڪرڻ غالب آهي، ڇوته مسلمان هو - والعلم عند سبحانه وتعاليٰ - بهر حال سڀ ڪم الله تعاليٰ جَلَّ شَانُهٗ جي حوالي ڪرڻ ۾ سلامتي آهي ۽ خاموشي پڻ ۽ بهتر جو نڪارو ڏيندڙ آهي - ڇڱو چيو جنهن چيو -

ڏيئي ڏمڪي ڪٿي ڪو ڇڪي تيغ حڪم ‏ ‏ رهي ٿو مقرب ملائڪ صم بڪم
اگر جي ملي هڪ دفعه دعوت ڪرم ‏ ‏ ڇوي ٿو عزازيل نصيبي برم انتهيٰ بالمعنيٰ

حضرت صاحبجن اولياء ڪرام قَدَّسَ اللهُ اَرْوَاحَهُمْ جي ڪرامتن ۽ پاڪ عادتن کي ڏسندا هئا ۽ ڪنهن تي به اعتراض نه ڪندا هئا جيستائين شريعت پاڪ جي خلاف انکان ڪجهه ظاهر ٿئي - اگر ڪن معروف اوليائن جو ڪو نڪتو شريعت خلاف ڪن ڪتاب ۾ ڏسڻ ۾ آيو ته انجي سهڻي تاويل ڪندا هئا ۽ ڪين مستيءَ جي عالم ۾ سمجهي معذور جاڻندا هئا -

حضرت محبوب سبحاني پير پيران دستگيري ڪسان حضرت پير صاحب کي ملقب به سيد الجن والانس جو ته هئا ۽ پنهنجو مرشد سڏيندا هئا ۽ اولياءِ ڪرام رضي الله عنهم جي زيارت لاءِ پري پري ويندا هئا - ياد اٿم ته حضرت صاحب جن سنه ١٢٩٠ھ ملڪ قنڌار مان روانا ٿيا ۽ سنڌ ملڪ ڏانهن سفر ڪيائون - سندن مصمم ارادو، حضرت شيخ معين الدين چشتي قَدَّسَ اللهُ سِرَّهٗ جي زيارت جو هو، جنهن جو روضه مبارڪ اجمير ۾ مشهور آهي - پاڻ چند سائين ۽ مخلصن سان عمرڪوٽ جي رستي کان هندستان جي رڻ پٽن مان گهڻي تڪليف ۽ خرچ سان جوڌپور پهتا جتان اجمير شريف روانا ٿيا - ڪجهه ڏينهن اتي (اجمير ۾) ترسڻ بعد واپس وري ساڳئي طرح عمرڪوٽ پهتا - اها اچ وڃ اندازاً اڍايهه ڏينهن رهي - بنده راقم جنهن جي ان وقت عمر ١٢ سال هئي ان سفر ۾ پاڻ سان ڪنيان ٿون - متبرڪ زيارتن بعد سرهند شريف مان به دفعه دهلي جي زيارتن لاءِ روانا ٿيا هئا - خراسان جتي سندن سڪونت هئي ان جي ويجهو خواه پري جي اولياء الله هئا تن جي زيارت لاءِ ويندا هئا - غزني جا جيڪي اولياءُ هئا تن جي زيارت لاءِ ويندا هئا - هرآن جي اوليائن جي زيارت جو شوق بيحد هون - ميتن جي پس غائبانه خيرخيرات ڏيڻ ۽ قرآن شريف جي ختمن جو ثواب بخشڻ سندن معمول هو - اولياء ڪرام جن جا عرس مبارڪ ڪندا هئا مدينه مطهره علي صاحبها الف الف صلوٰة وتسليم وتحية جي سڪونت وقت اتي جا آثار، مثلاً، مسجد قباءِ زيارت سيد الشهداء حضرت امير حمزه رضي الله عنه

تڏسڻ لاءِ تمام گهڻو ويندا هئا - حضرت صاحب جن پاڻ کي حقير ۽ ناقص ڄاڻندا هئا ۽ پنهنجي عملن کي انتهائي گهٽ ڄاڻندا هئا ۽ خوفِ خدا کان رات ڏينهن ڊڄندا ۽ ڏڪندا رهندا هئا -

حضرت صاحب جن ناجنس ماڻهن جي صحبت کان خاص طرح اهل هوا ۽ مختلف مذاهب باطل مثلاً وهابي، شيعه ۽ معتزله وغيره ذالڪ من اصناف اهل البدع گهڻي منع فرمائيندا هئا ۽ هن ميل جول ۽ صحبت کي زهر قاتل فرمائيندا هئا ۽ چوندا هئا ته

پيرمي فروش جي بهترين نصيحت هي آ　　نامصاحب ناجنس کان پاسو ڪريو

اهڙيءَ طرح بي دين ماڻهن جي صحبت کان جيڪي شريعت شريف کي گهٽ وڌ چون ٿا، مڪمل منع فرمائيندا هئا ۽ سخت تاڪيد ۽ روڪ ڪندا هئا -

حضرت صاحب کي وقت جي حاڪمن جي صحبت کان مڪمل نفرت هئي - جڏهين پاڻ قنڌار ۾ قيام پذير هئا ته وقت جا بادشاه، مسلمان ۽ معتقد طريقهٔ مبارڪه جا هئا - ڪڏهن ڪڏهين انهن جي مجلس ۾ تشريف فرمائيندا هئا اِلَّا مَرَّةً اَوْ مَرَّتَيْنِ فِيْ جَمِيْعِ عُمْرِهٖ بِضَرُوْرَةٍ لَا يَجِدُ عَنْهَا بُدًّا - جيڪڏهين انهن مان سندن خدمت ۾ ايندا هو ته لاچار ضرورت مطابق ان سان ملندا هئا -

حضرت صاحب جن مهمانن جي تعظيم ۽ توقير لاءِ تمام گهڻي ڪوشش ڪندا هئا ۽ پاڻ انتهائي ضعف جي باوجود به مهمانن جي خدمت ۾ رهندا هئا ۽ ڪڏهين به مهمانن جو اجتماع پاڻ تي بارِ گران نه پائيندا هئا - ڪڏهين ڪڏهين مهمان اهڙي وقت پهچندا هئا جو ڪاڌو پين ۾ ورهائجي ويندو هو، پوءِ جيڪو ڪجهه ڪاڌي مان پنهنجي لاءِ رکندا هئا اهو مهمانن اڳيان حاضر ڪندا هئا ۽ پاڻ ڪنهن هلڪي ڪاڌي جي شيءِ تي اڪتفا ڪندا هئا ۽ هر هڪ جي مهمانداريءَ جو حق پنهنجي فقيري حال مطابق واجب ڄاڻي پورو ڪندا هئا - حضرت صاحب جن ڪتابن جي گڏ ڪرڻ ۾ حتي الوسيع ڪوشان هوندا هئا جنهن وقت به ڪو وڪري جو ڪتاب ته سندا هئا حتي الامڪان ان جي خريد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا جيتوڻيڪ اهڙو نسخه سندن ذاتي ڪتبخاني ۾ هوندو به هو ته به صحيح ڪندا هئا ۽ پنهنجي والد ماجد جي قول مطابق نقل ڪندا هئا ته جيڪڏهن ڪو صحيح نسخو ڪتاب جو هٿ اچي ته ان کي ڇڏڻ نه گهرجي - ڪتابن جا نادر نسخا پنهنجي ڪتب خاني ۾ گڏ ڪندا رهندا هئا -

هڪ ڏينهن نقل ٿي فرمايائون ته زيارت حرمين الشريفين جي ٽئين سفر کان مشرف ٿيو هوس اندازاً اٺ سو ريال يا ڪجهه گهٽ وڌ موٽڻ جو راهه خرچ موجود هو - ٽي چار رفيق گڏ هئا جن جو جملو خرچ مون تي هو - جڏهين باب السلام مڪه معظمه زادها الله شرفاً وعظمة جيڪو ڪتابن جو مرڪز آهي اتي پهتا سين ته شيخ يماني جيڪو مشهور ڪتب فروش آهي ان جي دڪان تي ڏٺم ۽ عجيب ۽ نادر ڪتاب مصري ڇاپي هيٺ آيل ڏٺم - بي اختيار ٿي جيڪي پيسا رکيا هوا مون ڪتابن جي قيمت ڏيڻ ۾ خرچ ڪري ڇڏيم - پر ٻه صندوقون ڀريون - رفيقن حجاز جي سفر جي سختيءَ جي مد نظر پيسن خرچ ڪرڻ کان منع ڪئي ۽ پڇيائون ته اڃا مدينه مطهره علیٰ ساکنها الصلوٰة والتسليمات جو سفر درپيش آهي - جيئن ته اوهان راهه خرچ ڪيائي ڇڏيو هاڻي اسان ڇا ڪنداسين؟ رفيقن کان معافي ورتم ۽ چيم ته نادر ڪتاب ڏٺم ۽ بي اختيار ٿي خريد ڪيم - الله تعالیٰ اسان سڀني لاءِ ڪافي آهي - ۽ انشاء الله چڱي نموني سان ٿيندو الله تعالیٰ پنهنجي فضل سان اهڙي غيبي امداد ڪئي جو مدينه مطهره جو سفر تمام آسانيءَ سان ٿيو ۽ واپس بمبئي جي بندر تي سکون سان پهتا سين -

ايترن ڪتابن جي گڏ ڪرڻ جي باوجود ڪجهه ڪتاب جي اڃان تائين ڪين نه ملي سگهيا هئا انهن جي گهڻي تمنا رکندا هئا مثلاً تفسير دُرّ منثور ۽ تاريخ امام يافعي ۽ ربيع الابرار زمخشري وغيره مگر تفسير دُرّ منثور الله تعالیٰ جي مهربانيءَ سان آخري وقت ۾ هٿ ڪيائون -

سنه ۱۳۰۴ھ ۾ جڏهن حضرت صاحب جن رفيقن سميت مدينه پاڪ ۾ مقيم هئا - حج جي موسم تمام گرميءَ واري آئي - حضرت صاحب جن اڪيلو حج جو ارادو ڪيو - پنهنجي خادمن مان هن بنده ڪمترين کي پاڻ سان کنيائون - مختصر قافلي حج جو احرام ٻڌي حرم پاڪ جي چانئٺ چمڻ لاءِ روانه ٿيا سين - حضرت صاحب جن جو حرمين شريفين جي زيارت جو شوق ايترو ته گهڻو هيو جو معلوم ٿيو جنهن جي بيان ڪرڻ کان قلم قاصر آهي - بهرحال راهه جي سختي ۽ حجاز جي گرمي ايتري ته شديد هئي جو اتي جي واقفن کان لڪل نه آهي - بدوين جي شرارت ۽ شور ڪري راهه ۾ رستو بند هو - مگر حضرت صاحب جن هزارها مشڪلاتن جي باوجود انتها صبر ۽ تحمل ۽ شڪرگذاريءَ سان گذاريو ۽ خير ۽ عافيت سان حرم پاڪ جي چانئٺ چمڻ جي شرف کان مشرف ٿيا سون - آخر ڪار حج جا سڀ رڪن پورا ڪري بعد پاڪ شهر جي زيارت جو ارادو ڪيو سين - روانگيءَ وقت باب السلام کان لنگهڻ ٿيو - ڪتب فروش جي دڪان تي ڪجهه ترسيا - دڪاندار تفسير اتقان جو نئون ڇپيو هو ڏيکاريو ۽ حضرت صاحب جن

نهايت شوق مان خريد ڪيو ۽ ان تي ڏاڍو خوش ٿيا - هي فقير راقم الحروف سائن گڏ هو، رستي ۾ جنهن ته نماز عشا (سومهڻي) جو پورو وقت ٿيو هين لهي نماز ادا ڪئي سون، جيئن ته حضرت صاحبجن جي عادت هئي ته نماز کي پنهنجي پوري وقت ۾ ادا ڪندا هئا - نماز ون هڪ وقت ۾ گڏ ڪري پڙهڻ کي (جهڙي طرح اهل حرمين خطرناڪ سفر ۾ ان تي فتويٰ ڏيندا آهن) بهتر ۽ پسند نه ڪندا هوا - سواري ڪان پوءِ ماثوره دعائون پڙهي بنده کي فرمايائون ته الحمدلله هي تفسير اتقان به هٿ آيو - هاڻي توهان سڀني تفسيرن کي جيڪي موجود آهن گڏيو ته مان انهن جا نالا ٻڌايان - حضرت صاحب جن حڪم ڪيو ۽ مون گڏيو - ٢٥ کان وڌيڪ تفسير گڏ ۾ آيا جيڪي، حديث، فقه، علم آله مثلاً صرف ونحو، منطق، علم ڪلام، علم معاني، رياضي علم هيئت، اخلاق، سير و سلوڪ ۽ تاريخ وغيره نادر ن علمن مان متن، شرح، حاشيا ۽ تعليقات گهڻا تي رکيا ان ٿون -

حضرت صاحب جن منقد مين شاعرن کي ڪامل ۽ عارف جاڻندا هئا ۽ فرمائيندا هوا ته چرچا ۽ مسخريون جيڪي ماڻهو حضرت سعدي ڏانهن منسوب ٿا ڪن، اڪثر بعض پوين جو افتراء (جڙتو ڪوڙ) آهي - هيترو ضرور هو ته حضرت شيخ سعدي حسن اخلاق ۽ خوش طبع هئا - خواجه حافظ شيرازي جي ڪتاب کي ڏاڍو پسند ڪندا هئا ۽ کيس لسان الغيب سڏيندا هئا - حضرت مولانا جامي کي اوليائن مان سمجهندا هئا - حضرت صاحبجن چار رڪعتون نماز مطلق جنهن کي آخر ظهر الجمعه چوندا هئا - حرمين شريفين کان سواءِ بطريق واجب پڙهندا هئا ۽ آخر الظهر جي منڪرين تي سختي ڪندا هئا ۽ چوندا هئا ته فقه جي ڪتابن ۾ جمعه جي ادائگي جا شرط جيڪي مقرر ڪيل آهن، سي گهڻا شرط سواءِ مڪي ۽ مديني پاڪ زادهما الله تعالىٰ شرفاً و عظماً جي غير موجود آهن، علي الخصوص ڪافرن جي بادشاهي ۾، پر ان سبب ڪري جو نماز جمعه جي اسلام جي نشانن مان هڪ نشاني آهي، ان کي ڇڏڻ نه کپي، بهرحال پڙهڻ گهرجي، جمعه کان بعد چار رڪعتون مقيم کي ۽ ٻه رڪعتون مسافر کي ضرور فرض طرح پڙهڻ گهرجن - نقل ڪندا هئا ته جده جي بندر ۾ جيڪو وڏو شهر آهي ۽ اتي جو بادشاه مسلمان آهي ان هوندي به آخر الظهر کي باجماعت شافعي ادا ڪندا هئا ۽ حنفي الگ الگ پڙهندا هئا - بي عقل ۽ نادان ماڻهو اهو دليل ڏيندا آهن ته هڪ وقت ۾ ٻه فرض ڪيئن ٿا سگهن اهو نٿا ڄاڻن ته اهو اجتماع فرض جو نه آهي، پر اجتماع بدل ۽ مبدل منه جو آهي، ڇاڪاڻ ته

"مُبدل منه" ۾ شڪ واقع ٿيو آهي ته ايا صحيح آهي يا نه بلڪ غالباً شرطن جي عدم موجودگيءَ ۾ غير صحيح آهي، ان ڪري لاچار ان جي عيوض بدل پڙهڻ گهرجي. مثلاً جيڪڏهن ڪو ماڻهو پاڻيءَ مشڪوڪ سان وضو ڪري، ان وضوءَ ۾ شڪ ٿي پيو، ان وضوءَ جو بدل تَيَمُّمُ آهي، پر شرع لازم آهي ته تَيَمُّمُ به ڪري. ان ڪري پرهيزگارن ۽ متقين کي ڪنهن به سبب ان ۾ سستي ڪرڻ نه گهرجي. حضرت صاحب جن اسلام جو مدار ۽ آخرت جي ڇوٽڪاري جو بنياد عقيدي جي صفائيءَ ۽ خلوص نيت تي ڄاڻندا هئا. ظاهري عملن کي ان ۾ ڪو به دخل نه ڏيندا هئا. جيڪڏهن ڪو ظاهري طرح پنهنجي پرهيزگاريءَ ۽ تقويٰ ظاهر ڪندو هو ۽ ان جي عقيدي ۾ شڪ ڄاڻندا هئا، يا ان جي حالت مان بدمذهبين ڏانهن لاڙو ڄاڻندا هوا ته ان جي تقويٰ کي خواريءَ ۽ نقصان جو سبب ڄاڻندا هوا ۽ جيڪڏهن ڪنهن کي ڪيترن گناهن جي قسمن ۾ مبتلا ٿيندو ڏٺائون، پر عقيدو ان جي صاف موافق اهل سنّت وجماعت جي ٿي ڄاتائون ته ان جي بخشش جي اميدواري گهڻي رکندا هئا. رَبَّنَا لَا تُزِغْ قُلُوبَنَا بَعْدَ إِذْ هَدَيْتَنَا وَهَبْ لَنَا مِنْ لَّدُنْكَ رَحْمَةً إِنَّكَ أَنْتَ الْوَهَّابُ ط [1]

حضرت صاحب جن تفاخر ۽ پاڻ پائڻ کي گهڻو مذموم ڄاڻندا هئا، ڇوته ڪبر ۽ اهو تفاخر ڪافر مطلق جي نسبت هجي، ڇا ڪاڻ ته هر امر جي انتها ڏکيل آهي. وَلَا يَأْمَنُ مَكْرَ اللّٰهِ إِلَّا الْقَوْمُ الْخَاسِرُونَ [2]. حضرت صاحب جن ڪافر جو تحفو قبول ڪندا هئا. ۽ ڪافر جي سلام جو جواب ڏيڻ جهڙي طرح زماني جي ماڻهن ۾ معروف آهي (ته هٿ سان اشارو ڪرڻ) جائز ڄاڻندا هئا. بشرطيڪ ان ۾ دين جي گهٽتائي نه هجي. وَإِذَا حُيِّيتُمْ بِتَحِيَّةٍ فَحَيُّوا بِأَحْسَنَ مِنْهَا أَوْ رُدُّوهَا [3] کي ان جي جواز جو دليل وٺندا هئا. عالمن جي اختلاف سبب سنڌ ۽ هندستان جي شهرن کي دارالحرب يا دارالاسلام جي حڪم ڏيڻ جي مسئلي ۾ دارالحرب يا دارالاسلام جو حڪم نه ڏيندا هئا ۽ ان مسئلي ۾ خاموش رهندا هئا ۽ جيڪڏهن ڪنهن شخص هن ملڪ جي ڪافرن کان مال کسڻ جي فتويٰ جي طلب ٿي ڪئي ته فرمائيندا هئا "هٰذَا مِمَّا يُعْلَمُ وَلَا يُكْتَمُ" [4]

---

[1] ترجمو:- اي اسان جا پالڻهار، جڏهن تو اسان کي هدايت ڪئي تنهن کان پوءِ اسان جي دلين کي ڏنگائي نه ڏي ۽ پاڻ وٽان اسان کي ٻاجهه عطا ڪر، ڇو ته تون ئي بخشڻهار آهين ۱۲. [2] الله جي رٿ کان ڇو بي پروا ٿيا آهيو ۽ ڇيهي واري قوم کان سواءِ (ٻيو) ڪو الله جي رٿ کان بي پرو نه ٿيندو آهي ۱۲ "سورة اعراف رکوع ۱۲" [3] جڏهن اوهان کي سلام ڪرڻ سان تعظيم ڏني وڃي ته ان کان بهتر تعظيم (سلام) ورايو يا اهو ئي ورايو ۱۲ (سورة نساء ع ۱۱) [4] هي مسئلو انهن مان آهي جنهن کي ڄاتو ٿو وڃي ۽ ظاهر نٿو ڪيو وڃي ۱۲.

حضرت صاحب جن اسم مبارڪ الله جي ﷲ کي عربي رسم الخط ۾ لکندا هئا. فارسي رسم الخط ۾ لکڻ کان منع فرمائيندا هئا. جيڪڏهن اهو لفظ مبارڪ ڪنهن ڪتاب ۾ زياده ٿي ڏٺائون ته نه ميٽڻ فرمائيندا هئا ۽ نه مٿس قلم ڇڪيندا هئا بلڪ مٿان چوڌاري گول دائرو ڏيئي خاص ادب جي رعايت واسطي لکي ڇڏيندا هئا. اهڙيءَ طرح ڪتاب پڙهائڻ ۾ اهو لفظ مبارڪ جيڪڏهن مضاف اليه يا مٿس حرف جار (يعني زير ڏيندڙ) آيو ته نحوي ترڪيب ڪرائڻ ۾ بجاءِ مجرور لفظا چوڻ جي محمود لفظا ٿي فرمايائون.[1] جڏهن به اسم مبارڪ آن حضرت سرورِ دين ودنيا، ڪتاب ۾ ڏسندا هئا ته درود شريف اشاري طرح (صلعم) نه لکندا هئا بلڪ پورو پورو تفصيل سان (صلي الله عليه وآله وسلم) لکندا هئا.

حضرت صاحبن قرآت ڪلام الله جو گهڻو وظيفو ڪندا هئا. خصوصًا ماهه رمضان المبارڪ ۾ يا ٻيڙيءَ جي سفر ۾، پڇاڙيءَ عمر مبارڪ ۾ گهڻو وقت تفسير جلالين جي مطالعه ۽ حاشيه جمل جي نقل ۽ ٻيا حاشيا تفسيرن جا پنهنجي جلالين جي قلمي نسخه تي نقل ڪرڻ ۾ مصروف رهندا هئا. ڪلام الله جي ختمن کي اهڙيءَ عجيب نموني ترتيب ڏني هئائون ۽ گهڻن دعائن ماثوره کي اتي جمع ڪيو هئائون. انشاءالله باب ٽئين ۾ حضرت صاحب جن جا ورد وظيفا پوري طرح بيان ڪيا ويندا.

خيرات

حضرت صاحب جن دلائل خيرات جي پڙهڻ تي حسب طاقت هميشگي ڪندا هئا. دلائل جو نسخو جيڪو مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ سنڌيءَ جو دستخط ٿيل وٽن موجود هو، پڙهندا هئا. حصن الحصين جو پڙهڻ به پاڻ تي لازم ڄاڻندا هئا. خاص طرح سفر ۾ يا حضر ۾ قصيده بُرده کي گهڻو وقت پڙهندا هئا. قصيده بانت سُعاد کي پڻ روزانو نه وظيفن ۾ جاءِ ڏني اٿن، ۽ ان جي فضيلت آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن کان ٻڌي اٿن قصيدن تي فضيلت ڏني اٿن ۽ انهن گهڻيون شرحون مطالع ڪيو اٿن بلڪ هڪ خاص شرح عربي زبان ۾ تاليف ڪئي اٿن، مگر اها پوري نه ٿي. سنه ١٣٠٣ه ۾ حرم محترم مدني عَلىٰ سَاكِنِهَا مِنَ الصَّلٰوةِ اَفْضَلُهَا وَمِنَ التَّسْلِيمِ اَكْمَلُهَا جي قرب وجوار ۾ رهائش ڪيائون. مشهور وظيفو جيڪو "شفاء الامراض" جي نالي سان مشهور آهي ۽ جنهن جو مؤلف جناب حضرت خواجه

---

[1] ڄاڻڻ گهرجي ته نحوي ترڪيب استاد شاگردن کي عام طرح جنهن نموني سان پڙهائيندا آهن حضرت صاحبن الله تعاليٰ جي ذاتي نالي مبارڪ جي عزت ۽ تعظيم جي ڪري استاذن وانگر عام طرح نه پڙهائيندا هئا. مثلاً بِسمِ الله جي ترڪيب عام استاذ هن طرح پڙهائيندا آهن - بِ حرف جار، اسم مجرور لفظا مضاف، الله مجرور لفظا مضاف اليه. حضرت صاحبن بجاءِ مجرور لفظا پڙهائڻ جي محمود لفظا پڙهائيندا هئا.

بيرنگ ڦُڙس سِڙهُ آهي، تمام گهڻو پڙهندا هئا. ايتري قدر جو جيڪو عرصو حرم پاڪ جي قريب رهيا، روزانو هڪ ختمو پڙهندا هئا ۽ چوندا هئا ته دل جي بيماريءَ جي علاج لاءِ ٿو پڙهان، ممڪن آهي ته حضور انور شفيع يوم الحشر عليه الصلوٰة الله الملڪ الاڪبر جي طفيل ڪو قلبي علاج مفيد ٿئي. حضرت صاحب جن جادوگر يا غيب جي خبر ڏيندڙ جي خبر جي تصديق (مڃڻ) کي رجعت قهقري متصوف زمان يعني زماني جا هٿرادو صوفي ان مرض ۾ مبتلا آهن) ڪفر ڄاڻندا هئا. ڪماليت جي نهايت مرتبن کي حضرت رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جي سنت سڳوري جي تابعداري ۾ ڄاڻندا هئا ۽ فرمائيندا هئا. ـه

محال آهي سعدي جو راهِ صفا ٿئي حاصل سواءِ مصطفيٰ له

حضرت صاحب جن احترام مدني حرم پاڪ ۽ ان پاڪ شهر جي ادبن کي اهڙي نموني ادا ڪندا هئا، جنهن کان وڌيڪ تصور نٿو ڪري سگهجي ۽ روضه شريف حرم مدني ۾ جڏهن حاضر ٿيندا هئا ۽ گهڻو ڪري دوزانو (گوڏا ڏيئي) ويهي روضه شريف طرف متوجه ٿي وظيفو پڙهندا هئا ۽ فرمائيندا هئا. ـه

جيڪي آهين پيو هج مگر ڪجهه بيدار هُج باخدا ديوانو ۽ با مصطفيٰ هشيار هُج ٢ه

مدينه منوره جي قيام دوران پنهنجي والد بزرگوار جو نقل ٿي ڪيائون ته مدينه مطهره ۾ سڪونت جي وقت جڏهن به حرم محترم ۾ ايندا ته باب السلام وٽ هٿ ٻڌي بيهي رهندا هئا، اڳتي وڌڻ جي طاقت نه رکندا هئا.

ادب تاج آهي ڪان لطف الٰهي پائي وڃ متي تي جيڏانهن چاهين ٣ه

حضرت صاحب جن جي عادات حسنه ۽ اخلاقي فضيلتن جو بيان جيڪي الله تعالىٰ کين عطا ڪري ممتاز بنايو هو اهي ايتريون ته گهڻيون آهن جيڪي تحرير ۽ تقرير ۾ اچي نٿيون سگهن ۽ واقفن کان سندن احوال ڪو بلڪل نه آهي بلڪ سندن حسن اخلاق ۽ خلق الله کي نفع رسائي جو بيان هر ڪنهن اڳيان روز روشن وانگر ظاهر آهي جنهن جو تفصيل تحصيل حاصل (حاصل ڪيل شيءِ کي حاصل ڪرڻ (بي فائده) آهي - رد ڪندڙن ۽ قبوليت کان انڪار ڪندڙن سان واسطو نه آهي. متعصبن زماني جي بڪوات تي ڪو به غرض نه آهي - مسڪين ڪاتب الحروف جو محبن ۽ منصفن کي عرض آهي ته جيڪڏهن

---

له محال است سعدي که راهِ صفا ؛ توان يافت جز در پئے مصطفيٰ ٢ه بر چه باشي باش اما اندکے بيدار باش ؛ با خدا ديوانه باش و با مصطفيٰ هشيار باش

٣ه ادب تاجيست از لطفِ الٰهي ؛ بنه بر سر برو هر جا که خواهي.

ڪو به انصاف جي نظر سان ڏسندو ته اميد آهي ته هُن صحيح احوال کي مبالغه آميز نه ڀائيندو بلڪ ائين ڄاڻندو ته راقم وڏي درياء جي هڪ قطري تي اڪتفا ڪئي آهي فَنَقُولُ وَبِاللهِ التَّوفِيقُ — حضرت صاحب جن جي جيڪا علمي قوت آهي ان لاءِ خاص باب ٻيون ان مقصد کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ترتيب ڏنل آهي ۽ اتان اِها حقيقت ڄاڻڻ گهرجي.

حضرت صاحبجن ظاهري علم جي تحصيل قنڌار شهر ۾ پنهنجي والد ماجد قيوم زمان قُدِّسَ سِرُّهٗ جي حياتيءَ ۾ ڪئي ۽ ڪجهه پنهنجي والد صاحب ۽ وقت جي فاضلن مثلاً وقت جو علامه آخوند حبيب الله قنڌاري " مصنف "ڪتاب" مختنم اصول جو" ۽ سندس وڏي فرزند شيخ عبدالرحيم آخوند زاده ۽ ٻين کان پوري ڪئي.

حديث متعلق اجازتون حرمين شريفين ۾ ان شهر جي عالمن کان حاصل ڪيون. ڪجهه وري جناب حضرت شيخ عبدالغني مجددي ساڪن مدينه مطهره علىٰ ساڪنها الف الف صلوٰة وتحيه - حضرت شيخ احمد سعيد مجددي دهلوي جي ڀاء کان حاصل ڪيون - ڪجهه وري شيخ عبدالله السراج حنفين جي مفتيءَ کان حاصل ڪيون حضرت صاحبجن فرمائيندا هئا ته جنهن سال عيال سميت والد صاحب آڳيان حرمين الشريفين جي زيارت سان مشرف ٿيو هوس ته حضرت قبله گاهه قُدِّسَ سِرُّهٗ جن شيخ احمد دحلان رح جي درس ۾ حاضر ٿيڻ جو امر فرمائيندا هئا. ۽ فرمايائون پئي ته سندن تقرير نهايت فصيح ۽ بليغ آهي ۽ ا هو سنه ١٢٦٩ هجري هو

راقم الحروف عرض ٿو ڪري ته هيءُ بنده حضرت صاحب جي خدمت اندر سنه ١٣٠١ هه ۾ حرمين شريفين جي زيارت سان مشرف ٿيو هو ۽ شيخ احمد دحلان جي خدمت ۾ پهتو هو - حضرت شيخ نهايت عمر رسيده ۽ ضعيف هئا. سندن چوڌاري مڪه معظمه جا نالي وارا عالم وهندا هئا ۽ تبرڪاً صحيح بخاري مان ڪجهه درس حاصل ڪندا هئا. سخت ضعيفيءَ جي ڪري سندن تقرير مشڪل سمجهه ۾ ايندي هئي - حضرت صاحبجن فرمائيندا هئا ته سند ۽ اجازت حديث اَلرَّاحِمُونَ يَرْحَمُهُمُ الرَّحْمٰنُ اِرْحَمُوْا مَنْ فِي الْاَرْضِ يَرْحَمْكُمْ مَنْ فِي السَّمَاءِ. شيخ عبدالله السراج مفتي الاحناف کان حاصل ڪئي سون - حضرت صاحب جن جي ڪمال توڪل درگاهه الٰهي جي رحمت ۾ ايتري قدر هئي جو جيڪڏهن دنيوي معاملن ۾ سندن

ڪيئي به ملڪيت برباد ٿي ويندي هئي ته سندن دل تي ڪو به غبار يا ڪدورت نه ايندي هئي ۽ ڪنهن به حالت ۾ ڪنهن به مالدار کي تصريحًا (چٽيءَ طرح) ۽ تلويحًا (اشاري طرح) مدد ۽ امداد لاءِ ڪو به اشارو نه ڪندا هئا.

هڪ ڏينهن نقل فرمايائون ته حجاز جي پهرين سفر ۾ آءٌ قبله گاهه سان گڏ هوس سيني ڪمن ڪارين جي سرانجامي سموري عيال ۽ متعلقات سميت هن فقير جي حوالي هئي. جيئن ته ان ملڪ جي روزگار جي حالت سواءِ تنگيءَ جي ٻي نه هئي جيئن انهن شهرن جي ڄاڻندڙن کان لڪل نه آهي. اسان ڪفايت شعاري ڪمورتو- حضرت قبله گاهه قُدِّسَ سِرُّهٗ هڪ ڏينهن هن حقيقت کان واقف ٿيا. فرمايائون ته ائين ڪرڻ نه گهرجي. اَلشَّيْطٰنُ يَعِدُكُمُ الْفَقْرَ وَيَاْمُرُكُمْ بِالْفَحْشَآءِ ۚ وَاللّٰهُ يَعِدُكُمْ مَّغْفِرَةً مِّنْهُ وَفَضْلًا ؕ[1] تلاوت فرمايائون ۽ چيائون ته هن تي عمل ڪرڻ گهرجي. ان کان پوءِ هيءُ خوف دل مان رفع ۽ دفع ٿي ويو ۽ حضرت صاحب جن جو عمل هن بيان مطابق بمضمون آيت ڪريمه وَلَا تَجْعَلْ يَدَكَ مَغْلُوْلَةً اِلٰى عُنُقِكَ وَلَا تَبْسُطْهَا كُلَّ الْبَسْطِ فَتَقْعُدَ مَلُوْمًا مَّحْسُوْرًا ۝[2] هو. فضول خرچيءَ کان پرهيز ڪندا هئا. نان نفقه تي خرچ کان ڪڏهين به دل تنگ نه ٿيندا هئا ۽ ملڪيت جي تلف ٿيڻ تي ڪڏهين به پريشان نه ٿيندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته لِلّٰهِ مَا اَعْطٰى وَلِلّٰهِ مَا اَخَذَ.[3] هر حال ۾ صابر ۽ شاڪر رهندا هئا جو ته حڪم آهي ته هو جهان آزمائش جو مڪان آهي. اَشَدُّ الْبَلَآءِ عَلَى الْاَنْبِيَآءِ وَالْاَوْلِيَآءِ[4] مشهور آهي.

تقدير الهي سان حضرت صاحبن جي گهڻي ملڪيت ضايع ٿيندي هئي. ان مدعا ۽ مطلب تي نقل ياد آيو مثال طور بيان ڪجي ٿو. تان ته هن رسالي شريف جا ناظرين حضرت صاحبن جي توڪل جي باقي احوالن کي هن تي قياس ڪن، جو هڪ مٺ نمونه خروار جو آهي ۽ اهو نقل هي آهي. جن ڏينهن ۾ حضرت صاحب جن پنهنجي عيال

---

[1] (اي مسلمانو) شيطان اوهان کي محتاجي جو ڊپ ڏيندو آهي ۽ اوهان کي بي حيائي (جي ڪمن) جو حڪم ڪندو آهي ۽ الله تعالىٰ اوهان کي پنهنجي پاران بخشش ۽ ٻاجهه جو وعدو ڏيندو آهي. (سورة بقر پاره ٣ ع ٣ رڪوع ٣٧.)

[2] ۽ نڪي پنهنجي هٿ کي پنهنجي ڪچي ۾ ٻڌ ڪر ۽ نڪي اهو سارو کولي ڇڏ، نه ته ملامت ۽ عاجز ٿي ويهي رهندين. (سورة بني اسرائيل)

[3] الله تعالىٰ جيڪا شيءِ ڏنائين ۽ جيڪا شيءِ ورتائين سا الله تعالىٰ جي آهي.

[4] سخت آزمائش نبين ۽ اوليائن تي آهي.

اطفال ۽ متعلقن سميت حرمين شريفين ۾ قيام پذير هئا ۽ چار سال ۽ ڇهه مهينا ۽ ڪجهه
عرصو ان ملڪ ۾ رهيا ان کان پوءِ منشأ الهي ۽ حضرت رسالت پناه صلي الله عليه وآله
جي اشاري مطابق ملڪ سنڌ ۽ خراسان ڏانهن واپس موٽڻ جو پڪو ارادو ڪيو. خرچ پکي لاءِ
سنڌ مان ڪين پنهنجي مخلصن کان اندازاً اٺ هزار رپيا مليو هو. اها رقم پاڻ سيٺ
جعفر سنڌي وٽ جيڪو جدي بندر ۾ رهندڙ هو امانت رکيو. جيئن ته سيٺ مذڪور
حضرت صاحب جي مخلصن مان هو. سندن خدمت ۾ عريضو موڪليو ته اگر اجازت
هجي ته اها رقم پنهنجي ڪم ۾ صرف ڪريان جو سخت ضرورت رکان ٿو. جڏهن اوهان
واپس موٽندا ته رقم حاضر ڪندس، جيئن حضرت صاحب جن جي اهڙي طبيعت
مبارڪ هئي جو ڪنهن به سائل جو سوال رد نه ڪندا هئا ان ڪري ڪين اجازت ڏنائون
ارادة الله حضرت صاحبن جي جدي تشريف آوري کان اڳ مذڪور سيٺ رحلت
فرمائي ۽ اهڙي وصيت پنهنجي پٽ صالح جي نالي لکي ته اها رقم حضرت صاحبن
جي اچڻ شرط کين پهچائي ڏجي. جڏهن حضرت صاحبن جدي بندر تي پهتا
واپس اچڻ جي ارادي سان، پاڻ صالح کان مذڪور امانت جي رقم طلب ڪيائون. هن
ڪمبختي ۽ دنيوي محبت ڪري مذڪور امانت واري رقم کان انڪار ڪيو ۽ ٻڌايو ته هن
کي اهڙي ڪا به خبر نه آهي. حضرت صاحبن جا ڪجهه تعلقدار ۽ رفيق ان تي نهايت
پريشان ٿيا ته اهڙي تنگ ۽ نازڪ وقت ۾ جڏهن جهاز به تيار آهي ۽ عرب جي ملڪن
جي اها حالت آهي جو مسافرن جي دستگيري نه ڪندا آهن ته پوءِ اها رقم ڪيئن ملندي
بهرحال اتي جي ڪن مريدن ۽ مخلصن وعدي فراموش ڪندڙ کي حاضر ڪيو ۽ ان کي
سختي سان جهلي ۽ حاڪم آڏو ان فيصلي لاءِ تيار ٿي ويا ۽ انکي قسم کڻائڻ جو بندوبست ڪرڻ
لڳا. حضرت صاحبن کين ائين ڪرڻ کان منع ڪئي ۽ نصيحت ڪئي ۽ انهن جي طرفان
بيني عذر کان انڪار ڪيائون ۽ انکي قسم کڻائڻ کان منع فرمايائون ته متان هو ڪوڙي قسم
کڻڻ تي ڪمربستي ڪري دنيوي مال، ملڪيت لاءِ اهو ننگ نه آهي جو ڪو مسلمان ان تي بغير ڪنهن
شرعي حق جي خداوند تعاليٰ سبحانه جو نالو وٺي. آخرڪار ان شخص کي آزاد ڪيائون
۽ فرمايائون ته اسان جا سڀ ڪم ڪاريون خداوند سبحانه وتعاليٰ ڪنهن ٻئي هنڌان ان
پورا ڪندو. فَوَقَعَ كما اَخْبَرَ قُدِّسَ سِرُّهٗ

حق سبحانهٗ وتعالىٰ ان وقت ۾ حضرت صاحبن لاءِ اهڙيون ته ڪشادگيون پيدا ڪيون جو تمام سهڻي نموني ۽ ڪشادگيءَ سان سمورو سفر طي ڪيائون بلڪ ان رقم جي ڇت پڻ ڪيترن ڪمن ۾ ڪتب آندائون لَهُ "وَمَنۡ يَتَّقِ اللّٰهَ يَجۡعَلۡ لَّهٗ مَخۡرَجًا ۙ وَّيَرۡزُقۡهُ مِنۡ حَيۡثُ لَا يَحۡتَسِبُ ؕ وَمَنۡ يَّتَوَكَّلۡ عَلَى اللّٰهِ فَهُوَ حَسۡبُهٗ ؕ" وتيرعولهذا

حضرت صاحبن جي سخا باوجود خرچ جي گهٽائيءَ جي اهڙي هئي جو ڪڏهن به ڪو خيرات جو حقدار ڏسندا هئا يا خيرات جي حقدارن مان ڪنهن به ڪا شيءِ طلب ڪئي ته ڪنهن به نموني سان ان کي بخشش ڏيڻ ۾ حتى الامڪان قصور نه فرمائيندا هئا پنهنجي خوشيءَ سان جيڪو حاضر هوندو هو ڏيڻ فرمائيندا هئا. ۽ سائل اڳيان تمام گهڻي معذرت ڪندا هئا ۽ پاڻ کي هن ۾ قصوروار ڪندڙ ڄاڻندا هئا. خاص طرح عزيزن جي رضامنديءَ کي سڀني کان وڌيڪ ڄاڻندا هئا. پاڻ بيسرن جو بيحد خيال رکندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن کي ضعيف الحال ڏسندا هئا ته ظاهر خواهه باطن ان جي مدد ڪرڻ ۾ پنهنجي جان سان ڪوشش ڪندا هئا. جيڪڏهن ڪو عزت واري خاندان مان زماني جي گردش ڪري مفلس ۽ تنگ دست ٿي حيران ۽ پريشان حال ٿي سندن اڳيان حاضر ٿيو جيتوڻيڪ ان سان اڳيم ڪا به واقفيت نه هوندي هئي ته به ان کي هر طرح راضي ۽ خوش ڪندا هئا. بحڪم اَكۡرِمُوۡا عَزِيۡزَ قَوۡمٍ ذَلَّ۔ ان جي خاطر تواضع ۽ رضا طلبي ڪندا هئا. عرب جا رهواسي جيڪي هن ملڪ ۾ آيل آهن انهن مان ڪو به حضرت صاحبن وٽ پهتو ته ان جي مدد پاڻ يا ڪنهن جي هٿان نڪتڙهر سٺي دلالت خير فرمائيندا هئا. حاصل ڪلام زماني جي مصيبتن ۽ حادثن جي وقت مددگار رهندا هئا حضرت صاحبن مهمانن جي خاطر تواضع گهڻي ڪندا هئا ۽ پنهنجي سر سندن خدمت ۾ مشغول ٿيندا هئا. فقيرن ۽ مسڪينن تي رحم گهڻو ڪندا هئا.

حضرت صاحب جي اعليٰ همت دوستن جي سار سنڀال لهڻ ۾ زماني جي مصيبتن وقت انهن جي مدد ڪرڻ ۾ بي مثال هئي

---

له ترجمو:- ۽ جيڪو الله کان ڊڄندو ته هن جي نڪرڻ جي (الله) ڪا واهه ڪندو ۽ کيس اتاهون روزي ڏيندو جتان گمان ئي نه هوندس ۽ جيڪو الله تي ڀروسو ڪندو ته هن کي الله ڪافي آهي. سورة طلاق

ته حضرت صاحبن جي توڪل جا بيا احوال هن قصي تي قياس ڪر.

ٿه قوم جي چڱي مڙس (صالح) جي تعظيم ڪيو جيڪو زماني جي گردش سبب ضعيف ٿيو آهي.

هڪڙو شخص معزز شريف خاندان جو زماني جي گردش سبب پريشان حال ٿيو هو وقت جي حاڪم جي دل جي مطالبه ڪري مٿس بي عزتي جو خوف غالب هو - ڪنهن ماڻهو کي حضرت صاحبجن جي خدمت ۾ موڪليائين ۽ پنهنجي واقعه جي ڪيفيت عرض ڪيائين - ارادةً لله حضرت صاحبجن وٽ ايترا پئسا موجود نه هوا جو سندس ضرورت موجب ڪافي ٿين - بهرحال انهيءَ وقت ڪجهه پاڻ وٽان ۽ ڪجهه ٻئي هنڌان هٿ ڪري اهي پئسا عذر خواهي جي خط سميت موڪليائون جو ڪنهن به ٻاهرين ماڻهو کي اڄ تائين خبر نه پئي آهي - پيارن جي حياتي تائين انهن پئسن جي گهرڻ بجاءِ خود بلڪ زبان تي آڻڻ به نه فرمايائون -

اهڙي طرح ڳالهيون جيڪڏهن تحرير ۾ اچن ۽ حضرت صاحب جن جون ڳجهيون بخششون شمار ۾ آنديون وڃن ته هڪ ڪتاب جداگانه لکڻ گهرجي

حضرت صاحبجن ڪارائڻ، بيمارن ۽ مسڪينن ۽ يتيمن جي پرورش ۾ گهڻي ڪوشش ڪندا هئا - حضرت صاحبجن جي درگاه تي - چين يتيمن جي پالنا ڪان ڪڏهن به خالي نه هئي، پوءِ اهي پنهنجن مان هئا يا ڌارين مان - يتيم جي حالت تي ڏاڍو ترس ايندو هون جيڪڏهن ڪنهن خادم وغيره مان ان سان ڪنهن بد سلوڪي يا سختي ڪئي ته ان کي سخت نموني تنبيه ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته حضرت رسولِ خدا صلى الله عليه وسلم جن يتيمن جي حق ۾ تمام گهڻيون وصيتون فرمايون آهن - نَحنُ آنا وَكَافِلُ الْيَتِيْمِ كَهَاتَيْنِ فِي الْجَنَّةِ وَاَشَارَ بِالسَّبَابَةِ وَالْوُسْطٰى[1] مشهور حديث آهي

حضرت صاحبجن جي دربار ۾ بيمار، پريشان حال ۽ محتاج گهڻا هوندا هئا جتي کين آرام ملندو هو - حضرت صاحبجن پاڻ بنفسِ نفيس سندن حال احوال معلوم ڪندا هئا ۽ هر شخص جي طبيعت مطابق دوا ۽ کاڌ خوراڪ مقرر ڪندا هئا - خادمن ۽ فقيرن مان پنهنجي مرضيءَ مطابق جيڪو به جيترو عرصو رهندو هو ته ان جي خاطر جوئي ڪندا هئا جي ويندو هو ته ان جي ضرورت آهر مدد ڪندا هئا - سندن درگاه مسڪينن ۽ مضطرب الحال وارن لاءِ آرام ۽ سڪون جي جاءِ هئي -

صلهٔ رحمي ۽ عزيز پروري بي حد هوندي هئي - پنهنجو مال ملڪيت انهن

---

[1] ترجمو:- مان ۽ پرورش ڪندڙ يتيم جو مثل هن ٻن (آڱرين) جي بهشت ۾ هونداسون اشارو فرمايائين شهادت آڱر ۽ وچين آڱر سان - ١٢ يعني هن ٻن آڱرن وانگر بهشت ۾ گڏ هونداسون -

کان نہ جھليندا ھئا بلڪ انھن معاملن ۾ پاڻ کي انھن جو احسان مند ڄاڻندا ھئا انھن جي خانگي معاملن جي نبيري ۾ پنھنجي ذميداري ڄاڻندا ھئا ۽ پنھنجي عزيزن قريبن جي معاملن کي پنھنجي ذاتي معاملن کان وڌيڪ سمجھندا ھئا - جيڪڏھن سندن قريبي عزيزن مان بيمار ٿي پوندا ھو تہ ڏور اھين پنڌ تي بہ ان کان پڇڻ لاءِ ويندا ھئا ۽ گھڻو وقت اتي ترسندا ھئا - حضرت صاحب جن جي ڪچھريءَ ۾ ھمعصر بزرگن جو ذڪر ڪندا ھين بہ ھلڪائيءَ ترڙائي سان نہ ٿيندو ھو جيڪڏھن ڪنھن حضرت صاحب جن جي طبع جي ناواقفيت جي ڪري زماني جي رواج مطابق ھن باري ۾ ڪجھ نازيبا چيو تہ انکي سختيءَ سان منع ڪندا ھئا جيئن ھو پنھنجي گفتي تي لڄي ٿي وڃي -

حضرت صاحب جن جو تواضع اھڙو نہ ھو جو اگر ان باري ۾ ڪجھ لکجي تہ ان جي ڏھين پتي بہ شمار نٿي ڪري سگھجي ۽ اھا حقيقت ان وقت جي خاص ۽ عام کان لڪل نہ آھي ان ڪري حضرت صاحبجن پنھنجي وقت ۾ ممتاز ھئا آنسرور صلي الله عليه وسلم جي پيدي متابعت ڪري ۽ نعمت جي دستر خوان "وَاِنَّكَ لَعَلٰى خُلُقٍ عَظِيْمٍ"[1] تان گھڻو حاصل ٿين

ھيءَ سعادت زور بازوءَ سان نہ آھي     پر ڪنان رب العليٰ جي عطا آھي [2]

اڪثر ڪري پاڻ بہ نفس نفيس خانگي معاملن ۾ ۽ ڪمن ڪارين ۾ ايتري قدر پيش پيش ٿي خدمت ڪندا ھئا، جو ھڪ خسيس غلام يا ٻانھي بہ ان کان جيڪر عار ڪري -

حضرت صاحبجن پاڻ کي مسڪين ابن مسڪين چوندا ھئا ۽ ڪڏھن ڪڏھن ھي بيت پڙھندا ھئا

خلق مان کائي وٽي ڪيترائي زمين     تہ بہ تڪبر ڪنان سر آسمان ني آ [3]

ڪڏھين ڪڏھين مٽيءَ پيرين اگھاڙي پنھنجي حاويلي کان ٻاھر ايندا ھئا - ۽ پاڙي واري جي گھر ڏي بيمار کان پڇڻ لاءِ يا ٻئي شرعي امر مطابق تشريف فرمائيندا ھئا - نوڪرن جي حاضريءَ جي باوجود پاڻ خود مھمانن جي خدمت لاءِ ايندا ويندا ھئا - لباس يا ٻئي دنوي سعي ڪنار لاءِ ڪوبہ اونو نہ ڪندا ھئا - ساديءَ پراڻي لباس پھرڻ ۾ ڪا بہ ڪراھت نہ ڪندا ھئا - بلڪ ڪين اھڙي قسم جو لباس پسند ھوندو ھو، جيڪو سادو ۽ بي قيمت ھوندو ھو - ھن موقعي تي ھڪ نقل ياد آيو اٿم - ان ڪري ھت اھو آڻڻ بھتر ڄاڻان ٿو -

---

[1] ۽ بي شڪ تون وڏي خلق تي آھين - [2] اين سعادت بزور بازو نيست :: تانہ بخشد خداي بخشندہ
[3] زمين از خلق خوردہ چند چندي :: ھنوز از کبر سر بر آسماني

هڪ سال تنڌ ارم جيڪو خراسان جو ملڪ آهي ۽ ٿڌو ملڪ آهي - سياري جي موسم لاءِ هڪ ڪرتي ٺهرائڻ جو حڪم فرمايائون، جنهن کي ان ملڪ جي زبان ۾ "رومي" چوندا آهن ان وقت حضرت صاحب جن وٽ وڏي قيمت وارو "ڪرڪي" ڪپڙو جو تمام گرم هو، موجود هو، درزيءَ کي گهرايائون ۽ ان ڪرتي جي سبڻ جو امر ڪيائون - درزيءَ کي فرمايائون ته ان جو استرمٿين (باهرين) طرف ساده ڪپڙي جو ڪر ۽ اندر "ڪرڪي" جو ڪپڙو رکج - هن عرض ڪيو ته ائين سهڻو ڪونه لڳندو - پاڻ فرمايائون ته اسان جو زيب سان ڪم نه آهي، ان مجلس ۾ آخوند زاده ملا محمد صديق حاضر هو، جنهن حضرت صاحب جن کي هن باري ۾ گهڻو عرض ڪيو. آخر حضرت صاحبجن فرمايو ته جيڪڏهن ڪرڪيءَ جي گرم ڪپڙي پائڻ جو مقصد بدن جو آرام آهي ته اهو ائين ٿيندو جو اهو بدن جي طرف ٿئي ۽ جيڪڏهن ان جو مقصد ماڻهن کي ڏيکارڻ آهي ته پوءِ بدن کي ان مان ڪهڙو فائدو - پوءِ آخوند زادو مذڪور لاجواب ٿيو ۽ خاموش رهيو - ڪرتو حضرت صاحب جي مرضيءَ موجب سبيو ۽ تيستائين . اڪثر اوقات پائيندا هئا جيستائين اهو پٺي گهٽي سامان سميت انگريزن جي آخري جنگ ۾ لٽجي ويو -

منهنجا (حضرت صاحبجن جي بعض اخلاقن سگورن ۽ سنهڻن عادتن مان) جناب حضرت ميان عبدالرحيم قنڌاريءَ جو قول ياد اٿم ته پاڻ نقل فرمائيندا هئا ته حضرت صاحب جن ڏينهن ۾ پنهنجي فرزند جي شادي اسان جي گهران ٿي فرمائي - رسمي حالتن سبب منهنجي دل ۾ حضرت صاحب لاءِ تمام نفرت پيدا ٿي - ڪنهن حضرت صاحب جي ڪنن تائين . سچي ماجرا " ان ۾ وڏ يڪ لفظ گندي ۽ فتنو پيدا ڪرڻ جي غرض سان . جيئن ماڻهن جي عادت آهي " پهچائي ته فلاڻو صاحب اوهانجي شان ۾ هيئن ۽ هون ڏ پيو چوي - اسانجي رهائش قنڌار شهر کان ٻه ڪوه پري هئي - هڪ ڏينهن آءُ پنهنجي جاءِ تي ويٺو هوس ته سان پيو ته حضرت صاحب هڪ خادم سان گڏ ظهر جي وقت پنهنجي شهر مان پنڌ، وارو ٿيو ۽ عصر جي وقت اتي پهتا. هيءَ حالت ڏسندي متعجب ٿي سندن استقبال لاءِ روانو ٿيس ۽ جيڪي دل ۾ هو ان کان توبه ڪري معافي گهريم - حضرت صاحب جن فرمايو ته مان ان لاءِ آيس ته متان دوست جي دل کي ڏک رسي -

منها - حضرت صاحب جن جي جاءِ سڪونت جاڪَندي ار شهر کان ٻاهر پنجويهه ڪوهن جي پنڌ تي آهي - اڪثر ڪري سواري تي اڪيلا شهر ڏانهن ويندا هئا. ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ ڏينهن رستو وٺيو پئي ويس ته هڪ پرديسي مسافر ڪڪڙ جي ٻوري گڏه تي کنيون پئي ويو. اتفاق سان ٻار سواري تان ڪري پيو - ان شخص کي اڪيلي سر ٻار کڻڻ ۽ لڏڻ جي طاقت نه هئي جڏهن مان ويجهو آيس ته ان شخص نا واقفيت ڪري چيائين ته اي ميان! جيڪڏهن اچين ۽ ٻار ٻڌائڻ ۾ مدد ڪرين ته مهرباني - فرمايائون ته پنهنجو گهوڙو ويٺم ۽ ان سان ان ڪم ۾ همراه ٿيس مگر مان ايترو ته ضعيف هوس جو چيا ٻڌايان! اسان ٻنهي ڪيتري به ڪوشش ڪئي مگر ٻار مٿي نه کنيون - نيٺ ان شخص چيو ته منهن جي ٻانهن جهل - مون هن جي ٻانهن جهلي ته به ٻار کڻڻ جي طاقت نه ٿي - هن چيو ته شايد توهان کابي طرف آهيو - چيم ته مونکي ساڄي ۽ کابي جي خبر نه آهي، مگر ٻي طاقت آهيان - چيم ته هاڻي پاڻ منهنجي ٻانهن جهل شايد مٿي ٿئي - هن منهنجي ٻانهن جهلي ۽ تمام گهڻي تڪليف سان مٿي ڪئي لڏيو سين - هو روانو ٿيو ۽ مان به روانو ٿيس

منها - فقير عبدالله کان نقل ڪيل آهي ته هڪ ڏينهن حضرت صاحب جن جي مهمان خانه ۾، جيڪو حرم سرا جي دروازي کان هڪ سو قدم پري هو ڪيترا عزت وارا مهمان ترسيل هئا - ان وقت انهن لاءِ منجهند جي ماني ٿي آئي، مونکي انهن جي خدمت لاءِ مقرر ڪيائون - عرض ڪيم ته سائين مهمان خاني ۾ ٿڌو پاڻي ڪي ديو آهي ۽ ٻئي پاڻيءَ جي ضرورت آهي - فرمايائون ته ماني پهچائي جلد موٽ ۽ ٻي ٿڌي پاڻيءَ جي گهگي دروازي تان کڻي وڃ - ماني پهچائي ترت واپس موٽيس - ڏٺم ته حضرت صاحب جن گرم ڏينهن جي باوجود پاڻيءَ جي گهگي پنهنجي ڪلهي مبارڪ تي رکيو بيٺا آهن ۽ رستي ۾ مونکي مليا - عرض ڪيم ته قبلا! ڇا ڪو فقير ڪونه هو جو پاڻ کنيو بيٺا اچو! فرمايائون ته مان خود فقير آهيان - خيال ڪيم ته متان مهمانن کي پاڻيءَ جي ضرورت پوي ۽ پاڻي دير سان پهچي، ان ڪري پاڻ کنيم - آخرڪار گهڻي منت ۽ آزيءَ سان گهگهي سندن ڪلهي تان لاهي مهمان خانه ۾ پهچايم -

- حضرت صاحب جن جي شجاعت ايتري ته هئي جو هر قسم جي مشڪلات ۽ تڪليفن ۾ بجد ڪمال ثابت قدم هئا ۽ ڪوبه خوف ۽ خطرو ۽ ظاهري پناه وٺڻ جو خيال دل ۾ نه آيو

سنه ١٢٩٥ھ ۾ جڏهن انگريزن قنڌار جي اسلامي مملڪت ۽ ڪابل جا حڪمران ٿيا ته چار پنج جنگيون قنڌار جي گرد نواح ۾ لڳيون. حضرت صاحب جن هر هڪ جنگ ۾ حاضر هوندا هئا ۽ تمام جوانمردي ۽ شجاعت سان لڙيا. ساڻن جيڪو گڏ هوندو هو خبرون ٻڌائيندا هئا جو عقل دنگ رهجي ويندو هو. آخري جنگ وقت راقم الحروف کي باوجود ڪم سنيءَ جي پڻ پنهنجي خدمت ۾ کنيو جو مونکي انجي ڏسڻ جو تمام گهڻو شوق هو. اهڙي جاءِ هئي جو دلير مرد ۽ تجربه ڪار بلرزان[1] هئا ۽ تيرن توبن جي چمڪندڙ شعلن جي خوف کان لشڪر جابجا در بدر دار بوٽن هيٺان پيئي لڪيا. حضرت صاحب جن انتي بعد ڪمال آرام ۽ ثبات قدم سان جنگ جي ميدان ۾ مشغول رهيا ۽ ٻين کي پڻ جهاد لاءِ ترغيب ڏيئي ڏنائون. انشاءَ الله اڳتي ڪجهه حڪايتون باب چوٿين ۾ جيڪو حضرت صاحب جن جي ڪرامتن بابت آهي، بيان ڪيون وينديون.

سنه ١٣٠٠ھ ۾ جڏهن سنڌ مان مدينه مطهره زادها الله شرفا وعظما منجهه رهائش عيال سميت هئي ته پاڻ اڪيلا حج ادا ڪرڻ لاءِ روانا ٿيا هئا. راقم الحروف کي پڻ پاڻ سان گڏ کنيائون. حجاز جو قافلو بيهڻ يا ٽيپهري وقت روانو ٿيندو هو. سڄي رات پنڌ ڪري صبح جو منزل تي پهچندو هو ۽ وقت عشاءَ جي به قافلو هلندو رهندو هو. ڪنهن کي بدوي عربن جي خوف کان جن ان ملڪ جي چاڻن کان لڪل نه آهي، ترسڻ جي طاقت نه هئي. مگر حضرت صاحب جن رات جو عشاءَ جي نماز لاءِ لٿا. هي غلام جو ساڻن همسفر هو پڻ لٿو ۽ رستي جي پر ۾ نماز پڙهڻ ۾ مشغول ٿياسين ۽ قافلو اڳتي وڌي ويو. سلام بعد ڏٺوسين ته هڪ شخص اگهاڙي تلوار سان اسان جي پويان بيٺو آهي. حضرت صاحب جن آرام ۽ ثابت قدميءَ سان پڇيو ته تون ڪير آهين چيائين ته اوهان جي اٺن جو نگهبان. فرمايائون ته هتي ڇو بيٺو آهين؟ چيائين ته اوهان جي حفاظت لاءِ. هن ملڪ ۾ قافلي کان جدا ٿيڻ پاڻ کي هلاڪت ۾ وجهڻ آهي. هن کان بعد اوهان کي ائين نه ڪرڻ گهرجي. مختصر الڪلام حضرت صاحب جن پنهنجي نماز اول وقت ۾ تمام قوت ارادي ۽ بنا خوف خطري جي ادا فرمائي. ذٰلِكَ[2] فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ

منها. حضرت ميان عبدالقدوس صاحب مرحوم ميان غلام قادر صاحب مجدديءَ کان نقل فرمايو آهي. مرحوم مذڪور دليري ۽ تجربه ڪاريءَ ۾ ممتاز بين الاقران ومشار اليه بالبنان[3] هئا ۽ پهرين جنگ ۾ هٿيارن جي شعلن ڪري ٻوٽن ۾ لڪل هئا. فرمائين ٿا ته حضرت صاحب جن کي ڏٺم ته ڪمال استقلال ۽ آرام سان گهوڙي تي چڙهي بندوق

---

ل١ ڏڪندڙ هوندي. ل٢ هو الله (تعالى) جو فضل آهي، تو ڏئي انکي جنهن کي گهري ۽ الله (تعالى) وڏي فضل جو صاحب آهي. ل٣ پنهنجي هم عصرن ۾ ممتاز هئا ۽ پڌرائي ۾ مشهور هئا.

پڻي هلائي - يقين ٿيم ته هي ڪم قوت ايمان جي ڪان آهي ۽ نه تجربي سان -

# فصل ٻيو

## منجهه بيان ظاهري علميت ۾ درجو حضرت صاحب جن جو ۽ ڪن سوالن جا جواب جيڪي وقت جي فاضلن حضرت صاحب جن جي اڳيان پيش ڪيا ٿي

بيان حضرت صاحب جن جي علم جي تحصيل جو، جو ننڍي عمر ۾ وقت جي عالمن
ڪان حاصل ڪيائون ۽ ان جو اشارو باب پهرين ۾ ڏنل آهن - پر ڪن سوالن جي جواب جو
بيان هي آهي - معلوم هجي ته حضرت صاحب جن حتي الامڪان رسمي تحريرون جيڪي
وقت جي عالمن ۾ مروج ٿيون سي ته ڪنهن مخالف جي الزام لاءِ گهڻن تحريرن ۾ تحقيق
جڏي توڙي ۽ ضعيف روايتون جمع ڪيون ته جيئن عوام ۾ مشهور ٿئي ته فلاڻو فلاڻي
تي غالب آيو ان کي ڪماليت جا درجا مقرر ڪيا اٿن - پاڻ ان ڪم کان پرهيز ڪندا هئا.
جيڪڏهن ڪنهن سائل مسئلي جي تحقيق جي طلب لاءِ سوال ڪيو ته پاڻ ان کي ٻه
جواب ڏيندا هئا - اگر ان جواب تي سائل راضي نه ٿيو ۽ تحرير جي گهر ڪئي ته پاڻ معذرت
ڏيکاريندا هئا ۽ معافي گهرندا هئا يا ڪنهن عالم ڏانهن، جنهن جي پرهيزگاري ۽ تقوى
۾ کين يقين هوندو هو، موڪليندا هئا، مگر ڪن خاص جاين ۾ جتي سخت ضرورت
ڏسندا هئا ۽ يقين ٿيندو هون ته سائل جو مقصد مسئلي جي تحقيق آهي ۽ ٻيو ڪو به
مقصد نه آهي ته پوءِ بقدر ضرورت چند حروف لکندا هئا - تن مان جيڪي ڪجهه
هن مسڪين جي مطالعه ۾ آيو آهي تبرڪا لکيو وڃي ٿو -

منها:- ڪن سوالن جا جواب ۽ جناب حضرت ميان عبدالعزيز صاحب مجددي
ساڪن ڪراچي، اختلافي بيان ۽ جيڪو اتي جي عالمن جي وچ ۾ عورتن جو ٻئي عورت کي
دفن ڪرڻ جو مسئلو ته عورت ميت جنهن جو عزيز محرم موجود نه هجي ان جي دفن ڪرڻ
جو مسئلو زير بحث هو، ان بابت خط لکيائون ته هن قسم جي صورت مسئلي جي پيدا ٿي آهي جو هڪ
عورت گذاري وئي ۽ ان جي عزيزن قريبن مان ڪو به حاضر نه هو - ڪن عالمن فتوى ڏني
ته عورتون ان کي دفن ڪن، ان وقت حاضر ماڻهن ان فتوى مطابق ان عورت کي ٻين عورتن ذريعي
دفنايو - ٻين عالمن ان مسئلي مجوز کان انڪار ڪيو ۽ پنهنجي گهٽتائي ۽ خواري سمجهيائون -
حضرت موصوف (ميان عبدالعزيز) هن مسئلي جي تفصيل ۽ تحقيق طلب لاءِ حضرت صاحب
جن جي خدمت ۾ خط لکيو - حضرت صاحب جن پنهنجي دستخط شريف سان جيڪو جواب لکيو

ان جو نقل لکجي ٿو- وَهُوَ هٰذَا -

نَحْمَدُهٗ وَنُصَلِّيْ عَلٰى سَيِّدِ السَّادَاتِ عَلَيْهِ اَفْضَلُ التَّسْلِيْمَاتِ - جناب مستطاب محل الاتقا برادرم صاحب دام رشده ڪل هميشه پنهنجن ارجمندن سميت، مرتبه، عزت، امر ۽ سلامتي سان هجو - فقير عبدالرحمٰن مجددي طرفان پورن دعائن ۽ گهڻن سلامن بعد خاطر فيض آثار لاءِ ظاهر هجي ته الله تعاليٰ جو حمد ۽ احسان جو هن طرف جي حالات الله تعاليٰ جي بي حد تعريفن کي لازم ڪندڙ آهي، اوهان جي ذات بابرڪات جامع الحسنات جي صحت سلامتي جي خوشخبري مسئول و مطلوب -

خط شريف ان طرف جي فاضلن جي اختلاف بابت تڪيل مطالعي ۾ آيو، جيئن ته اوهان جي خادمن والا شان جي صحت مندي جي احوال تي شامل ٿيندڙ آهي ان ڪري سبب آرام دل جو ٿيو وَلِلّٰهِ الْحَمْدُ وَالْمِنَّةُ (الله تعاليٰ جو حمد ۽ احسان)

هن ۾ شڪ شبهو نه آهي ته عورتن کي ميت جي دفن ڪرڻ لاءِ قبر ۾ داخل ٿيڻ خواه ميت مرد هجي يا زال هجي ممانعت آهي، جيئن لکندڙن (فاضلن انهي ڳالهه ڏانهن اشارو ڪيو آهي - پر ڄاڻڻ گهرجي ته هن مذڪور واقعه ۾ (جنهن ۾ اسان جو بحث آهي) ان کان سواءِ ٻيو غير شرعي ڪم به ظاهر ٿيو ته ۽ اهو جنازي جي دفن ڪرڻ وقت عورتن جو حاضر رهڻ ۽ جنازي جي پٺيان هلڻ آهي جو مڪروه تحريمي بلڪ يقيناً حرام آهي - جيئن ته خاتون جنت (بي بي فاطمه) سيدة النساء رضي الله تعاليٰ عنها کي ڏينهن آيت ڪريمه "وَقَرْنَ فِيْ بُيُوْتِكُنَّ"[1] جي نازل ٿيڻ کان اڳ ڪن ٻارهن بيسري انصارن جي فاتحه خواني لاءِ وئي - آنحضرت صلي الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته جي تون انهن سان گڏ قبرستان تائين وڃين ها ته جنت ۾ داخل ٿيڻ کان "جيستائين اهل اعراف کي جنت ۾ داخل ٿيڻ جي موڪل ٿيندي" منع ٿي وڃين ها

قَالَ فِي الشَّرْحِ الْكَبِيْرِ لِلْمُنْيَةِ الْمُصَلِّيْ وَقَدْ رُوِيَ عَنْ عَلِيٍّ رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى عَنْهُ قَالَ خَرَجَ رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ فَاِذَا نِسْوَةٌ جُلُوْسٌ قَالَ مَا يُجْلِسُكُنَّ قُلْنَ نَنْتَظِرُ الْجَنَازَةَ قَالَ هَلْ تَغْسِلْنَ قُلْنَ لَا قَالَ هَلْ تَحْمِلْنَ قُلْنَ لَا قَالَ هَلْ تُدْلِيْنَ فِيْمَنْ يُدْلِيْ قُلْنَ لَا قَالَ فَارْجِعْنَ مَازُوْرَاتٍ غَيْرَ مَاْجُوْرَاتٍ رَوَاهُ ابْنُ مَاجَه بِاِسْنَادٍ ضَعِيْفٍ لٰكِنْ يَعْضُدُهُ الْمَعْنٰى [2]

---

[1] سورة احزاب رڪوع ٤ ترجمه:- پنهنجي گهرن ۾ رهو -

[2] منية المصلي جي شارح شرح ڪبيري ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهه جي روايت آندي آهي ته حضرت علي فرمايو ته حضور جن ٻاهر نڪتا، اوچتو ڏٺائون ته زالون ويٺيون آهن، فرمايائون ته توهان ڇو ويٺيون آهيو، عرض ڪيائون ته جنازي جو انتظار ڪريون ٿا، فرمايائون، ڇا جنازي کي غسل ڏياريندڙ ... باقي

بهرحال عورتن کي فتنن کان امن جي وقت قبرن جي زيارت ڪرڻ جائز آهي پر عورتن جو جنازي جي پٺيان هلڻ ۽ دفن وقت حاضر ٿيڻ منع آهي - باقي خاص طرح انهن جو قبر ۾ داخل ٿيڻ جي منع جو عبارتون چند معتبر ڪتابن مان آنديون وڃن ٿيون:

قَالَ فِي الفتوى العالمگيرية وَلَا يَدْخُلُ اَحَدٌ مِّنَ النِّسَاءِ الْقَبْرَ كَذَا فِي مُحِيطِ السَّرْخَسِيْ اِنْتَهٰى - قَالَ الْمُحَقِّقُ ابْنُ الْهمام فِي شرح الهداية لَا يَدْخُلُ اَحَدٌ مِّنَ النِّسَاءِ وَلَا يُخْرِجُهُنَّ اِلَّا الرِّجَالُ اَيْ لَا يُخْرِجُ الْجَنَائِزَ مِنَ الْبُيُوْتِ وَالدُّوْرِ اِلَّا الرِّجَالُ وَلَوْ كَانُوْا اَجَانِبَ لِاَنَّ مَسَّ الْاَجْنَبِيِّ لَهَا بِحَائِلٍ عِنْدَ الضَّرُوْرَةِ جَائِزٌ فِيْ حَيَاتِهَا فَكَذَا بَعْدَ مَوْتِهَا فَاِذَا مَاتَتْ وَلَا مَحْرَمَ لَهَا دَفَنَهَا اَهْلُ الصَّلَاحِ مِنْ مَشَائِخِ جِيْرَانِهَا فَاِنْ لَّمْ يَكُوْنُوْا فَالشَّبَابُ الصُّلَحَاءُ اَمَّا اِنْ كَانَ مَحْرَمٌ وَلَوْ مِنْ رَضَاعٍ اَوْ صِهْرِيَّةٍ نَزَلَ وَاَلْحَدَهَا وَفِي العيني شرح الهداية وَلَا يَدْخُلُ الْقَبْرَ اِمْرَأَةٌ وَلَا كَافِرٌ وَاِنْ كَانَا قَرِيْبَيْنِ ذَكَرَهُ القدوري والعتابي فِيْ جَامِعِ الْفِقْهِ اِلٰى اٰخر مَا قَالَ وحرر قال الطحطاوي في شرح الدر تحت قول الماتن وَيَقُوْلُ وَاضِعُهُ وَاَفْرَادِ الْوَاضِعِ اِشْعَارٌ بِاَنَّ الشَّفْعَ غَيْرُ لَازِمٍ وَذُو الرَّحِمِ الْمَحْرَمُ اَوْلٰى بِالْمَرْاَةِ وَعِنْدَ فَقْدِ الْمَحْرَمِ الشُّيُوْخُ ثُمَّ الشَّبَابُ الصُّلَحَاءُ فَهٰهُنَا وَلَا يُحْتَاجُ اِلَى النِّسَاءِ فِي الْوَضْعِ بحر وايضا قَالَ فِي شرح الكبير المنية المصلي وَذُوْ الرَّحِمِ الْمَحْرَمُ لِلْمَيِّتِ اَوْلٰى بِوَضْعِ الْمَرْاَةِ فَاِنْ لَّمْ يَكُنْ فَاَهْلُ الصَّلَاحِ مِنَ الْاَجَانِبِ ذَكَرَهُ فِي المحيط وَفِي الوبري اَو الْمَحْرَمُ مِنْ غَيْرِ رَحِمٍ وَلَا يَدْخُلُ الْقَبْرَ اِمْرَأَةٌ وَلَا كَافِرٌ وَاِنْ كَانَا قَرِيْبَيْنِ ذَكَرَهُ القدوري فِي شرحه للعتابي وَفِي جامع الفقه سَوَاءٌ كَانَ الْمَيِّتُ ذَكَرًا اَوْ اُنْثٰى هٰذِهِ كلها في فصول دفن الميت مَنْ اَرَادَ التَّفْصِيْلَ فَلْيُرَاجِعْ هُنَاكَ [1]

---

صرف تيان آندل - عرض ڪيائون ته نه، فرمايائون ته ڇا جنازي کي ڪلهو ڏيندؤ؟ عرض ڪيائون ته نه، فرمايائون ته جنازي کي دفن ڪندؤ؟ عرض ڪيائون ته نه، فرمايائون موٽو (گهر ڏانهن) ان حالت ۾ اوهان گنهگار آهيو اجر وارون نه آهيو - ان حديث کي ابن ماجه روايت ڪيو آهي -

[1] فتاوى عالمگيري ۾ آهي ته ڪابه زال قبر ۾ داخل نه ٿيندي، اهڙيءَ طرح محيط سرخسي ۾ آهي - محقق ابن الهمام شرح هدايه ۾ چيو آهي ته ڪابه زال قبر ۾ داخل نه ٿيندي، جنازن کي گهرن مان ڪڍڻ کان سواءِ ڪابه زال دفن ڪرڻ لاءِ نه ڪيندي، اگرچه مرد ڌاريا هجن ڇو ته ڌاريو مرد جو عورت کي هٿ لائڻ عورت جي حياتي ۾ به ڏيڻ سان ضرورت وقت جائز آهي، پوءِ اهڙيءَ طرح عورت جي وفات بعد جائز آهي - جنهن وقت عورت فوت ٿئي ان جو ڪوبه ماڻهو محرم نه آهي ته عورت جا پاڙيسري پوڙها صلاحيت وارا دفن ڪندا، جيڪڏهن پاڙي ۾ پير سن نه آهن ته صالح جوان دفن ڪندا پر جيڪڏهن ان عورت جو ماڻهو محروم آهي اگرچه رضاعي يا نسبي آهي ته هو قبر ۾ لاهيندو يعني قبر ۾ ان کي داخل ڪندو

مولوي دآماني ۽ فرمايو ته دُر مختار ۾ موڙ ڏنو آهي، فقير دُرِ مختار کي هن بحث لاءِ غور سان مطالعو ڪيو آهي ۽ رد المحتار کي عجالة - جيتري قدر گهڻيون تحقيقات هر طرف کان ملي پيون هن بحث ۾ ڪنهن به نه ڇيو آهي جيئن ته اهي پنهنجي سهوَ جا اقراري آهن اِن لاءِ عذر قبول ڪجي اَلْاِنْسَانُ لَا يَخْلُوْ مِنَ الْخَطَاءِ وَ النِّسْيَانِ وَالْعُذْرُ عِنْدَ كِرَامِ النَّاسِ مَقْبُوْلٌ وَ السَّلَامُ مله

مِنْهَا :- حضرت شيخ يحيٰ منيري قُدِّسَ سِرُّهٗ جي ڪتاب مان هڪ عبارت هڪ شخص اهل فضيلت بيان فرمائي - ته فقيهن جي نزديڪ نفي اثبات کان بعد آهي ۽ اهل لغت جي نزديڪ اثبات نفي کان بعد آهي - ان ڪتاب کي ڪنهن وري سنڌي زبان ۾ ترجمه ڪيو آهي ۽ ان معما جي تحقيق ۽ توضيح مذڪور شخص ظاهر ڪئي آهي - حضرت صاحبن ان مجلس ۾ اعليٰ تحقيقات بيان فرمايون پوءِ ان شخص به اظهار ڪيو - مگر جيئن ته اهو تحرير ۾ نه آيو آهي، اسانجي ذهن نشين نه ٿوٿي - پوءِ حضرت صاحب جن ان لاءِ لکيو وَهُوَ هٰذَا

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

وَاللهُ اَعْلَمُ وَ عِلْمُهٗ اَحْكَمُ - جيئن ته هن وقت چند ڪلما حضرت شيخ يحيٰ منيري قُدِّسَ سِرُّ العزيز جي ڪتاب سگوري مان سنڌي زبان ۾ هڪ عزيز نقل ڪيا ۽ انهن جي معنيٰ جي حَلّ ۾ شڪ ۽ شبهو سندس نظر ۾ آيو ۽ اهو هن فقير وٽ آندائين، تهرڪري ان جي شڪ مٽائڻ لاءِ شرح ۾ چند جملا لکجن ٿا -

ڄاڻڻ گهرجي ته هيءَ تحقيق ڪن صوفي بزرگن جي وچ ۾ تمام گهڻي شهرت رکي ٿو، مگر سيني ڪاملن محققن ان جي بيان ڪرڻ کان گريز ڪيو آهي - ڇاڪاڻ ته پنهنجي ڪامل فطرت موجب هنن نڪتن کي "تحقيق معتد به " (تحقيق پر وسوڪيل) نه ڄاتو آهي وَاللهُ اَعْلَمُ انهن لکيو آهي ته فقيهن جي نزديڪ نفي بعد اثبات آهي ۽ اهل لغت جي نزديڪ اثبات بعد نفي -

---

د آندل صڦ تان ) عيني شرح هدايه ۾ آهي ته جنازه کي قبر ۾ ال ياڪان داخل نه ڪندا اگرچه اهو ميت جا مائٽ هجن - ان کي قدوري واري ذڪر ڪيو آهي ۽ عتابي جامع الفقه ۾ چارئي جيڪي جيائين ۽ لکيائين (سوهي آهي) دُر مختار شرح تنوير الابصار ۽ طحطاوي (دُرّ جي متان حاشيه لکندڙ) چيو آهي دُرّ جي عبارت " وَيُقَدَّمُ وَاضِعُهٗ " جي هيناد واضع (رکندڙ) ۾ جنازه آهي ته قبر ۾ دفن ڪندڙن جو بڌي هجڻ لازم نه آهي - محرم مائٽ ال کان وڌيڪ آهي، محرم مائٽ جي نه هجڻ جي صورت ۾ پوءِ ٻيا، پوءِ صالح جوان (قهستاني) - منية المصلي جي شرح ڪبيري ۾ شارح چيو آهي، مائٽ محرم جو ميت کي قبر ۾ رکڻ وڌيڪ ڀلو آهي عورتن جي رکڻ کان پوءِ جيڪڏهن محرم مائٽ نه آهي ته ڌارين مان صلاحيت وارا ذڪر ڪيو ان کي محيط ۽ ٻين ۾ آهي يا محرم مائٽ نه هجي - قبر ۾ داخل نه ڪندا ان ۽ ڪافر اگرچه اهو مائٽ هجن، قدوري ان کي بيان ڪيو آهي - جامع الفقه ۾ آهي، برابر آهي ميت جو مرد هجي يا عورت - هي سڀ بيان "دفن الميت" جي فصل ۾ ڪيل آهي - جنهن وڌيڪ تفصيل معلوم ڪرڻ جو ارادو ڪيو پئي انهن فصلن جي مطالعه ڏانهن رجوع ڪري -

**اقول** - اهي ٻئي استعمال اهل فصاحت ۽ بلاغت اڳيان صحيح ۽ جاري آهن. جيئن ته استعمال ۾ يون فقيهن رحمهم الله تعاليٰ اڳيان مناسب آهي - جيڪڏهن هين اهو هن طريقي کي ڪن جاين ۾ مُروّج ڪن ته ان ۾ ڪهڙو نقصان آهي وَلَا مشاحه في الاصطلاح وَلِلنَّاسِ فِيمَا يَعْشَقُوْنَ مَذَاهِبُ -

اهل بلاغت وارن جو قاعدو اهو آهي ته جيڪڏهن اصلي شخص جي مراد ۽ مقصد نفي آهي ته اهو ان کي بعد اثبات تو آڻي، جيئن ته اِنَّ الْاِنْسَانَ لَفِيْ خُسْرٍ اِلَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وغيره - جيڪڏهن قائل جو اصلي مقصد اثبات آهي ته اهو اثبات کي بعد نفي تو آڻي جيئن ڪلمه طيبه وغيرها. ورڻي لکيو اٿن ته حضرت شيخ فرمائي تو ته نفي اثبات عارفن لاءِ شرڪ آهي، ڇو ته اثبات ۾ ٻئي ڳالهيون ثابت آهن -

**اقول** - هي مقدمات صحيح آهن ڇو ته قائل پنهنجي ذهن ۾ هي ٻئي ڳالهيون تصور ڪندو ان کان پوءِ هو حڪم نفي ۽ اثبات جو جاري ڪندو - وَاِلَّا فَلَا كَمَا هُوَ الْمُقَرَّرُ فِي الْعِلْمِ الْمَعْقُوْلِ - پوءِ انهن ٻن ڳالهين جو تفصيل نه ڪيائين هڪ مثبت ٻيو ثابت ٽيون مثبوت -

**اقول** - صحيح هڪ اِثْبَات ٻيو مُثْبِتُ ب جي زير سان، ٽيون مُثْبَتُ ب جي زبر سان كَمَا لَا يَخْفٰى عَلٰى مَنْ لَهٗ اَدْنٰى دِرَايَةٍ فِي الْعُلُوْمِ الْعَرَبِيَّةِ

**قال** :- ۽ ٻيو اهڙيءَ طرح جيڪڏهن نفي ۾ نظر ڪندي ته به ٽي شيون ٽيون پيدا ٿين، نفي، نافي ۽ منفي، مشرڪ اهو آهي جو قائل ٽن شين جو هجي

**اقول** - يعني اهل تصوف جي خاص اصطلاح ۾ نه ٻئي ڪنهن اصطلاح ۾ ڇو ته اهل شريعت جي اصطلاح ۾ مشرڪ نه آهي ته ڇاڪاڻ جو جيڪو ٻن ڳالهين جو قائل هجي بطريق معبوديت والوهيت يا لوازم الوهيت يعني جنهن کي دنيا ۽ آخرت ۾ مشرڪ چئجي اهو مٿين قسم جو ماڻهو هوندو ۽ بس -

**قال** - پوءِ هر اهو ڇهن ٻن ڳالهين جو قائل هجي انکي مومن موحد ڪيئن چئجي -

**اقول** - يعني اهل تصوف جي اصطلاحي تو حيد سان مُوَحِّدُ نه چئي سگهجي ان جو دليل هن طرح بيان ڪيو اٿن ته جڏهن غير جو وجود ئي نه هجي - پوءِ نفي ڪنهن جي ڪبي آهي ۽ جيڪو ماڻهو پاڻ ئي اصل ۾ نه آهي، اهو ثابت ڪهڙي طرح ٿو ڪري سگهي -

---

(ص۱۲۹ کان آندل) له انسان، خطاءِ ۽ ڀل کان خالي نه ٿو ٿي سگهي - عذر پڻ ماڻهن وٽ مقبول آهي
له ٻي شڪ ماڻهو گمراهي ۾ آهي، سواءِ انهن جي جن ايمان آندو -

**اقول** - اهڙي قسم جا سڀ دليل ٻئي نموني لکڻ سان ڀلي وضاحت ڪن ٿا- يعني اهو شخص جو جنهن مقام ۾ نفي ماسوا ۾ مڪمل استغراق حاصل ڪيو اٿائين ته جو نه پنهنجو تصور ڪري سگهي ٿو ۽ نه ٻئي ڪنهن شيءِ جو ته پوءِ اهو شخص هن جهڙن شين جو تصور نفي ۽ اثبات ۾ ضروري آهي ڪيئن ڪندو ۽ ان جو سبب ظاهر آهي ڇو ته هر اهو شخص جو هن پاڪ هنڌ تي فناءِ اتم ۽ بقاءِ اڪمل سبب پهچي ٿو ته اهو موجود مطلق جي مشاهدي ۾ ايترو ته مستغرق ٿي ٿو وڃي جو ڪيس نفي ۽ اثبات جي ڪا خبر نه ٿي رهي - ته

جنهن جي گهر ۾ محبوب موجود آهي فڪر ڪان باغ و بوستان ونظاره لاله زار سله

ڇاڪاڻ ته هن عالي مقام ۾ نفي ۽ اثبات جو ملاحظو معدات ( مقصد تائين پهچائيندڙ ) کان زياده نه هجي، جهڙي طرح پيرن جون وکون مسجد جي داخل ٿيڻ لاءِ معدات آهن پوءِ اهو ماڻهو پنڌ ڪري مسجد ۾ داخل ٿئي، اهي وکون ان کي ڪهڙي ڪم ۾ اينديون - ( مقصد وکون هٿ نه آهن، مقصد مسجد ۾ داخل ٿيڻ آهي، وکون ذريعو آهن ) اگر بالفرض اهي وکون ٿي موڙي ته بي شڪ مسجد کان دوري حاصل ٿيندي - اهڙي طرح واصل بالله، مرتبه "ڪانڪ تراه" ۾ هوندو آهي، جو اعلا ترين اخلاص جو مرتبو آهي اگر بالفرض وري ملاحظو نفي اثبات جو ڪري، پڙ دي ۽ پير اهين ۾ واقع ٿيندو ۽ سواءِ شڪ جي هن ملاحظه کي سبب "حَسَنَاتُ الْاَبْرَارِ سَيِّئَاتُ الْمُقَرَّبِيْنَ"، شرڪ طريقت جو جاشرڪ نه شرڪ شريعت - هي شرڪ بي شڪ محتاج استغفار جو آهي العياذ بالله ( الله تعاليٰ پناهه ڏئي هن شرڪ کان )

**تنبيه** :- اهڙي فنا جا بزرگن کي حاصل ٿي آهي - اها نفي شعور ۽ شهود موجب آهي جا "نسيان ماسوا" کان عبارت آهي ۽ نه نفي حقيقت وجود "ظلي ماسوا" جو ته اهو مذهب عناديه سوفسطائيه آهي -

فَاِنَّهُمْ يُنْكِرُوْنَ حَقَائِقَ الْاَشْيَاءِ وَيَزْعُمُوْنَ اَنَّهَا اَوْهَامٌ وَّخَيَالَاتٌ بَاطِلَةٌ لَاوُجُوْدَ لَهَا فِيْ نَفْسِ الْاَمْرِ وَلَا يَعْتَرِفُوْنَ بِاللّٰهِ تَعَالٰى وَاَنْبِيَائِهٖ عَلَيْهِمُ السَّلَامُ ته

۽ هيءَ بزرگ خود مستغرق بالله آهن مٿان ڪوتاه نظر انهن لاءِ اهو خيال ڪن

---

سله آنڪه در سراۓ نگارست فارغ ست ⁂ از باغ و بوستان و تماشاۓ لاله زار

سله "گويا ڪه تون ڏسين"، هي حديث شريف جو لفظ آهي اعلٰي ترين اخلاص جي تعليم ڏني وئي آهي ته الله تعاليٰ جي اهڙي طرح عبادت ڪر جڻ ڪه تون الله تعاليٰ کي ڏسين ٿو.

سله پوءِ تحقيق اهي ( عناديه ۽ سوفسطائيه ) هر شيءِ جي حقيقت جو انڪار ڪن ٿا ۽ واهيات گمان ٿا ڪن ته اهي شيون وهم ۽ خيال آهن، حقيقت ۾ انهن جو وجود ئي نه آهي ۽ الله تعاليٰ جي وجود جو اقرار نه ٿا ڪن ۽ نه انبياءِ عليهم السلام جي وجود جو.

**فائده جليله :-** جاڻڻ گهرجي ته هي عالي مقام نهايت اعلىٰ آهي جنهن ۾ بيني اوليائن، محققن ۽ سچن صوفين کي حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي ڪمال متابعت ڪري حق سبحانه وتعالىٰ رسائي ٿو - دَرَجَاتٌ بَعْضُهَا فَوْقَ بَعْضٍ[1] چونته اهو مقام "رُجُوْعٌ مِّنَ اللّٰهِ اِلَى اللّٰهِ" ۽ اهو نبيءَ جي نائب هجڻ جو درجو آهي على صاحبها الصلوٰة والتحية جيئن ڪي درجي وارا پس فرشتن عرش تي موڪلن تا ۽ خلافت عظميٰ جيئن عبارت اِنِّيْ جَاعِلٌ فِى الْاَرْضِ خَلِيْفَةً[2] جي آهي، تي فائز ٿين ٿا ۽ عبارت اِنَّمَآ اَنَا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ[3] هنن ارهن ٿا چونته اي به تن ڳالهين جو ملاحظو موجود آهي ۽ اصل ۾ اهو مقام سيد البشر صلي الله عليه وسلم جن جو آهي پوءِ ان ۾ شرڪ ڪيئن هوندو ۽ هي اولياءِ ڪرام نائب حضور پاڪ صلي الله عليه وآله واصحابه جا آهن جيڪي دنيا جي هدايت لاءِ وڏو وسيلو آهن ۽ اهي متابعات سيد السادات عليه السلام جي وسيلي اعلىٰ مرتبا حاصل ڪن ٿا - بي شڪ مقام اول (جنهن کي "عروج" ٿا سڏين) کان خطا جا ۽ ان کي نزول استغفار ٿا ڪن ۽ بيت ٿا پڙهن بيت

انسان جو رتبو ٿئي انسان کان ◇ ورنه محروم ٿو رهي مهمان کان[4]

جي نه کوٽ واپس وري کان هن سفر ◇ ناه ڪوان کان بيو بدبخت تر[5]

ذٰلِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ - رَبَّنَا لَا تُؤَاخِذْنَآ اِنْ نَّسِيْنَآ اَوْ اَخْطَاْنَا وَالسَّلَامُ[6]

**مِنْهَا :-** حضرت صاحب جن وٽ وقت جي اڪابرن مان سوالي آيو عرض ڪيائين ته "لا تعين" تعين ۾ ڪيئن آيو ۽ تعين ۽ لا تعين جي وصف اهل تصوف جي نزديڪ ڇا آهي، حضرت صاحب جن اهو جواب لکيو، وَهُوَ هٰذَا

اَرِنَا حَقَائِقَ الْاَشْيَآءَ كَمَاهِيَ[7] - جاڻڻ گهرجي ته مراد لا تعين کان ذات پاڪ رب العزت آهي چونته اها پاڪ هستي بي شڪ غير متعين ۽ غير متشخص آهي پوءِ اها ذات پاڪ جو ٻين اول کان، جنهن کي ازل ٿا چون، ابد تائين قائم آهي -

---

[1] بعض درجا بعض درجن جي مٿان آهن - [2] آئون زمين ۾ هڪ نائب مقرر ڪرڻ وارو آهيان سورة بقره رڪوع ۴ - [3] چئو ته آئون اوهان جهڙو ئي ماڻهو آهيان سورة ڪهف رڪوع ۱۲

[4] باپايه آخر آدم هست و آدمي ◇ گشت محروم از مقام محرمي

[5] گر نگردد باز مسڪين زين سفر ◇ نيست از وي هيچ ڪس محروم تر

[6] هي فضل الله (تعالىٰ) جو آهي تو ڏئي ان کي جنهن کي گهري - اي اسان جا پالڻهار جيڪڏهن وساريون يا چوڪ ڪيون ته اسان کي نه پڪڙ - سورة بقره رڪوع ۴۰ - [7] اي خدا! اسان کي شين جو حقيقتون ڏيکار جهڙيءَ طرح آهن جو حقيقتون آهن

لَا تُغَيِّرُهُ الْحَوَادِثُ اَلْاٰنَ كَمَا كَانَ لَيْسَ كَمِثْلِهٖ شَيْءٌ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْبَصِيْرُ لَا يُدْرِكُهُ عَقْلٌ وَلَا يَكْتَنِفُهُ كَيْفٌ وَلَا زَمَانٌ وَلَا مَكَانٌ لَا يَتَغَيَّرُ وَلَا يَتَبَدَّلُ [1]

**بيت**

اي برتر کان خيال و قياس و گمان وهم ∴ جيڪي اسان جو لکيو پڙهيو سين [2]

جهل جي ڳالهين کي ان بارگاهه ۾ ڪو به اعتبار نه آهي حاشا ثم حاشا. غايت مافي الباب هي ته اها ذات لاکيف صفاتي آهي ۽ ڪي قدر "سلبيه" آهي ۽ ڪي قدر ثبوتيه ۽ انعالي انهن مرتبن جي وچ ۾ هزارين وقتن جاراز آهن. جن کي شيونات ۽ اعتبارات ٿا چون ۽ هنن مقدس مرتبن کي تجليون آهن نوراني ۽ ظلماني ۽ هنن ارضي و سماوي صورتن جي تجلين جي باچن کان نوان نتيجا نڪتا. كُلَّ يَوْمٍ هُوَ فِي شَاْنٍ [3] ڪڏهين تخليق جي شان ۾ ۽ ڪڏهين ترزيق جي شان ۾ ڪڏهين جيارڻ جي شان ۾ ڪڏهين مارڻ جي شان ۾ على هذا القياس، جهڙو پاڪ ارادو هوندو ته ان جي خاص تجلي ۽ خاص پاڇو فيض رحمت فرمائيندو ان ڪري صوفي بزرگن هنن تجلين مان جيڪي اول ته مبدءِ فياض کان صادر ٿيل آهن انهن کي "تعينات" سان تعبير ڪن ٿا ۽ ڪي تنزلات ٿا چون ۽ انهي لاءِ پنج ڳالهيون مقرر فرمايون اٿن، جيڪي مشهور ۽ معروف آهن. ان ڪري محقق لفظ تنزل جي اطلاق (ڳالهائڻ) کان گريز ڪن ٿا. اهو ئي سبب آهي جو اهي انعڪاس يا انعالي يا شيوني ۽ اعتباري تي اکتفا ٿا ڪن. جيڪڏهين "لاتعين"، سواءِ ذات واجب تعالى جنهن کي احديت مجرده ۽ ذات بحت ٿا سڏين مان ڪا ٻي مراد هجي ته گهرجي ته اها ظاهر ڪن ته جيئن سوال موجب جواب ڏيو وڃي.

جاڻڻ گهرجي ته ائين چئي نٿو سگهجي ته "لاتعين" تعين اول آهي يا تعين ثاني. بلڪ ايترو چئي گهرجي ته تعين اول لاتعين مان ظاهر ٿي بطريق انعڪاس انوار تجلي ڏئي ٿو. وَاللّٰهُ اَعْلَمُ وَعِلْمُهٗ اَحْكَمُ [4] جهڙيءَ طرح مراتب عروج کي ان دائري جي صورت ۾ مقرر ڪيو اٿن ملاحظه فرمائيندا.

---

[1] الله تعالى جي ذات کي نه ٿا تغيرائن حادثا. هاڻي اهڙي طرح آهي جئين اڳ هو ڪا به مثل نه ان جهڙو ڪو به مثل ڪونهي ۽ اهو ٻڌندڙ آهي ۽ ڏسندڙ آهي. ان کي عقل نٿو پهچي ۽ ان تي اثر نٿو ڪري ڪيف نه زمانو نه مڪان نه ٿو ڦري نه بدلجي ٿو.

[2] اي برتر از خيال و قياس و گمان و وهم ∴ واز هرچه گفته اند و شنيديم و خوانده ايم

[3] سڀڪنهن ڏينهن اهو (الله تعالى) ڪم ۾ آهي سورة الرحمٰن رڪوع ٢

[4] ۽ الله تعالى وڌيڪ ڄاڻندڙ آهي ۽ الله تعالى جو علم محڪم آهي




اهو آهي بيان "تعيّن ولاتعيّن" جو، جيكي حضرات نقشبنديه قدّس الله تعالیٰ اسرارهم جيئن ته طريق سلوك الى الله بعدد انفاس المخلوقات آهن، پوءِ بين صاحبن جي اصطلاحن ۾ ٿئي ٿي جو تفصيل هتي تمام ۾ كو به خيال نه آهي - مصرع وَلِلنَّاسِ فِيْمَا يَعْشَقُوْنَ مَذَاهِبُ

جاڻڻ گهرجي ته صوفين جي انهن اصطلاحن ۾ جيڪا هيئن ڪنهن کي مقام حال نٿو ٿئي ته انهي سُوجهه ۽ انجي پريشانيءَ جو سبب ٿي ٿئي ڇو ته انهيءَ حال جي گنجائش ۾ نٿي اچي ۽ ان جو سمجهڻ "كَمَا هُوَ حَقُّهُ" اهل حال لاءِ تمام مشڪل آهي. جيئن قسمن جا مراتب حقايق. مثلاً حقيقتِ قرآن مجيد، حقيقت ڪعبه رباني، حقيقت نماز ۽ مرتبو حقيقت الحقايق آهن ۽ مراتب "لاهوت وجبروت" (جيڪي مقرر ڪيا اٿن) جن جي تفصيل ۾ گهڻي دشواري آهي ۽ گهڻا اختلاف آهن. هر سالڪ پنهنجي خدا داد طاقت موجب ڪجهه نه ڪجهه بيان فرمايو آهي. جيڪا هيئن جناب سائل وٽ مسئلو تعين و لاتعين کڻڻ ۽ قول جي مطابق هجي، تحرير ۾ آڻڻ ته فائدن کان خالي نه ٿيندو.

**منها:-** حضرت صاحب جن پنهنجن ڪن مخلصن لاءِ سلوڪ جي اوائلي معاملن بابت ترتيب لکي آهي ان جو نقل عرض ڪجي ٿو.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

جاڻڻ گهرجي ته حق سبحانه وتعالىٰ پنهنجي ڪامل حڪمت سان انسان کي جيڪو "عالم صغير" آهي ڏهن جزن جو مرڪب بنايو آهي، انهن مان پنج "عالم خلق" آهن مثلاً نفس ۽ چار بيا عناصر ۽ باقي پنج "عالم امر" آهن. جيئن ته عالم امر عبارت فوق العرش آهي ۽ اهو آهي قلب ۽ روح ۽ سر ۽ خفي ۽ اخفيٰ "اَلَا لَهُ الْخَلْقُ وَالْاَمْرُ"[1] ان جو دليل آهي ۽ انهن پنجن شين مان مراد مرتبا عالم امر جا آهن مثلاً انوار ۽ تجليات ۽ صفات ۽ شيونات ۽ اعتبارات "بَعْضُهَا فَوْقَ بَعْضٍ" (بعض بعض جي مٿان آهن) جو ته في الحقيقة جن ته ظلالِ اسماء و صفات آهن. الغرض اجزاءِ لطيفهٔ نوراني کي اجزاءِ ڪثيفهءِ ظلماني سان مرڪب تيار ڪري اگر انسان عنايت الاهيءَ سان هنن لطيفن جو تصفيه ڪري ته تاجو انساني ڪدورتن ۽ غلاظتن کان پاڪ صاف ٿي ته وڃي بمطابق

هر اهو جو ٿيو پري کان اصل خويش ✤ تو وڃايل وقت گولي لاءِ وصل خويش[2]

ملڪ وانگر عالم قدس ۾ پرواز ڪيائين ان شوق ڪري، جو سندس اصل اهو آهي مگر ملائڪ پنهنجي مقامات ۽ منازل اندر قيد آهن ۽ ترقي جا امڪان نه آهن ۽ هي لطيفا جيئن ته اصل الاصل انساني ذات و صفات سان آهن "هَلْ مِنْ مَّزِيْدٍ" چوندا ته لانهايت ترقي جا طالب آهن

زمين وارو آسمان تي چڙهيو ✤ بوٽي زمين و زمان کي ڇڏيو[3]

---

[1] اَلَا لَهُ الْخَلْقُ وَالْاَمْرُ تَبٰرَكَ اللّٰهُ رَبُّ الْعٰلَمِيْنَ ۝ ترجمه خبردار پيدا ڪرڻ ۽ حڪم ڪرڻ آهي جهانن جو پالڻهار الله وڏي برڪت وارو آهي اعراف سوره

[2] هر ڪسي کو دور ماند از اصل خويش ✤ باز جويد روزگار وصل خويش

زمين زاده بر آسمان تاخته ✤ زمين و زمان را پس انداخته

مگر ھيءَ پاڪائي ۽ تصفيه سواءِ ذڪر الاهيءَ جي ممڪن نه آهي الله تعالىٰ فرمايو آهي اَلَا بِذِكْرِ اللّٰهِ تَطْمَئِنُّ الْقُلُوْبُ [1] ـ وَاذْكُرُوا اللّٰهَ كَثِيْرًا لَّعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ اِلٰى غَيْرِ ذٰلِكَ ـ [2]

انڪري بزرگانِ طريقه حضرات نقشبنديه مجدديه قدس الله تعالىٰ اسرارهم سالڪ راهِ طريق لاءِ ايقان (يقين) مقرر فرمايو آهي ۽ لکيا اٿن تجربو ڪيو آهي ۽ شڪ گاهين جي ڪٿ مان ٻاهر آيل آهن جو ٿوري عرصه اندر پنهنجي طاقت آهر پنهنجي نهايت مقصد کي پهتا آهن. مگر پهريائين چار شرط مقرر فرمايا اٿن. متابعت شريعت پاڪ ۽ تحسين عقايد موافق اهل سنت والجماعت. ٻيو حلال رزق ٽيون گهڻو ذڪر ۽ چوٿون مرشد عاليءَ جي اڳيان جنهن جي مهرباني سان منزلِ مقصود حاصل ٿئي. هاڻي پنهنجي مقصد کي بيان ڪجي ٿو.

**(ذڪر جو طريقو)** اول لطيفو قلب جو:- هن (دل) جو هنڌ کاٻي ٿڻ هيٺان ٻن آڱرن جي فاصلي تي آهي، هن جو نور سفيد [3] آهي ۽ اهو حضرت آدم عليه السلام جي قدم هيٺ آهي ڇاڪاڻ جو هن رستي وصال ٿو ماڻي ان کي ”آدمي المشرب“ ٿا چون. سالڪ کي کپي ته اکيون بند ڪري چپ چپ تي ۽ ڏند ڏندن تي رکي زبان تارون ۾ سان لڳائي دل کي دنيا جي خيالن ۽ خطرن کان آجو ڪري هر گهڙيءَ ۽ هر لحظه هوشيار رکي ته جيئن ٻيا وهم ۽ خطره دل ۾ نه اچن. پوءِ حضور دل سان لفظ مبارڪ **الله** تصور جي طريقي سان دل ۾ جا ان ذڪر جو هنڌ آهي بار بار چوي، ثم فثم ـ

هن ذڪر لاءِ گهڻي ۾ گهڻي ڪوشش ڪجي جيئن ھيءُ ذڪر ملڪو قلب تي وڃي ۽ اهو ايترو صفت وارو هجي جو اگر چاهجي ته ذڪر نه ڪجي ته ائين نه ٿي سگهي. جيئن ته ٻڌڻ صفت ٻڌندڙ جي آهي ته هن حالت کي فناءِ قلبي ٿا چون ۽ هن حالت ۾ پاڻهي جو انوار الاهيءَ سان اولياءَ الله جي دفتر ۾ ثابت ٿيندو ۽ اها حقيقت هن فقير جي جد بزرگوار بطريقِ ڪنايه هڪ رباعيءَ ۾ ٻڌائي آهي. **رباعي**

ساقيءِ وحدت ڪنان جامِ توحيد نوش ڪر ∴ سلڪ گوهر کي مٿان لعل محمدؐ پوش ڪر [4]
ڪر ٽنيو شاخ مرجان ياقوتي ڇت سنڌ ∴ نرگسي ديڳ ۽ سند وين نسترن سرپوش ڪر [5]

---

[1] خبردار، الله جي ذڪر سان دليون آرام وٺنديون آهن، سورة رعد ع ٤

[2] ۽ الله کي گهڻو ياد ڪريو ته من اوهين ڇٽو. سورة الجمعه رڪوع ٢

[3] چاهڻ گهرجي ته حضرت صاحب قدس سره انوار لطائف کي ائين مقرر ڪيو آهي جيئن لکيل آهي يعني نور قلبي سفيد ۽ نور روح جي زرد ۽ نور سري سرخ. اهو ان جي برعڪس آهي جو حضرت قيوم جهان مخزن الاسرار ۾ مقرر ڪيو آهي. جتي نور قلبي زرد ۽ نور روحي سرخ ۽ نور سري سفيد ڄاڻيل آهي. ان جو سبب شايد اهو آهي جو هر بزرگ کي انوار لطائف جدا جدا نظر ٿا اچن.

[4،5] جام توحيد از کف ساقي وحدت نوش کن ∴ سلک گوهر از پس لعل محمد پوش کن
ساخ مرجان را ستون سقف ياقوتي نما ∴ حقه نرگس ز برگ نسترن سرپوش کن

حضرت شاه نقشبند فرمائي ٿو ته

بَنِدْ ڪَرْ چَپَ ۽ اکيون ۽ ڪَرْ ڪَنَ بَنْدُ ∴ جي نه ماڻين ڪو مُشاهدُ تون اسان تي ٺٺند له

پوءِ (٢) لطيفهٔ روح آهي - ان جو هنڌ ساڄي ٻيءَ هيٺان آهي - ان جو نور زرد آهي ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جي قدم هيٺ آهي، جنهن ڪري هيءُ راه ٿي حاصل ٿئي ٿو ته ان کي "ابراهيمي المشرب" ٿا چون - مٿي ڄاڻايل طريقي موجب ان هنڌ به دل ذاڪر ٿي رهي، تانجو ذڪر منجهس ٿئي ۽ "فنائي روح" ٿي حاصل ٿئي - ان کان بعد (٣) لطيفهٔ سري آهي - ان جو هنڌ ساڄي ٻيءَ مٿان ٻن آڱرن جي وٿيءَ تي آهي - ان جو نور سرخ آهي ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام جي زير قدم آهي ان هنڌ تي پڻ گهڻو ذڪر ڪرڻو آهي جيئن مٿي بيان آهي تان جو ذڪر ملڪو بڻجي "فنائي سري" حاصل ٿي ٿئي - ان کان بعد (٤) لطيفهٔ خفي آهي - ان جو هنڌ کاٻي ٻيءَ مٿان ٻن آڱرن جي وٿيءَ تي آهي - جا ڳٺ گهرجي ته دل ان هنڌ به ذڪر ڪريو تان جو ذڪر الله انهي ملڪو ٿو بڻجي ۽ "فنائي لطيفه خفي" ٿي حاصل ٿئي - هن لطيفه جو نور ڪارو آهي ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي قدم هيٺ آهي - هر اهو جنهن کي هيءُ راه ٿي حاصل ٿئي تنهن کي "عيسوي المشرب" ٿا سڏن ان کان پوءِ (٥) لطيفهٔ اخفيٰ آهي - ان جو هنڌ سيني جو وچ آهي جيڪو سيني لطيفن جي مٿان آهي ان جو نور سائو آهي ۽ اهو زير قدم حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم جي آهي - هر اهو جيڪو الله تعاليٰ جي بارگاه جي طرف هيءُ راه حاصل ٿو ڪري انکي "محمدي المشرب" ٿا سڏين - جڏهن الله تعاليٰ جي فضل سان هيءُ پنج لطيفا ڪاٿي وڃن يعني ذڪر ملڪو ٿي ٿو وڃي ته پوءِ ڄاڻڻ گهرجي ته هڪ تصور سان پنجن ئي هنڌن تي ذڪر ٿئي ٿو ۽ پڻ سڄو بدن ذاڪر ٿو ٿئي - هن کي "ذڪر سلطان" ٿا چون - جڏهن ته سينو هڪ ڀرپور خزانو ٿي وڃي ٿو ته پوءِ "نفي ۽ اثبات" يعني ذڪر لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ آهي - ان کان پوءِ ته ٥ مراقبا جن جو ذڪر "مراقبات اربعه" ۾ ڪيل آهي - ترتيب وار انشاء الله ٻئي ڪاغذ تي لکبو بِحَوْلِهٖ وَقُوَّتِهٖ - هن اڻ ڄاڻ ۽ ناقص العلم بزرگن جي قاعدن مان چند نڪتا عجالة تحرير ڪيا آهن - وَاللهُ اَعْلَمُ بِحَقِيْقَةِ الحال - تَمَّ مکتوبه الشريف -

هڪ ٻيو خط جيڪو سنڌ جي بزرگن ۾ مشهور عام آهي ان مان هڪ جو نڪيل هو لفظ به لفظ حضرت صاحب جن جي صحيح سان نقل ڪري هن صفحن جي زينت لاءِ پيش ڪجي ٿو ۽ هُوَ هٰذا

---

له لب به بند و چشم بند و گوش بند ∴ گر نه بيني سر حق بر ما بخند

بِسْمِ اللّٰهِ خَيْرِ الْاَسْمَاءِ بَعْدَ الْحَمْدِ وَالصَّلٰوةِ وَتَبْلِيْغِ الدَّعْوَاتِ الْوَافِيَاتِ وَالتَّسْلِيْمَاتِ الزَّاكِيَاتِ عَلَى الْمُصْطَفَيْنَ مِنْ عِبَادِ اللّٰهِ سُبْحَانَهُ وَتَعَالٰى چند ڳالهيون ٻڌڻ ۾ آيون مخصوص دل جي صلاحيت لاءِ دل ۾ خيال آيو ته اوهان سان روبرو اڪيلائيءَ ۾ اظهار ڪيو وڃي پر جڏهن ته اوهان سعادت نشان سلف الصالحين جو نتيجه ڪمال حسن فطرت جو ڪري اوهان نهايت صاحب ادب ۽ صاحب جرأت ڏسڻ ۾ آيا. صلاح آئي ته چند سادن ڪلمن سان اَلدِّيْنُ النَّصِيْحَةُ (يعني دين نصيحت آهي) جي طريقه سان باعث اوهانجي دل جي تڪليف جو ٿئي جڏهن ته خليفه صاحب جي زبان ڪان ٻيون ڳالهيون به ٻڌيون ويون آهن ان ڪري مٿيون خيال وڌيڪ تازو ٿيو. اوّل ته پر ڳڙ ٻي جي ڳوٺ ۾ بعضي طالبن جي زباني ٻڌو ويو ته اوهان صاحبان فتوىٰ ڏني آهي ته اوني ڪپڙي تي سجدو ڪرڻ جائز نه آهي.

اي ياءِ! الله تعالىٰ شين جي جائز ڪرڻ ۽ حرام ڪرڻ جي واڳ اسانجي ۽ اوهانجي حوالے نه ڪئي آهي، اُها ذات گرامي محمد رسول الله صلى الله عليه واٰله وسلم آهي. جيڪڏهن مڃون ۽ چئون ته آن حضرت صلى الله عليه وسلم مڪروه اگرچه تنزيها فرمايو آهي. نافهم مڪروه کي غير جائز نقل ٿا ڪن. ايتري قدر، حديث شريف ۾ حضور جن جي قولن ۾ آئي ٿو، كَانَ لَهُ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فَرْوَةٌ مَدْبُوْغَةٌ يُصَلِّيْ عَلَيْهِ[1] ۽ معلوم آهي ته کل چمڙي جي کي ماڻهو جاءِ نماز جي ٿا ڪن، چمڙي وارو يا سو هيٺ ٿا ڪن ۽ اوني يا سو مٿان، جيڪڏهن اوهان پشم اٺيل ۽ اڻ اٺيل ۾ فرق ٿا ڪيو ته معلوم ٿيو ته الله تعالىٰ حضرت امام مهدي جي ظهور جي انتظار جي زمانه ۾ جو زمانه نااميدي جو آهي، مجتهدن مان ڪو ٻيو مجتهد پيدا ڪيو آهي. ٻي جاءِ تي آن سرور عليه السلام جي اخلاق جي بيان ۾ ٿا آڻن كَانَ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ يُحِبُّ اَنْ يُّصَلِّيَ عَلٰى فَرْوَةٍ مِّنْ اَدِيْمٍ اَوْ حَصِيْرٍ[2] رسول الله صلى الله عليه وسلم جي محبوب کم کي مڪروه اگرچه تنزيها چوڻ آسان ڪم نه آهي.

ٻي هنن ٻڌو ويو ته فتوىٰ ڏني اٿئون ته وياج سان قرض وٺڻ جائز آهي. شايد ڪنهن محتاج لاءِ فتوىٰ ڏني هوندائون. انصاف ڪرڻ گهرجي، اهڙا ڪهڙي نه ٻي عقلي آهي، جيڪو ضرورت مند نه آهي، اهو ڌهر پيه وني ٿوري وقت اندر اهو ٻيڻا ڪري ڏيندو، هي سڀ نقصان، ضرورت ۽ محتاجي کان پيدا ٿيندڙ آهي ياٻي شيءِ کان، بلڪ حديثن ۽ آيتن جي تنبيه جو فائدو ڪاني رهيو، هميشه پراڻن ڪاغذن (ڪتابن) ۾ توجه ڪري ضعيف ۽ ڇڏيل روايتن کي رواج

[1] آنحضرت صلى الله عليه وسلم لاءِ هڪ کل هئي رڱيل، جنهن تي نماز پڙهندا هئا. ١٢

[2] چمڙي جي کل تي آن حضرت صلى الله عليه وسلم نماز پڙهڻ جي محبت رکندا هئا يا تونري تي ١٢

مِنْ فَضْلِكَ وَرَحْمَتِكَ فَإِنَّهُ لَا يَمْلِكُهُمَا إِلَّا أَنْتَ اَللّٰهُ لَا إِلٰهَ إِلَّا هُوَ الرَّحْمٰنُ الرَّحِيْمُ ط
أَسْتَغْفِرُكَ وَأَتُوْبُ إِلَيْكَ ـ اَللّٰهُمَّ إِنِّيْ أَسْئَلُكَ بِأَنَّ لَكَ الْحَمْدَ لَا إِلٰهَ أَنْتَ وَحْدَكَ
لَا شَرِيْكَ لَكَ الْحَنَّانُ الْمَنَّانُ بَدِيْعُ السَّمٰوَاتِ وَالْأَرْضِ ذُوالْجَلَالِ وَالْإِكْرَامِ
لَا إِلٰهَ إِلَّا اللّٰهُ الْعَظِيْمُ الْحَلِيْمُ لَا إِلٰهَ إِلَّا اللّٰهُ رَبُّ الْعَرْشِ الْكَرِيْمِ لَا إِلٰهَ إِلَّا
اللّٰهُ الْكَرِيْمُ الْعَظِيْمُ ط سُبْحَانَ اللّٰهِ وَتَبَارَكَ اللّٰهُ رَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ
رَبِّ الْعَالَمِيْنَ يَا حَيُّ يَا قَيُّوْمُ بِرَحْمَتِكَ أَسْتَغِيْثُ يَا أَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ (ٽي ڀيرا)
لَا إِلٰهَ إِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهُ لَا شَرِيْكَ لَهُ الْحَلِيْمُ الْعَلِيُّ الْعَظِيْمُ لَا إِلٰهَ إِلَّا اللّٰهُ
وَحْدَهُ لَا شَرِيْكَ لَهُ لَا إِلٰهَ إِلَّا اللّٰهُ الْحَلِيْمُ الْكَرِيْمُ سُبْحَانَهُ تَبَارَكَ وَتَعَالٰى
رَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ـ اَللّٰهُمَّ رَحْمَتَكَ أَرْجُوْا
فَلَا تَكِلْنِيْ إِلٰى نَفْسِيْ طَرْفَةَ عَيْنٍ وَأَصْلِحْ لِيْ شَأْنِيْ كُلَّهُ لَا إِلٰهَ إِلَّا أَنْتَ اَللّٰهُ
اَللّٰهُ رَبِّيْ لَا أُشْرِكُ بِهِ شَيْئًا ـ اَللّٰهُمَّ أَغْنِنِيْ بِحَلَالِكَ عَنْ حَرَامِكَ الخ ـ اَللّٰهُمَّ
إِنِّيْ عَبْدُكَ وَابْنُ عَبْدِكَ وَابْنُ أَمَتِكَ نَاصِيَتِيْ بِيَدِكَ مَاضٍ فِيَّ حُكْمُكَ عَدْلٌ
فِيَّ قَضَاؤُكَ أَسْئَلُكَ بِكُلِّ اسْمٍ هُوَ لَكَ سَمَّيْتَ بِهِ نَفْسَكَ أَوْ أَنْزَلْتَهُ فِيْ كِتَابِكَ
أَوْ عَلَّمْتَهُ أَحَدًا مِّنْ خَلْقِكَ أَوِ اسْتَأْثَرْتَ بِهِ فِيْ عِلْمِ الْغَيْبِ عِنْدَكَ أَنْ تَجْعَلَ
الْقُرْاٰنَ الْعَظِيْمَ رَبِيْعَ قَلْبِيْ وَنُوْرَ صَدْرِيْ وَبَصَرِيْ وَجَلَاءَ حُزْنِيْ وَذَهَابَ هَمِّيْ
أَسْتَغْفِرُ اللّٰهَ لَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ إِلَّا بِاللّٰهِ (ست ڀيرا) تَوَكَّلْتُ عَلَى الْحَيِّ الَّذِيْ لَمْ يَتَّخِذْ
وَلَدًا وَّلَمْ يَكُنْ لَّهُ شَرِيْكٌ فِي الْمُلْكِ وَلَمْ يَكُنْ لَّهُ وَلِيٌّ مِّنَ الذُّلِّ وَكَبِّرْهُ
تَكْبِيْرًا ـ اَللّٰهُمَّ اقْذِفْ فِيْ قَلْبِيْ رَجَاكَ وَاقْطَعْ رَجَائِيْ عَمَّنْ سِوَاكَ حَتّٰى لَا
أَرْجُوْ غَيْرَكَ وَلَا أَدْعُوْ إِلَّا إِيَّاكَ ـ اَللّٰهُمَّ وَمَا ضَعُفَتْ عَنْهُ قُوَّتِيْ أَوْ قَصُرَتْ
عَنْهُ عَمَلِيْ وَلَمْ تَنْتَهِ إِلَيْهِ رَغْبَتِيْ وَلَمْ تَبْلُغْهُ مَسْئَلَتِيْ وَلَمْ يَجْرِ عَلٰى لِسَانِيْ
مِمَّا أَعْطَيْتَ أَحَدًا مِّنَ الْأَوَّلِيْنَ وَالْاٰخِرِيْنَ مِنَ الْيَقِيْنِ فَخُصَّنِيْ بِهِ يَا
أَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ ـ اَللّٰهُ لَا إِلٰهَ إِلَّا هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّوْمُ لَا تَأْخُذُهُ سِنَةٌ الخ ـ٢ـ
لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوَاتِ الخ ـ٣ـ لَا إِلٰهَ إِلَّا أَنْتَ سُبْحَانَكَ إِنِّيْ كُنْتُ مِنَ الظَّالِمِيْنَ ـ اَللّٰهُمَّ
يَا عُدَّتِيْ عِنْدَ شِدَّتِيْ وَيَا غَوْثِيْ عِنْدَ كُرْبَتِيْ وَيَا مُوْنِسِيْ عِنْدَ وَحْشَتِيْ وَيَا رَجَائِيْ عِنْدَ

ـ١ـ هر دعا جي پڄاڙي ۾ "وَاغْنِنِيْ بِفَضْلِكَ عَمَّنْ سِوَاكَ" ٽي ڀيرا پڙهندا هوا ـ ـ٢ـ هتي آية الكرسي حضرت صاحبجن پڄاڙي تائين پڙهندا هئا ـ ـ٣ـ هتي ركوع پورو سورة بقره جو آخر تائين پڙهندا هئا ـ

مُصِیبَتِی اِحْرِسْنِی بِعَیْنِکَ الَّتِی لَا تَنَامُ وَاکْفِنِی بِرُکْنِکَ الَّذِی لَا یُرَامُ وَارْحَمْنِی
بِقُدْرَتِکَ عَلَیَّ وَلَا تُهْلِکْنِی وَاَنْتَ رَجَائِی یَا اَللّٰهُ یَا رَحْمٰنُ یَا رَحِیْمُ
وَصَلَّی اللّٰهُ عَلٰی سَیِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلَّمَ اللّٰهُ کَافٍ قَصَدْتُ الْکَافِیَ
وَجَدْتُ الْکَافِیَ لِکُلٍّ کَافٍ کَفَانِیَ الْکَافِیْ وَنِعْمَ الْکَافِیْ وَلِلّٰهِ الْحَمْدُ رَبِّ الْعٰلَمِیْنَ
وَلَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ الْعَلِیِّ الْعَظِیْمِ سُبْحَانَ اللّٰهِ وَبِحَمْدِهٖ سُبْحَانَ اللّٰهِ
الْعَظِیْمِ اَسْتَغْفِرُ اللّٰهَ (سو بیرا) وَصَلِّ اَللّٰهُمَّ عَلٰی سَیِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰی
اٰلِ سَیِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّهَبْ لَنَا۔ اَللّٰهُمَّ مِنْ رِزْقِکَ الْحَلَالِ الطَّیِّبِ مَا تَصُوْنُ بِهٖ
وُجُوْهَنَا عَنِ التَّعَرُّضِ اِلٰی اَحَدٍ مِّنْ خَلْقِکَ وَاجْعَلْ لَّنَا۔ اَللّٰهُمَّ اِلَیْهِ طَرِیْقًا
سَهْلًا مِنْ غَیْرِ تَعَبٍ وَّلَا نَصَبٍ وَّلَا مِنَّةٍ وَّلَا تَبِعَةٍ وَّجَنِّبْنَا۔ اَللّٰهُمَّ
الْحَرَامَ حَیْثُ کَانَ وَاَیْنَ کَانَ وَعِنْدَ مَنْ کَانَ وَحُلْ بَیْنَنَا وَبَیْنَ
اَهْلِهٖ وَاقْبِضْ عَنَّا اَیْدِیَهُمْ وَاصْرِفْ عَنَّا قُلُوْبَهُمْ حَتّٰی لَا نَتَقَلَّبَ
اِلَّا فِیْمَا یُرْضِیْکَ وَلَا نَسْتَعِیْنَ بِنِعْمَتِکَ اِلَّا عَلٰی مَا تُحِبُّ یَا اَرْحَمَ
الرّٰحِمِیْنَ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِیْنَ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰی سَیِّدِنَا وَمَوْلَانَا
مُحَمَّدٍ نَبِیِّ الْاُمِّیِّ الطَّاهِرِ الزَّکِیِّ اَکْرَمِ مَبْعُوْثٍ اَفْضَلِ شَافِعٍ
کَمَا صَلَّیْتَ عَلٰی اِبْرَاهِیْمَ وَعَلٰی اٰلِ اِبْرَاهِیْمَ اَفْضَلَ صَلَوَاتِکَ
عَدَدَ مَعْلُوْمَاتِکَ وَمِدَادَ کَلِمَاتِکَ وَبَارِکْ وَسَلِّمْ کَذٰلِکَ کُلَّمَا
ذَکَرَکَ وَذَکَرَهُ الذَّاکِرُوْنَ وَکُلَّمَا غَفَلَ عَنْ ذِکْرِکَ وَذِکْرِهِ الْغَافِلُوْنَ
صَلٰوةً تَکُوْنُ لَکَ رِضَاءً وَّلِحَقِّهٖ اَدَاءً وَّاٰتِهِ الْوَسِیْلَةَ وَالْفَضِیْلَةَ
وَالدَّرَجَةَ الرَّفِیْعَةَ وَالْمَقَامَ الْمَحْمُوْدَ الَّذِیْ وَعَدْتَّهٗ وَاَنْزِلْهُ
الْمَقْعَدَ الْمُقَرَّبَ عِنْدَکَ یَوْمَ الْقِیٰمَةِ صَلٰوةً تُنْجِیْنَا بِهَا مِنْ
جَمِیْعِ الْاَهْوَالِ وَالْاٰفَاتِ وَتَقْضِیْ بِهَا جَمِیْعَ الْحَاجَاتِ وَتُطَهِّرُنَا
بِهَا مِنْ جَمِیْعِ السَّیِّئَاتِ وَتَکْشِفُ بِهَا عَنْ قُلُوْبِنَا حِجَابَ الْغَفْلَةِ
وَالْخَطَرَاتِ وَتَرْفَعُنَا بِهَا اَعْلَی الدَّرَجَاتِ وَتُبَلِّغُنَا
بِهَا اَقْصَی الْغَایَاتِ مِنْ جَمِیْعِ الْخَیْرَاتِ فِی الْحَیٰوةِ وَبَعْدَ الْمَمَاتِ ط

# فصل چوٿون

منجهه بيان ملفوظات شريف حضرت صاحب جي ۽ ان فصل ۾ بيان آهي ڪن ڪرامتن ۽ خارق عادتن ۽ نعتيه قصيدن جو جيڪي وقت جي شاعرن کان حضرت صاحب جي خدمت ۾ پهتا ۽

ڄاڻڻ گهرجي ته فقير ڪاتب الحروف هن باب ۾ جيڪي روايت نوٽ ڪري يا ته پنهنجو ڏٺل يا ٻڌل آهي يا اهڙي شخص وٽان آهي جنهن جي سچائي ۾ ڪو به شڪ شبهو شامل نه آهي. حضرت صاحب جن جي خوش طبعي ۽ خوش خلقي اعليٰ معلومات جي حامل هئي، ان ڪري جيڪڏهين ڪا به ڳالهه يا نقل جيڪو حضرت صاحب جي طبع يا مذاق جي برعڪس ڏٺو ويندو هو ان کي غير معتبر ڄاڻي ان کي شامل ڪرڻ موزون نه سمجهيو ويندو هو. ان ڪري اهڙين سچاڻين غير موزون حقيقتن کان پاسو ڪري ڪتاب جي ورقن کي ڪارو نه ڪيو ويو آهي. فَاَقُوْلُ وَبِاللّٰهِ التَّوْفِيْقُ. ملان عبدالحڪيم جي خطمان نقل مِنْ تَصَرُّفَاتِهٖ: هڪ سال حضرت صاحب جن شهر پاڳ ۾ آيا ۽ وقت جي حاڪم طرفان شاهخاسي تاج محمد پاڳ شهر ۾ نائب مقرر ٿيو. سنڌ دشمن اهو چاهيو ته خان صاحب جي حضور ۾ سنڌن برائي ڪري کين پاڳ جي نائبي تان هٽائين. ان ڪري دربار ۾ اچي التجا ڪيائون. حضرت صاحب جن فرمايو ته استخاره ڪرڻ بعد جواب ڏنو ويندو. ٻئي ڏينهن قاضيءَ کي چيائون ته شاهخاسي التجا ڪئي هئي. دعا گهر بعد ۽ استخاره ڪيم. تمام طويل بحث مباحثو ٿيو ۽ ان گفتگو بعد قلعه فتح ٿيو ۽ ڪنجون آڻي ڏنائون. چيائون تمام چڱو! ڪنجون ورتائون. مگر عمر ٿوري اٿس. شاهخاسيءَ ٻڌائين ته خاطري ڪري ان کان ڪو به نائبي نه وٺندو. آخر حضرت صاحب جن رجب جي مهيني ۾ سنڌ جي سفر تي روانا ٿيا ۽ شعبان مهيني ۾ شاهخاسي سخت بيمار ٿيو ۽ رحلت ڪيائين. شاهخاسيءَ جي وفات کان پوءِ اوڻهاري جا ڇهه مهينا سنڌن غلامن پاڳ جي نائبي ڪئي.

مِنْ تَصَرُّفَاتِهٖ :- مُلّان عبدالحڪيم کان نقل -

هڪ پوڙهي کي بيماري هئي ، مثلاً مٿي ۾ جوسور ۽ خشڪي ، سندس رنگ ڦڪو ٿي ويو هو - رات جو خواب ڏٺائين ته حضرت صاحب جن آيا آهن ۽ هڪ شخص ان پوڙهيءَ کي زيارت ۽ دعا طلب لاءِ حضرت صاحب جن اڳيان آندو - پاڻ مسجد شريف ۾ کٽولي تي ويٺا آهن - فرمايائون ته مائي نزديڪ اچ - ساموهون وڃي کٽ جي پير ۾ ويٺس - منهن جي مٿي تي ڦيٿو ڪيائون ۽ پنهن جي ناس ڏنائون ته هن کي مغز طرف سٽڪ ، اتيئي ناس ڏنم - جڏهين ننڊ مان سجاڳ ٿيس ته سڀ تڪليفون رفع دفع ٿيل هيون ۽ ان وقت کان وٺي ڪنهن به تڪليف جو نه ٿيو. انتهٰى

ايضًا مِنْهُ (پڻ مُلّان عبدالحڪيم کان نقل -

هڪ شخص حاڪم جي حضور ۾ هن بنده تي چغلي ڪئي هئي ته مون ڏاڏي جي ماليات مان ڏهه هزار روپيه چوري ڪري ڪڍ ڇا هئا - هن بنده کي گرفتار ڪري ڏاڏي جي شهر ۾ نظربند ڪيائون - مهيني پڻ کان پوءِ حاڪم پاڳ شهر ۾ منزل ڪئي - هن غلام پنهنجي سموري حالت هڪ درخواست ذريعي حضرت صاحب جن جي اڳيان پيش ڪئي - پاڻ غائبانه دعا فرمايائون - هڪ ڏينهن حاڪم پنهنجي دربار ۾ هن غلام طلب ڪيو ۽ اشارو فرمايائون ته هيءُ شخص تنهنجي باري ۾ هيئن ٿو چوي - آخر حاڪم ان شخص سان گفتگو ڪئي ۽ ان جي ڳالهين کي ڪوڙو قرار ڏنو ۽ هن غلام انهن الزامن مان آزادي جو ٽڪارو حاصل ڪيو -

ايضًا مِنْهُ - مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ (پڻ مُلّان عبدالحڪيم کان نقل) سندن ملفوظات

هڪ ڏينهن هيءُ غلام مستونگ جي شهر ۾ هڪ مسجد شريف ۾ نقر دفقيري بابت ڪجھ ڳالهائي رهيو هو - حضرت صاحب جن مون ڏي مُتَوَجِّه ٿي فرمايو ته "فقير اهو آهي جو صبح کان شام تائين بيع ۽ شرا يعني خريد فروخت ڪري ۽ ان ۾ مسلسل مشغول رهي - ائين ڪرڻ سان ان تي غفلت طاري نه ٿيندي" ان کي اسين فقير چئون ٿا -

مِنْ تَصَرُّفَاتِهٖ :- سيّد ميران محمّد شاهه جي روايت :- سنه ۱۳۰۶ھ پنهنجي اصلي شهر مٽياري طرف ويس - پنهنجي پراڻي اوطاق جيڪا حاجي ٻچل حجام جي حوالي ڪئي هئم

اچي ويس - ڏٺم ته گهڻا پار اچي موجود هئا. جڏهن ڳڙهي ڪن ته سبب ته معلوم ٿيو ته اهي
پار پاڻ ۾ هڪ صلاح ٿي هندو عاملن جو هڪ پار مسلمان ڪري اڳو ٺُهر (سنّت)
ڪيو هئائون ۽ اُهو ٺُهريل پار به موجود هو - مونکي دل ۾ ڪڻڪو ٿيو ته هيءُ اوطاق اسانجي
آهي - جيڪڏهن مونکي نومسلم جي وارثن مان ڪنهن ڏٺو ته مون تي سخت مقدمو
داخل ٿي ويندو - ان وقت هندو به آيا ۽ ڏسي مون تي مقدمو ناهڻ ۾ لڳي ويا - حيدرآباد
۾ فرياد داخل ڪيائون ۽ درخواستون ڏنائون - قانون موجب بغير ثبوت جي گرفتار ٿي ٿيس
مون انکي ناگوار ۽ هتڪ اٿي سمجهي - پنهنجي ڀاءُ غلام نبي شاه کي حيدرآباد موڪليو
تڪڙو حضرت صاحب جن جي حضور ۾ حاضر ٿي، سموري سرگذشت عرض ڪيم
حضرت صاحب جن دعا فرمائي - پوءِ حيدرآباد ويس - مقدمه جي حاضريءَ واري
ڏينهن انهن جون درخواستون رد ڪيائون ۽ مقدمو رد ٿيو ۽ پڌرو ۾ نه آيو - حيدرآباد
جي ڪيڪنهن ڇيو ته اهو ٺُهريل ڇوڪرو مون ڏٺو آهي - هن مقدمي ۾ مُنهنجي شاهدي
آهي - حضرت صاحبجن جي دُعا جو اهو اثر ٿيو جو ڪنهن به مونکان نه پڇيو. جڏهن
هن بنده جي ڇٽڻ جي خبر حضرت صاحبجن کي پئي ته خوش ٿي حاضرين مجلس کي جن
۾ حافظ حامد به هو - فرمايائون ته هيءُ بشارت ان لاءِ اسانکي پڌ اياٺون " لَا تَعْتَذِرُوا
قَدْ كَفَرْتُمْ بَعْدَ إِيمَانِكُمْ" (ڇهاڙي آيت تائين) خيال ۾ آيو ته هيءُ آيت شريف جا سورة توبه
(رڪوع ٨) ۾ آهي - لَا تَعْتَذِرُوا پڙهندا آهيون - عجب آهي جو ايترو عرصو لَا
تَعْتَذِرُوا کي لَا تَعْتَذِرُوا پڙهندا رهيا آهيون - جنهن جي حقيقت هاڻي معلوم ٿي

مِنْ تَصَرُّفَاتِهِ :- مرحوم مذڪور سيّد صاحب کان روايت آهي ته حاجي عاقل جي دعوت
تي، ساڪري ۾ جيڪو ٺٽي ننگر جي پرگڻائي ۾ آهي، حضرت صاحب جن جي خدمت
۾ وياسين - شام جي وقت مذڪور حاجي صاحب پنهنجي ننڍڙي ڇوڪري
آندي ۽ عرض ڪيائين ته ان ڇوڪريءَ کي اکين جي بيماري آهي ۽ نيڪ نه ٿيون ٿين
دُعا فرمايو ته ڇوڪري نيڪ ٿئي ڇو ته برادريءَ ۾ اهو عيب تصوّر ڪندا. حضرت
صاحب جن پنهنجي پڪَ مبارڪ پنهنجي هٿ مبارڪ سان ان جي اکين تي مَلي
صبح جو سوير ان ڇوڪريءَ کي واپس آندائون. ڏٺوسين ته اکيون بلڪل نيڪ
هيون ۽ مرض بلڪل لهي ويو جنهن جو ڪو به اثر باقي نه رهيو.

مِنْ تَصَرُّفَاتِهٖ :- سنہ ١٢٩٦ھ ۾ انگريز، افغانيه ملڪ تي قابض ٿيا جنهن وقت بحن ميوند وٽ، جيڪو قندهار جي پسگردائي ۾ آهي، جنگ لڳي. حضرت صاحب جن جنگ لاءِ تشريف فرما ٿيا. نقل ٿي فرمايائون ته جنهن وقت جنگ جي ميدان مان باه جا شُعلا نمودار ٿيا ته فقير (حضرت صاحب جن) بندوق بازي ۾ مشغول هوءِ ۽ اوچتو ڪافرن جي طرف کان بندوق جي گولي زور سان منهن جي ڳلّ تي لڳي مگر خدا جي فضل ڪرم سان مون تي اثر انداز نه ٿي ۽ واپس زمين تي ڪري. ڪرڻ سان ايتري ته مٿي اڏامي جڻ ته ڳڙو زمين تي ڪريو. مونکي بنا ڪنهن زخم جي پيو ڪو به ايذاءُ نه رسيو مگر تورڙي چمڙيءَ جي سوزش محسوس ٿي جنهن جو اثر منهن جي ڳل تي ڪجهه ڏينهن رهيو ۽ پوءِ اهو به زائل ٿي ويو.

مِنْ تَصَرُّفَاتِهٖ :- هن جهاد ۾ جيڪي همرڪاب هئا. ڪاتب الحروف سان نقل ٿا ڪن ته جنگ جي ظاهر ٿيڻ کان اڳ حضرت صاحب جن شيخ حسن ميمڻ جي زيارت لاءِ روانا ٿيا. جيڪا اتي زيارتگاه آهي. پوءِ توجّه فرمايائون ته انشاءالله اسان سيني رفيقن سان سلامت رهندا اسون. ڇاڪاڻ ته حضرت شيخ پنهنجا ٻئي هٿ اسانجي مٿي تي ڦيرايا جڻ ته اسانجي نگهباني ٿو ڪري.

مِنْ تَصَرُّفَاتِهٖ :- حضرت صاحب جن کي قنڌار شهر کان ٻاهر اوير طرف ٽيهن فرلانگن جي مفاصلي تي زمين جو ٽڪرو هو. پنهنجي عيال سميت اتي گهڻو وقت رهندا هئا. سياري ۾ ملڪ جي رواج موجب سمهڻ مهل گهڻي باه ٻاريائون جي مٿان ڪنولي مثل، جنهن کي انهيءَ اصطلاح موجب "صندلي" چوندا آهن. رکيائون ان ڪنوليءَ مٿان بستر وڇائي سمهيا. بستري جي مٿان نئين صندوق رکيائون صبح جو ڏٺائون ته صندوق وڙي ڪاندهي. گهروارن هڪ ٻئي کان پڇا ڳاڇا ڪئي مگر ڪنهن کي به خبر نه هئي. حيران رهيا. حضرت صاحب جن نماز اشراق کان بعد مسجد مان گهر آيا. گهروارن سڄي ماجرا بيان ڪئي. حضرت صاحب جن گهر جي هر فرد کان جدا جدا پڇا ڳاڇا ڪئي ته انهن نه ڪنئين آهي. سڀئي حيران ۽ عجب ۾ رهيا ۽ چيائون ته اسانکي خبر نه آهي. ان کان پوءِ فرمايائون ته جڏهين "تهجد" لاءِ اٿيس، ته نمته جنّ مان ڪو هيءَ آيو هو. سوين عذر خواهيون ڪيائون ۽ چيائون ته

اسان هتي مسافر آهيون ۽ اڄ رات لاءِ پهتا آهيون - اسان جي غلامن مان ڪنهن
بيوقوف گستاخي ڪري سائين جي حويليءَ ۾ داخل ٿي صندوقڙي ڪٿي فلاڻي جاءِ تي رکي
آهي، هاڻي ان گستاخانه جرأت لاءِ معافي گهران ٿو ۽ ڪجهه ڏينهن هتي اوهان جي پاڙي
۾ رهندا سين ۽ پوءِ ويندا سين - صندوقڙي کي ان تو سيل هنڌ تان هٿ ڪياڻون
۽ پنهنجي اهل کي تسلي ڏنائون ته فڪر نه ڪر پوري نه ايندا -

مِنْ تَصَرُّفَاتِهٖ :- هڪ شخص کان جنهن جي ڳالهه تي يقين اٿم - نقل آهي ته
حضرت صاحب جن فرمائيندا هئا ته حرمين الشريفين جي سفر دوران ڪراچي
بندر تي پهتس - جنهن هنڌ ترسيس اتي جي ماڻهن چيو ته رات جو مٿي نه وڃجو
جو اتي خوف کان گهڻا ماڻهو تباهه ٿي ويا آهن - الله جو شان! هي ڳالهه دل تان لهي وئي
آخر رات ۾ وضوءَ لاءِ ڇت تي ويس - ڇت جي طرف هڪ ننڍو گهر هو - ان ۾ هڪ ڪت
پيل هئي - کٽ جي مٿان هڪ خوفناڪ شيءِ منهنجي نظر ۾ آئي جيڪا پنهنجي جسم
جي ضخامت ڊگهائي ڪري سڄي کٽ وار بوٺي هئي - جنهن وقت اسانجي موجودگي
محسوس ڪيائين ته تحرڪ ۾ آئي ۽ کٽ جي پاڻهين مان اٿي ۽ آواز پيدا ڪري ۾ آيو جو
جڻ اهي پڇي رهيون - پيهي تصديق شروع ڪيم ته يڪدم ان جي سختي
ختم ٿي ۽ آرامي ٿيو ۽ منهنجي نظرن کان غائب ٿي ويو - مون پوءِ وضو تازو ڪيو ۽
هيٺ لهي آيس -

مِنْ تَصَرُّفَاتِهٖ :- حاجي صديق ڦنڊاريءَ کان نقل آهي ته سنه ١٣٠٥ھ، هڪ هزار
ٽي سو پنج ۾ هڪ دشمن جي تهمت لڳائڻ تحت وقت جي حاڪم جي حڪم هيٺ
اسان جي گهر کي ايتري قدر لٽيو ۽ ڦريو ويو جو ڪا به شيءِ نه بچي سواءِ هڪ کٽ ۽
هنڌ جي، جيڪي حضرت صاحب جن لاءِ مخصوص ڪيل هئو ۽ جڏهين تشريف
آوري فرمائيندا هئا ته ان تي آرام فرمائيندا هئا - حضرت صاحبجن جي ننڍڪا
اسان کي پاڻ امداد ڪئي هئائون ۽ اهڙيون خاص شيون جيڪي هيون ڪنهن
به هيٺ مٿي نه ڪيون ۽ ساڳئي جاءِ تي پيل هيون -

مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ :- حضرت صاحب جن هڪ ڏينهن ٽنڊي ننگر ۾ قاضي ميان عبدالرحيم
صاحب جي دعوت تي ويا - قاضي صاحب کي ڳالهيون ۽ تصرفات حضرت صاحب ڏن

(حضرت صاحب قنڌار وارا حضرت شاه عبدالقيوم قُدِّسَ سِرُّهٗ حضرت صاحب جن جا والد بزرگوار) جا بيان ڪري پوءِ پاڻ حضرت صاحب جن طرف اشارو ڪيائين. حضرت صاحب جن جواب ۾ هيءُ مصرع زبان مبارڪ تي آندائون. "چه نسبت خاڪ را با عالم پاڪ" يعني ڪهڙي نسبت خاڪ کي عالم پاڪ سان.

مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ:- حضرت صاحب جن مٽيارين ۾ تشريف فرمايا. وقت جي عالمن مان ڪو اتي موجود هو. ڪچهريءَ دوران ڪنهن ڪجهه سوال پڇيا ويا. عرض ڪيو ته هڪ ڪتاب سندن لاءِ ڪتاب لکيو آهي اهو آڻي؟ پاڻ پڇيائون ته اهو ڪٿان آيو؟ جواب ڏنائين ته فلاڻي هندوءَ کان خريد ڪيم. پاڻ فرمايائون ته اهو ڪتاب اسان جي ڪم ڪان ويو جو ان جي سياهي هندوءَ کان ورتل آهي. پوءِ حڪم ڪيائون ته اهو ڪتاب درياءَ ۾ ڦٽو ڪيائون. پڇيائون ته هن ڪم ڪرڻ ۾ ڪهڙو ضرر هو، ته ڪتاب جنهن جي مس هندوءَ جي دڪان تان ورتل هئي ان ۾ ڪهڙو نقصان هو؟ حضرت صاحب جن جواب ۾ فرمايو ته "حَسَنَاتُ الْاَبْرَارِ سَيِّئَاتُ الْمُقَرَّبِيْنَ"[1]

مِنْ تَصَرُّفَاتِهٖ:- مرحوم ولي محمد ٻيڙيءَ کان نقل آهي ته سن ١٢٩٥هه هڪ هزار ٻه سو پنجانوي ۾ حضرت صاحب جن حرمين الشريفين جي سفر تان موٽيا ۽ هن فقير جي دعوت لاءِ تشريف فرمايا. جيئن ته بندا جي عمر آخري مرحلن ۾ هئي ۽ ڪو پٽ اولاد نه هو، ان ڪري سواءِ حضرت صاحبن جي ٻيو ڪو وسيلو نه ڏسي سيد غلام نبي شاهه جو واسطو وجهي خدمت ۾ عرض ڪيم ته اسان جا پيشا احوال انهيءَ ڪري پرسڪون آهن (دعا جو آسرو آهي) ۽ وڏيڪ پاڻ بهتر ڄاڻن ٿا. حضرت جن اچي ان ۾ هن غلام کي طلب فرمايو ۽ حڪم ڪيو ته ٻي شادي ڪر، خداوند ڪريم توکي پٽ اولاد عطا ڪندو. ان کان پوءِ حافظ ميان ابراهيم کي طلب ڪيائون ۽ فرمايائون ته توکي پهرين گهر مان خدا تعالىٰ ٻه پٽ عطا ڪندو، ٻي شادي ٻه توکي ڪرڻ گهرجي. ان سال مونکي پهرين گهر مان غلام محمد نالي پٽ ڄائو ۽ ٻن سالن بعد ان جو ڀاءُ عثمان ڄائو. ٻئي گهر مان پڻ ٻه پٽ جان محمد ۽ غلام حسن عطا ٿيا.

[1] نيڪيون نيڪن جون، گناه مُقَرَّبن جا آهن.

مِنْ خَوَارِقِ عَادَاتِهٖ :- (سندن ڪرامتن مان هڪ ڪرامت) سنه ١٢٩٨ هه هڪ هزار ٻه سو ۽ اٺانوي ۾ جنهن وقت حضرت صاحب جن ٽڪڙ ۾ مقيم هئا، هڪ ڏينهن اشراق جي نماز بعد پنهن جي غلام کي امر ڪيائون ته ڪنهن گهوڙي تي سنج وجهي کاهي اچ، نوڪر حڪم مطابق ديو ۽ هڪ گهوڙو حضرت صاحب جن جي سواري لاءِ ۽ هڪ پنهن جي لاءِ تيار ڪري کاهي آيو- حضرت صاحب جن سواري ٿي روانا ٿيا. حاضرين مان ڪنهن کي به پڇڻ جي طاقت نه ٿي- ٻئي ڏينهن لهري مهل واپس آيا معلوم ٿيو ته مرحوم حاجي موسيٰ خان نظامانيءَ جي عمر پوري ٿي هئي ۽ حضرت صاحب جن مرحوم کي ڪلمهٔ شهادت جي تلقين ۽ جنازه نماز ادا ڪرڻ سان مشرف ڪيو- اهڙو ساڳيو واقع جناب حضرت صاحب ڪلان قندار والد (حضرت شاه عبدالقيوم قُدِّسَ سِرُّهٗ) سان خليفه ميان احمد خان نظامانيءَ جو درپيش آيو هو.

مِنْ عَادَاتِهٖ :- حضرت صاحب جن هر ڪار کي ايترو ته پوشيده رکندا هئا جو ان کا وڏيڪ تصوف ۾ به نه ٿو اچي- جيڪڏهن ڪو تيز هوش وارو مجلس ۾ ويٺل هوندو هو ته ڪي احوال قرآن ۽ حديث مطابق ٻين ڳالهين اندر ڪندا هئا نه ته خير،

خوشتر آن باشد که سِرِّ دلبران :: گفته آيد در حديثِ ديگران [1]

آن طرح هڪ ڏينهن مجلس ۾ ويٺا هئا ۽ فرمايائون ته مون اولياء الله مان هڪ کي ائين فرمائيندي ٻڌو ته مون عَلاّمه ميان حبيب الله قندار رحمة الله جي قلب ڏاڍو منوجهه ٿيس مگر ان کي هڪ دم به ذڪر کان غافل نه ڏٺم- ولي مان سندن مراد سندن والد ماجد قيوم الزمان (حضرت شاه عبدالقيوم قُدِّسَ سِرُّهٗ) هو- ڪار کي پوشيده رکڻ ۾ پاڻ ايتري ڪوشش ڪندا هئا جو اگر ڪي طبيعت کان اڻ واقف حضرت صاحب جن کي لفظ ولي يا دوستِ خدا يا اهڙي هم معنيٰ لفظ سان مخاطب ٿيندا هئا ته سندن مُنهن مبارڪ ۾ غصي ۽ ناراضگيءَ جا آثار نمودار ٿيندا هئا- "آنرا خبر شد خبرش باز نيامد" [2]

مِنْ تَصَرُّفَاتِهٖ :- هڪ سال حضرت صاحب جن حرمين الشريفين جي سفر تان واپس موٽندي قندار تشريف فرما ٿيا- جڏهين افغانستان جي حد ۾ داخل ٿيا

---

[1] پلو اُهو ڀلو جو راز دلبرن جو :: چيل اچي ٻين جي ڳالهين ۾-
[2] پورو بيت گلستان جو هن طرح آهي- اين مدعيان در طلبش بيخبر انند :: کان را که خبر شد خبرش باز نيامد يعني هي مدعي (دعويٰ دار) الله تعاليٰ جي طلب ۾ بي خبر آهن جنهن کي خبر پئي، وري ان جي زبان تان خبر نه آئي-

۽ چمن جي منزل تان روانا ٿيا ته وات ۾ هڪ قاطع الطريق (ڌاڙيل) اچڪزئي قوم جو
ٽولو جماعت جي رفيقن ۽ خادمن تي حملو آور ٿيو ـ رفيقن جنگ ۽ جهيڙي جي تياري
ڪئي ـ حضرت صاحب جن کين منع ڪئي ۽ ان لٽيرن جي ٽولي کي نرميءَ سان سمجهائڻ
جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي ـ مگر هو پنهنجي بدڪرداريءَ کان باز نه آيا ـ نيٺ حضرت صاحب
جن فرمايو ”حَسْبُنَا اللّٰهُ وَ نِعْمَ الْوَكِيْلُ“ ـ پاڻ هڪ دڙي جي نزديڪ هوان تي ويٺا ۽
لٽيرا ڦرلٽ ۾ مشغول ٿي ويا ـ قضا الاهيءَ جو ان قوم جو سردار اُن اچ وچ دوران
اهڙيءَ طرح منهن ڀر ڪريو جو سندس ٽنگ ۽ ڇپ لهولهان (رت ۾ ترهت) ٿي پيا ـ اهن
ان کي غيبي مصيبت ڄاڻي حضرت صاحب جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي معافي گهرائين
۽ روانا ٿي ويا ـ حضرت صاحب جن کين معاف ڪيو ـ له مَنْ كَانَ لِلّٰهِ كَانَ اللّٰهُ لَهٗ ـ

مِنْ عَادَاتِهٖ :ـ حضرت صاحب جن جي بهادري ايتري قدر ته هئي جو سخت ۾
سخت جنگين ۾ مثل ستون، قائم رهندا هئا ـ جيئن اهڙا واقعا فصل پهرين ۾
ذڪر ڪيل آهي ـ ياد ائم ته سنه هڪ هزار ٻه سو ستانوي ١٢٩٧ھ ۾ انگريز ڪافرن
جو حملو خراسان جي ملڪن تي ٿيو ۽ آخري جهاد رمضان شريف ۾ قنڌار جي نزديڪ
قائم ٿيو ۽ اسلامي لشڪر جي ڪن مهندارن جي بد دیانتي ڪري اسلامي لشڪر کي
شڪست ملي ۽ مجاهد ڀڄڻ لڳا ـ حضرت صاحب جن سخت ڪوشش ڪري انهن کي
ڀڄڻ کان منع ڪئي ۽ الفاظ بطور نصيحت فرمايا ـ ” اي مسلمانو! ڀڄڻ کان پاسو ڪريو
جو اهو ڪبيره گناهه آهي ۽ ڪافر دين جي دشمنن ۽ قرآن جي دشمنن ۽ جانين جي
دشمنن ۽ ننگ ناموس جي دشمنن کي پنهنجي مٿان قابض ۽ غالب نه ڪريو“

مِنْ تَصَرُّفَاتِهٖ :ـ هڪ افغاني شخص کان بذاتِ نقل ياد ائم چيائين ته جوانيءَ جي زماني
۾ حضرت صاحب جن جي ٻنيءَ ۾ هاري ڪندو هوس ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ هڪ
صاحبِ حُسن عورت هئي ـ مان ان تي عاشق ٿي پيس ۽ رات ڏينهن ان سان وصال
جو حيلو سوچيندو هوس ـ هڪ ڏينهن اڪيلو اهو سوداءُ دل ۾ پئي ڇايم ۽ ڪا
انڪل پئي سوچيم ته اوچتو ڪنهن شخص پويان منهنجي ڪنڌ تي سخت چنبو هنيو ـ
مون يڪدم ڪنڌ ڦيرائي ڏٺو ته حضرت صاحب جن آهن ـ فرمايائون ته ” اي احمق!

له هاڻو! جيڪو شخص الله تعاليٰ جو آهي، الله تعاليٰ ان جو آهي ـ (خدا جو خدا ئي، خدا جو سڀئي ان جو)

اهڙن بيهودن خيالن کان اڃا باز نٿو اچين! مان يڪدم سندن قدمن ۾ ڪري پيس
۽ توبه تائب ٿيس.
مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ :- حضرت صاحب جن نقل فرمائيندا هئا ته سنه ١٢٧١ھ هڪ هزار
ٻه سو ايڪهتر ۾ حضرت والد بزرگوار اسانجا قنڌار شهر ۾ وصال فرمايائون
هن مصيبت مونکي ايترو دلگير ڪيو جو مونکي آرام نه هو. تنهن هوندي
به مون چاليهه ڏينهن فاتحه خواني ڪري گذاريا. ان کان پوءِ قنڌار شهر مان ارادو
حرمين الشريفين وڃڻ جو ڪيو ۽ زيارت روضه اقدس حضرت امام رباني
محبوب سبحاني مجدد الف ثاني قَدَّسَنَا اللّٰهُ بِسِرِّهِ الْاَقْدَسِ لاءِ نڪتس ۽ ڪابل
طرف رخ ڪيم. ان زماني ۾ حضرات جي خاندان ۾ وڏي عمر وارو
صاحبِ ارشاد مريد ڪرڻ وارو حضرت ميان غلام صديق صاحب جن
نهرڪارين وارا هوا. نهرڪارين هڪ ڳوٺ آهي، قنڌار جي الهندي طرف
ٻن ٽن ميلن جي پنڌ تي. انهن ڏينهن ۾ حضرت مذڪور شهر ۾ تشريف آوري
ڪئي هوائون. موڪلائڻ لاءِ سندن خدمت ۾ آيس. جڏهن ته ڏينهن
سياري جا، برفباري جي موسم شروع هئي. حضرت ممدوح (توفيق ڪيل)
منع ڪيائون ۽ فرمايائون ته هن برف جي موسم ۾ سفر ڪابل جو قريب مصلحت
جي نه آهي. لاچار سندن فرموده مطابق سفر ڇڏيم. پر جڏهن ته جدائي
حضرت والد ماجد جي مونکي پريشان ڪيو هو، ٿيئن پاڇو ٽين ڏينهن وري
سفر جي سنبت ڪيم. سفر جو سامان ڪٺي سندن خدمت ۾ آيس ۽ عرض
ڪيم ته اوهان جي فرمان مطابق سفر جو سنباهو ترڪ ڪيو هو. مگر هن وقت
گهڻي فڪر ڪري ترسي نٿو سگهان. سفر جو پختو ارادو ڪري حاضر ٿيو آهيان
اجازت جي عنايت فرمائيندا. پوءِ حضرت ممدوح (توفيق ڪيل) وري
منع نه فرمائي ۽ اتي دعا ڪيائون. الوداع ڪري روانو ٿيس. خادمن مان
ٽي ڄڻا پيا به ساڻ ٿيا. حاجي محمود نصرپوري ۽ محمد سميع افغاني ۽ حاجي
الماس حبشي، ان برفباريءَ ۾ ۽ سياري جي سرديءَ ۾ پئي وياسين. رفيقن کي
پهچڻ برباديءَ جو خوف هو. رات جو حاجي محمود خواب ڏٺو ته جناب حضرت

قَيُّوْمُ الزَّمان قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمائن ٿا ته فلاڻي کي چئو ته "حزب البحر" چوندتو
پڙهي ۽ پڙهندا رهو، انشاء الله تعاليٰ سڀني مصيبتن کان امن امان ۾ رهندا
ان کان پوءِ حزب البحر ناغي پڙهڻ شروع ڪيم ۽ ڪابل شهر ۾ خير سلامتيءَ
سان پهتاسين. اتي ان وقت وڏي عمر وارن مان جناب حضرت ميان
عبدالباقي صاحب جن زنده هئا. هن فقير کي پنهنجي جاءِ تي ڪجهه وقت
ترسڻ لاءِ امر ڪيو ۽ تمام گهڻيون ڪرم نوازيون ۽ مهربانيون ڪيائون، جن
جو بيان ناممڪن آهي. ان کان پوءِ اجازت وڃڻ جي عطا ڪيائون. اسان سرهند
شريف جي زيارت جو عزم ڪيو ۽ پشاور واري رستي سان گهوڙن ذريعي منزلون
هڻندا آخر سرهند شريف جي زيارت کان مشرف ٿياسين ۽ ان وقت اجا انگريز سرڪار
ريل جاري نه ڪئي هئي. پوءِ اتي ڪافي عرصو ترسياسين. اتي منهنجي دل کي سڪون
مليو. فرمايائون ته ويچارو حاجي الماس پڻ لاءِ جدا ڪاڏو تيار ڪندو هو. مگر اسان
لاءِ روزي ڪوٽڻ مهل هڪ مائي جوڻ جي اٽيندو هو. گهڻو ڪري آءُ حزب البحر جي پڙهڻ
۽ زڪواة اجي ادا ڪرڻ ۾ رڌل رهندو هوس. ان طرح سان جا ترتيب بزرگن مقرر
فرمائي آهي. گهڻو وقت رهڻ بعد جڏهن اسان الوداع ڪئي ته خواب ۾ ڏٺوسان
ته جناب حضرت مجدد الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهٗ جن هن فقير تي ڏاڍيون مهربانيون
ڪيون آهن ۽ انهن سڀني مان هڪ اها ته هڪ دستار نفيس سائي رنگ جي هن
فقير کي عطا ڪئي اٿن ۽ ٻيون به تمام گهڻيون نوازشون ڪيون اٿن. پوءِ اتان
الوداع چئي ملتان شريف ۽ سکر جي رستي شڪارپور آياسين. شڪارپور مان
حاجي الماس کي خرچ پکو ڏيئي قنڌار طرف پنهنجي عيال جي سار سنڀال لاءِ روانو ڪيوسين
۽ پاڻ حرمين شريفين جي ارادي سان اڳتي وياسين. تَمَّ ڪَلَامُهُ الشريف ڏيوريءَ تي سندن ملفوظ
مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ:- هڪ رات حضرت صاحب جن عشا جي نماز لاءِ تڪڙ جي مسجد
۾ آيا. پاڻ مسڪينن ۽ پريشان حال وارن لاءِ آجهو هئا. ههڙا خسته حال سندن گهر
۾ ايندو هو. ع هرڪجا چشمه بود شيرين ∴ مردم و مرغ و مور گرد آيند[1]
انهن سڀني مان هڪ شخص سليمان نالي لاڙ ڪاڻي طرف جو، بندر ائي ۽

[1] توتي ظاهر جتي چشمو مٺو ∴ ماڻهو پکي ۽ ماڪوڙيون گڏ ٿين

۽ جسم جي ننڍڙائيءَ ۾ ضرب المثل (مشهور چوڻي) هو. چاليهن سالن جي عمر ۾ پنجن سالن جهڙو ۽ ڇو ڪرو ڏسڻ ۾ ٿي آيو. ان مجلس ۾ حضرت صاحب جن موجود هئا ۽ مرحوم خليفه ميان عبدالهادي به هو. خليفه چيو ته قبلا! اڄ حاجي سليمان کي فلاڻي ڇوڪري سان ڪشتي ٿي ڪرائي سون مگر حاجي ويچاري ۾ طاقت نه هئي ۽ ڪشتي نه ڪيائين. حضرت صاحب جن فرمايو ته حاجيءَ کي تو سان ته ڪشتي ڪرايون. خليفه صاحب عرض ڪيو ته قبلا! مان هن کي ڪڏهن مسجد جي محراب ۾ چڙهندس پوءِ ڇا ڪندو؟ حضرت صاحب جن هن تي نقل فرمايو ته هڪ ڏينهن ٻار هڪ ڦوسي (جهرڪي مثل ننڍو پکي) پويان پيو. الله تعالىٰ جو شان جو ٻئي پکي حضرت شيخ فريد قدس سره جي حضور ۾ آيا. حضرت شيخ جي ان ننڍڙي پکيءَ تي نظر پئي. ان ۾ ايتري طاقت آئي جو ٻار طرف منهن ڪري مقابلو ڪيو. ٻار جي ويو ۽ ڦوسي ڇوٽڪارو ڪيو تَمَّ كَلَامُهُ الشَّرِيفُ وَفِيهِ إِشَارَةٌ وَّتَلْوِيحٌ كَمَا لَا يَخْفَىٰ.[1]

مِنْ مَلْفُوظَاتِهِ:- حضرت صاحب جن هڪ ڏينهن مجلس ۾ ويٺا هئا. هڪ عرب ان مجلس ۾ شريڪ ٿيو. حضرت صاحب ان کي پنهنجي پاسي ويهاريو. جڏهن عربي زبان ۾ ان کان سندس جاءِ رهائش جي پڇيائون ته هن ٻڌايو ته مان يمن جي سادات مان آهيان جيڪو خاندان حديده شريف جي نزديڪ رهي ٿو. جنهن جو ڏاڏو سيد عبدالباريءَ نالي آهي ۽ مان ان جو پوٽو آهيان. هن مهل سڪونت مدينه مطهره ۾ اٿم. حضرت صاحب جن فرمايو ”اَحَيٌّ هُوَ اَمْ تُوُفِّيَ“ (ڇا حيات آهي اهو (شاه صاحب) يا وفات ڪري ويو) چيائين ته ”بَلْ تُوُفِّيَ“ (بلڪ وفات ڪري ويو) ان بعد حضرت صاحب جن مرحوم سيد غلام نبي شاه سان مخاطب ٿي نقل فرمايو ته هڪ سال حج جي ارادي سان ڪجهه اهلِ فضل صاحبن سان گڏ جي هندستان مان حديده شريف رسياسين ۽ حضرت ٿيو مجهان[2] قُدِّسَ سِرُّهٗ جي زيارت لاءِ وياسين

[1] اها ڳالهه پڻ حضرت صاحب جي ملفوظات شريف هن ۾ اشارو ۽ رمز ظاهر آهي. ضعيف پکيءَ تي جڏهن نظرِ ڪرم حضرت شيخ فريد قدس سره جي پئي ته ايتري پکي ۾ طاقت پيدا ٿي جو ٻار ڏانهن منهن ڪري مقابلو ڪيائين ٻار کي ڀڄايائين. اهڙي طرح حضرت صاحب جي نظر جي سان حاجي اسماعيل بندي ٿي سا جيڪڏهن خليفه ميان عبدالهادي ڪشتي ڪئي ها ته منجهس ايتري طاقت اچي ها جو خليفه کي مسجد جي

ان وقت سيد عبدالباري زنده هئا. جڏهن ته مون کي سيد جو حسن اخلاق دنيا اندر مشهور هو. رفيقن جو ارادو ٿيو ته اسان به هن بزرگ جي زيارت لاءِ هلون. فقير به ان سيد جي زيارت جو عزم ڪيو ۽ وڃڻ سواري لاءِ ڪرايه تي ڪيا. ان ساڳي رات خواب ۾ ڏٺو ته سان ته حضرت قيوم جهان قُدِّسَ سِرُّهٗ جي زيارت لاءِ هڪ وڏو حلقو اسان جي آباءِ واجداد جو لڳو پيو آهي ۽ ان حلقي جو سربراه جڏهن ڪ حضرت مجدد الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهٗ آهي ۽ جنهن هن حلقي رهبو آهي اتي حضرت قيوم جهان قُدِّسَ سِرُّهٗ ويٺل آهن. هيءُ فقير حلقي جي ٻاهران حضرت قيوم جهان قُدِّسَ سِرُّهٗ جي پويان ويٺل آهي. حضرت قُدِّسَ سِرُّهٗ پنهنجو منهن مبارڪ اسان جي طرف ڪري فرمايو ته اوهان اسان کان ڪيڏانهن وڃو ٿا. اوهان اسان جي مريدن مان آهيو. ان وچ ۾ پيون بدگمانيون پو لهيون گهٽيون ٿيون جڏهن خواب مان جاڳيس ته پنهنجي ارادي کان توبه ڪيم.

مِنْ مَکَارِمِ اَخْلَاقِهٖ :- (حضرت صاحب جن جي پاڪ اخلاقن مان اخلاق)

هڪ ڏينهن زماني جو هڪ شخص چند شڪايتي ڳالهيون حضرت صاحب جن جي اسم مبارڪ سان منسوب صاحبزاده ميان عبدالڪريم طرفان بيان ڪيون انهن ڳالهين بعد فرمايائون ته مان هن صاحبزاده کي گهڻو پيار وسمجهان ٿو هن اهو جيڪو سندن خلوص سان خدمت ڪري ٿو ته جيئن ڪ اسان سان ٿو ڪري. اهو شخص ان ڳالهه ڪرڻ تي پشيمان ٿي اُٿي ويو.

مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ :- حضرت صاحب جن کي مدينه مطهره عَلٰى سَاكِنِهَا اَلْفُ اَلْفُ صَلٰوةٍ وَّتَحِيَّةٍ[1] ۾ رهڻ جو ڏاڍو شوق هو. جيتوڻيڪ ڪيترا دفعا چانئٺ چمڻ جي شرف سان مشرف هئا. مگر ان پاڪ شهر ۾ هميشه جي رهائش جي آرزو دل ۾ هوندي هئين ۽ هي قصيده بطور دعا پيا پڙهندا هئا. اهو هيءُ آهي.

(آنديل حاشيه اڳين صفحي ١٤٩ تان) محراب ۾ اچلائي ها. دعا جي طاقت بادشاهي لشڪر جي طاقت کان وڌيڪ آهي. جهڙي طرح حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قُدِّسَ سِرُّهٗ فرمايو آهي "لشڪر دعا به از لشڪر سلطاني است" يعني:- دعا جو لشڪر (طاقت) بادشاهي لشڪر کان وڌيڪ آهي. ٢ه قيوم جهان مان مراد حضرت خواجه صفي الله قدس جي ذات گرامي آهي. (هن صفحي جو حاشيه) [1] مدينه مطهره جي ساڪن (آنحضرت صلي الله عليه وسلم) تي لک لک صلواتون ۽ تحفا. ١٢

# قصيدو

| | | | |
|---|---|---|---|
| الٰهي نجني من كل ضيق | بجاه المصطفى مولى الجميع | وهب لي في مدينته قرارا | وايمان و دفنا بالبقيع |
| ويسر لي خروجا من ديار | الى طيبه والمرتع ربيع | واوصلني الى يثرب بفضلك | وتخرجني من الكرب الضجيع |
| وتجعلني مهاجرا بالٰهي | ومن اعدائي في حرز منيع | وترزقني جهادا في سبيلك | مع المهلك موعود البديع |
| ووفقني حضورا في العبادة | وهجرة بالمراغم وسيع | وتصلح لي ذريتي وتمنن | بارغد عيش فوزا بالشفيع |
| وتجمع بالمدينة رب شملي | باتمام آداب في اخلاص لميع | وترحمني واسلافي جميعا | لقد ناديت بالمولى السميع |
| فيا حي يا قيوم حقق رجائي | توسلت بالطٰه وعين دميع | انادي بما به ذو النون نادى | لكي انجو من الكرب المسيع |
| فسبحان من لا اله غيره | ترديت نفسي بظلم وجميع | تزلزلت بؤسا وضيرا مستبت | متى نصر من الله الرفيع |
| فيا رحمٰن عبدك مستحق | بشوم الذنب للقتل الذريع | ولكن لاسمه عبدك رجاك | لمحو الذنب بالرحم الوسيع |
| تجاوز عن خطا واعطه مناه | وتنجيه من خزي يوم فزيع | جوار المصطفى سألتك | لانجو فيه من ذل شنيع |
| فياليت شعري التصرخ هل وصل | الى سعادي في العرش الرفيع | صلوٰة على من عليه السلام | لناحيلة فاستجابت له سريع |

**من عجائب احواله:** - حضرت صاحبجن سنه هڪ هزار ٽي سوءِ ٻي ۾ هڪ ڏينهن حرم محترم مدينه مطهره على صاحبها الصلوٰة والسلام والتحية ۾ ويٺا هوا- هيءُ راقم الحروف غلام بہ اني حاضريءَ جي شرف سان مشرف هو- حضرت صاحبجن پنهنجي گذريل سفر جو بيان ٻڌائي ٿي رهيا هئا- گذريل سفر دوران چائنٽ چمڻ جي شرف سان مشرف ٿيس ته دل ۾ خيال آيو ته اسانجي وڏن قدس الله تعالٰى اسرارهم جي نسبت سادات ڪرام سان ناناڻي طرف کان گهڻن هنڌن تي ثابت آهي جنهن نسب جي ڪتابن مان معلوم آهي ۽ حقيقت ۾ چا سمجهڻ گهرجي ۽ پاڻ پاڻکي سادات سمجهن يا نه- خواب ۾ ڏسانٿو ته حضرت خاتون جنت جگر جو ٽڪرو حضرت خير البشر صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ جڏهن ته حرم پاڪ ۾ جيڪو سندن حجره مبارڪ جي نزديڪ آهي ۽ جتي هاڻي سندن مزار مبارڪ آهي ۽ جنهن تي پنجرو آهي، پنجري کان ٻاهر حرم پاڪ جي صحن ۾ آرام ڪري رهي آهي فقير پاڻکي ننڍي ٻار وانگر ڀانئي ٿو- حضرت بيبي رضي الله تعالٰى عنها ڪمال مهرباني سان پنهنجو پستان مبارڪ منهن جي وات ۾ وجهي کير پياريو- انهيءَ

---

¹ جيتوڻيڪ هي قصيدو اول متقدمين جي تاليف آهي مگر چار پنج بيت حضرت صاحبجن جي تاليف سمجهجي ٿي-
والعلم عند الله تعالٰى - ١٢

ڏسان ٿو ته حضرت شاه مردان ڪرّم الله وجهه "منهن جي پر سان لڳهن ٿا؟ منهن جي دِل ۾ ٿو اچي ته بنا شوهر جي اجازت جي ڪنهن عورت جو ڪيڏي پيٽ منع آهي هاڻي ڏسجي ته هن حالت ۾ حضرت شاهه جي مرضي آهي يا نه. ان وقت حضرت شاهه ڪرّم الله وجهه پنهنجو رخ مبارڪ موٽائي ڪري پنهنجي رضامندي ظاهر ڪن ٿا ۽ مُشڪن ٿا. سڄاڳ ٿي پيس.

**مِنْهَا ايضًا:-** (حضرت صاحبن جي عجائب احوالن مان پڻ احوال)

ان ساڳئي مجلس ۾ نقل ٿا فرمائن ته اڳئين سفر ۾ رات جو خواب ڏٺم ته جنگ ڪافرن ۽ مؤمنن جي وچ ۾ سخت لڙائي لڳي آهي ۽ هي فقير به ان جنگ ۾ حاضر آهي ايستائين جو الله تعالىٰ مومنن کي فتح ڏني ۽ ڪافرن کي شڪست ملي. مالِ غنيمت گهڻو جمع ڪيائون ۽ ڪافرن جو قلعو جنهن تي لڙائي هئي فتح ٿيو. ماڻهو لٽ جو مال قلعو طرف کنيو پيئي ويا. وڏيڪ ڏسان ٿو ته جناب حضرت سيّد خير البشر صلى الله عليه وآله وسلم جن پڻ بذاتِ شريف اتي موجود آهن. فقير پڻ جماعت سان گڏ جي ان قلعه جي اندر ويو ۽ حضور رسالت پناه صلى الله عليه وآله وسلم جي حضور ۾ باادب بيٺو. پاڻ ڪريم صلى الله عليه وسلم جن هر ڪنهن کي مالِ غنيمت مان حصو پئي ڏنو. جڏهن مونکي حصه جو وارو آيو ته مونکي ايتري قدر ته مالِ غنيمت عطا فرمايائون جو مان وڏي سان تڪليف اٿاري سگهيس. جماعت سان گڏ جي قلعه کان ٻاهر آيس.

**مِنْ ڪَمَالِ صَبرِهِ:-** (سندن ڪمال صبر) هڪ ڏينهن نقل فرمايائون ته عربستان جي سفرن مان هڪ سفر ۾ هندستان جي فاضلن جي جماعت سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ سوار هئاسين. قضا الاهيءَ سان اوچتو سخت طوفان آيو ۽ ٻيڙي ڇولين جي زد ۾ اچي وئي. ٻيڙيءَ ۾ سوار ماڻهن دانهون، ڪوڪون ڪيون ۽ انهن جي آه زاري ۽ رڙ جو آواز ڏاڍو ٿيو. اسان جا رفيق جي هندي هئا، ڪُنڊ ڏسي گهٽيءَ ۾ پيا ۽ رڙيون ڪرڻ لڳا. اسان پنهنجي جاءِ تي خاموش هئاسون ۽ امر الاهيءَ جا منتظر. اسانجي جماعت کي ايترو ته ڏک ٿيو جو هڪ کي انهن مان ڏٺم جو پنهنجي پوشاڪ جو ڪيڏو بيخبري ۽ بيقراريءَ کان پنهنجي وات ۾ وجهي ٽڪر ٽڪر ٿي ڪيائين. آخرڪار

ٿوري وقت بعد الاهي عنايت سان طوفان هٽيو ۽ پيٽيءَ جو لوڏو بند ٿيو ۽ ماڻهن جا
دل هوش حواس واپس آيا - ان جماعت مان هڪ مون وٽ آيو ۽ چيائين ته
هن سخت حالت جي باوجود، اوهين سڪون ۾ هئا، اسانکي يقين هوندو هو ته
شخص ٻن حالتن کان خالي نه آهي - يا ته اولياءَ الله مان آهي جو پنهنجو پاڻ حق
سبحانه وتعاليٰ جي سپرد اٿس ڇڏيو آهي جو نفع نقصان ۽ چڱائي ۽ برائي ۽
ڄاڻ نٿو ڪري - حضرت صاحب جن فرمايو ته جن ٻن حالتن جو اوهان گمان
ڪيو آهي انهن مان مون ۾ هڪ به نه آهي - گمان پهريون درست نه آهي جو
مان نه ڪي هين به اولياءَ الله جي گهٽيءَ ۾ به نه ويو آهيان - گمان ٻيو به صحيح
نه آهي جو ته مان دنيوي نفع ۽ نقصان کي چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿو پر اسانکي
ڪو به اثر نه آهي جو اهي سختيون اثر ڪن

مِن ملفوظاته :- حضرت صاحب جن پنهنجي والد بزرگوار قُدِّسَ سِرُّهٗ
کان نقل ٿي فرمايائون جيڪو انهن پنهنجي والد ماجد صاحب کان وته هڪ
ڏينهن حضرت حاجي صاحب ڪلان، يعني حضرت صاحب جن جو ڏاڏو
قُدِّسَ سِرُّهٗ قندهار شهر ۾ نماز ۾ مشغول هوا - حڪيم سيّد ذوالفقار شاه،
جو ان وقت جي همعصر حڪيمن کان گوءِ کڻي ويو هو، پڻ حاضر هو ۽ ويٺو
ويٺو هو، جڏهين حضرت صاحب جن سلام ڏيرايو - سيّد صاحب سندن
خدمت ۾ عرض ڪيو ته جڏهين ته سائين جن نماز ۾ هئا ته سندن مُنهن مبارڪ
۾ هڪ رڳ جيڪا جلندر جي دلالت ڪري ٿي، ظاهر ٿي ته جنبش ۾ هئي
يا ته سائينجن سيڙ چوٽ ائين يا هوا تبديل ڪن ۽ ڪشمير طرف تشريف فرمائين
جو اتي جي آب هوا بغير علاج جي گهڻن مرضن جو علاج آهي - جئن ته مذڪور
سيّد صاحب جي حڪمت درجي بدرجي تجربي ۾ آيل هئي ان ڪري حضرت
صاحب ڪشمير طرف وڃڻ اختيار ڪيو ۽ روانا ٿيا - ڪجهه وقت اتي ترسيا
پوءِ واپس آيا ۽ مرض مذڪور جو ڪو به اثر خدا جل شانه جي فضل سان
جسم ۾ نه رهيو -

مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ اَيْضًا :- سيّد صاحب مذڪور جي حڪمت جي باري ۾

نقل فرمائيندا هئا ته بادشاه جي عورتن مان هڪ بيمار ٿي پئي هئي - مذڪور سيد
کي سنڌ سان علاج لاءِ آندائون - سيد چيو ته مرض جي تشخيص نبض ڏسڻ بعد
ٿيندي - ان کري نبض ڏسي اهڙي اُئين ڪرڻ کان ڪيبايو ته بادشاه جي حرم جو هٿ
ڪيئن غير محرم جي هٿ ۾ ڏجي - ٻيو علاج تجويز فرمايو - چيائين ته عورت
کي پردي ۾ ويهاريو وڃي ۽ ڌاڳي جي آنڊي کي هوا سان پيري پنهنجي هٿ جي مٿان
نبض واري جاءِ تي ٻڌي ان جو ٻيو ڇيڙو ٻاهر آڻي مونکي ڏنو وڃي ته مرض مقرر
ڪجي - اهڙن قبول ڪيو - مگر جڏهن ته هيءَ ڳالهه اهڙن جي سمجهه کان ٻاهر هئي انڪري
اول امتحان جي خيال کان اهڙن آنڊو ٻلي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌو ۽ آنڊي جو ٻيو ڇيڙو
سيد صاحب جي هٿ ۾ ڏنائون - سيد ان تي ٿورو سوچي ڪنڌ مٿي ڪري مذاق طور
شايد
چيو ته هن عورت جي رات جي غذا ڪُئي جو گوشت هُجي ان کان پوءِ جڏهن اهڙن
کي سيد جي حڪمت جو يقين ٿيو ته آنڊو عورت جي نبض تي ٻڌائون - سيد مرض
جي تشخيص ڪرڻ بعد چيو ته هن مريض جو سواءِ سير ڪولڻ جي ٻيو علاج نه آهي -
چيائون ته سير اهڙي قسم جي تجويز ڪر جنهن ۾ ڏسڻ جو احتياج نه هجي، سيد
صاحب فرمايو ته گهر جي صحن ۾ واري جو هڪڙو فرش ڪن ۽ عورت اگهاڙي پيرن
اتان لنگهي ته اسان سو چون، سيد جو حڪم بجاءِ آندائون ۽ سيد گهر ۾ داخل ٿيو
۽ پير جي نشانن تي گهري نظر ڪري پوءِ ٻاهر آيو ۽ چيائين ته عورت اهڙن ساڳين
نشانن مٿان قدم بقدم لنگهي مگر اها ڪوشش ڪري ته انتو پير نه اچي، جڏهن ائين
ڪيائين ته اچانڪ هڪڙي وقت دا اهڙن ڪيائين ته منهن جي پير ۾ ڪنڊو چڀي جڏهن
چڱيءَ طرح جانچ ڪيائون ته ڏنائون ته واري ۾ سيد صاحب هڪ نشتر رکائي ڪي
هئي جيڪا ان جي نبض برابر هئي ۽ خون جاري ٿي ويو - سيد کي اطلاع ڏنائون -
چيائين ته جڏهن هيتري انداز خون نڪري ته بند ڪن ان کان بعد بند ڪيائون
۽ مريض شفاياب ٿيو -
مِنهَا :- حضرت صاحب جن ڪتاب شرح المواقف جي وصف ۾ گهڻو مبالغو فرمائيندا
هئا ۽ پنهن جي والد صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ کان نقل فرمائيندا هئا ته شرح مواقف
طالب علم کي مجتهد بنائي ٿو - ايضًا - علامه تفتازاني جي "مطول" جي بابت تمام گهڻي

تعريف ڪئي آهي ۽ پنهنجي طالب علميءَ جي وقت جو نقل ٿي فرمايائون ته منهنجي پڙهڻ
جي وقت ۾ حضرت والد صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ کان جن ڪتاب مطول جي مطالعه لاءِ تاڪيد
ڪندا هئا. هن ڪتاب جي مطالعه جو شوق ايترو ته هو جو سمهڻ ۽ جي نماز کان صبح
تائين مشغول مطالعه ۾ هوندو هوس ۽ خيال ٻئي طرف نه ويندو هو. ڪڏهين ڪڏهين
حضرت والد صاحب جن ان حالت کي ڏسندا هئا ۽ خداوند تعاليٰ جَلَّ شَانُهٗ جو شڪرانو
بجاءِ آڻيندا هئا. حضرت صاحب جن طالب علم کي علم نحو ۽ عربي پڙهڻ جي گهڻي ترغيب
ڏيندا هئا ۽ منطق جي ڪتابن پڙهڻ کي لازمي چائيندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته سواءِ
منطقي مسائل سمجهڻ جي علم ڪلام جي مسائل کي سمجهڻ مشڪل آهي
چاڪاڻ ته علم ڪلام جو مدار دليلن تي آهي ۽ اهو سواءِ علم منطق حاصل ڪرڻ
جي حاصل ٿيڻ مشڪل آهي. ان ڪري پنهنجي عمر جو گهڻو حصو علم منطق جي حصول
۾ گذارڻ لازم چائيندا هئا.

**مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ** :- هڪ ڏينهن رستي تان هلندي، هڪ تمثيلي نقل فرمايائون
ته اعمش جيڪو صحيح بخاري جي مصنّف جي استادن مان هڪ هو، انجي اکين ۾
بيماري ٿي پئي جو سدائين اکين مان پاڻي وهندو هو ۽ ٻگي پوندي پون هيون. سندس
اعمش نالو هجڻ جو سبب اهوئي آهي ۽ هو بدن ۾ ضعيف ۽ ڪمزور هو. مَعَ ذَالِكَ
ان سان گڏ اهو خوش مزاج ۽ چرچائي هو. هڪ ڏينهن وهندڙ نهر جي ڪپ تي
ويٺو هو ته وقت جي حاڪم جي ملازمن مان هڪ اتي پهتو ۽ اعمش کي سوگهو
جهلي چيائين ته مونکي پنهنجي ڪلهي تي کڻي نهر مان پار ڪر. شيخ ڪيترو ئي برآئيون نيزاريون
ڪيون پر فائدو نه ٿيو. نيٺ لاچار انکي پنهنجي ڪلهي تي کڻي پاڻي ۾ گهڙيو. مذڪور
سپاهيءَ جڏهن شيخ جهڙي سواري حاصل ڪئي ته چيائين. "سُبْحَانَ الَّذِيْ سَخَّرَلَنَا
هٰذَا وَمَا كُنَّا لَهٗ مُقْرِنِيْنَ." جڏهن شيخ انکي وچ پاڻيءَ ۾ پهچايو ته يڪدم انکي پنهنجي
تان پاڻيءَ ۾ ڪيرايو ۽ چيائين. "وَقُلْ رَّبِّ اَنْزِلْنِيْ مُنْزَلًا مُّبَارَكًا وَّاَنْتَ خَيْرُ الْمُنْزِلِيْنَ."
هن پاڻي ۾ غوطا کاڌا ۽ پاڻ واپس ٻاهر آيو.

**مِنْ كَرَامَاتِهٖ** :- سن هڪ هزار ٻه سو ايڪاسي يا ٻياسي ۾ حضرت صاحب
قنڌار جي حاڪم نالي سردار محمّد امين جي ظلم ۽ ناسازيءَ ڪري اتان هجرة ڪري مشرق

قنڌار ۾ زمين جو ٽڪرو خريد ڪري رهڻ لڳا ان پسگردائيءَ ۾ هڪ شخص سپاهيءَ
نالي هڪ عورت جا حضرت صاحب جن جي پاڙي ۾ هئي نڪاح ۾ آندو- اهو شخص
حاڪم جي نوڪرن مان هو- هن ان عورت تي بي حد ظلم ۽ سختي پئي ڪئي- عورت
جي عزيزن اها شڪايت حضرت صاحب جن وٽ پيش ڪئي- حضرت صاحبجن انکي
هدايت ڪئي مگر اندروني بغض جي ڪري هن کي اثر نه ٿيو ۽ بد نصيب ٿي رهيو-
ايتري قدر جو هڪ ڏينهن ان ساڳي شخص گفتگوءَ ۾ حد درجي جي گستاخي جا ظهار
ڪيو- ان ڪري حضرت صاحبجن جي غيرت جوش ۾ آئي ۽ ان کي چيائون ته "هليو وڃ
پاڻکي گم ڪر" انهن ڏينهن ۾ ئي پنهنجي بد نصيبيءَ ڪان ۽ اولياء الله جي غيرت ڪري
هن هتان هڪ مسلمان ناحق قتل ٿيو ۽ هُو حاڪم جي بازپرس جي خوف کان گم ٿي
ويو ۽ اڄ تائين ٽيٽيهه سال ٿي ويا آهن ان جي باري ۾ ڪا به خبر نه ملي آهي- نَعُوْذُ بِاللّٰهِ
مِنْ غَضَبِ اَوْلِيَائِهٖ :-

**مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ** :- هڪ ڏينهن حضرت صاحب جن جي مجلس ۾ نانگن ۽ نانگن
ڪاڏلن جو مذاڪرو ٿي هليو- فرمايائون ته "مَا صَالَحْنَاهُمْ مُنْذُ حَارَبْنَاهُمْ"- هُو دشمن
ڪڏهن به دوست نٿو ٿئي ۽ ان تي دليري ڪرڻ نه گهرجي-

**مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ** :- جنهن وقت بندي راقم الحروف صحيح بخاري ڪتاب
حضرت صاحبجن وٽ پئي پڙهيو- جڏهن روايت حضرت عمران ابن الحصين
رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰى تي آيس ته فرمايائون ته دُعاهن جي نالي جي ونڻ جي برڪت سان
مستجاب آهي ۽ هو پنهنجي وقت جا قطب هُئا ايتري قدر جو ڪَکَر به ان جي حڪم
سان جڏهن حڪم ڪندا هئا وبند ٿيندا هئا ۽ وسندا هئا- ذَالِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ
مَنْ يَّشَآءُ ۽ فرمايائون ته ڪِتَابُ اللّٰهِ کان بعد صحيح بخاري صحيح ڪتاب آهي

**مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ** :- سنه ١٣٠٠ هڪ هزار ۽ ٽي سوءِ ۾ جڏهن حضرت صاحبجن
باتبائل حرمين شريفين جي زيارت لاءِ بمبئيءَ بندر ۾ پهتا ته جهاز جي انتظار
۾ اتي ڪجهه روز ترسيا- ساڳئي سال حاجي احمد علي قنڌاري حج تان واپس
موٽيا هئا- حضرت جن جي ملاقات لاءِ آيا- پنهنجي سفر جي حقيقت پئي ڪيائون
ته حرم محترم مڪي زَادَهُ اللّٰهُ شَرَفًا وَّ عَظْمًا تان الوداع ڪرڻ مهل پنهنجي دل کي

جدائيءَ جي جلڻ کان هن طرح تسڪين ڏنم ته ٻانهي جو مقصد پنهنجي مالڪ جي
قربت آهي ۽ اهو شريعت پاڪ جي تابعداريءَ سان حاصل ٿئي ٿو ۽ شريعت پاڪ ڪنهن
خاص هنڌ تي بند ٿيل نه آهي - جتي به هجي اهو قرب شريعت جي پابنديءَ سان ملي ٿو
ان مجلس ۾ جناب ميان عبدالقدوس صاحب جن به حاضر هئا - انهن فرمايو
ته اسان الوداع وقت جدائيءَ جي غم کي هن طرح تسڪين ڏني ته جيڪڏهن ڪعبه
شريف هن هنڌ آهي ته ڪعبه جو مالڪ هر هنڌ ساڻ آهي - حضرت صاحب جن
اهو ٻڌڻ بعد فرمايو ته حرم مڪي ۽ مدني زَادَهُمَا اللّٰهُ شَرَفًا وَعَظَمًا کان جدا
ٿيڻ وقت اسان جي دل جي فراق کي انهن گفتن سان تسڪين نٿي اچي مگر ان جي برعڪس
جدائي مهل آئون پاڻ تي اهو لازم ڪريان ته جي حياتيءَ وفا ڪئي ته وري واپس ايندس
مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ :- هڪ ڏينهن ٻن طالب علم شخصن جي وچ ۾ سفر جي حالت
۾ سنت پڙهڻ بابت اختلاف ٿيو - هڪ پڙهڻ کي افضل پيو چوي ۽ ٻيو وري ترڪ
ڪرڻ (نه پڙهڻ) کي اولى پيو چوي - هي اختلافي مسئلو حضرت صاحب جن جي اڳيان
آندائون - پاڻ فرمايائون ته هن مسئلي تي تمام گهڻو اختلاف آهي - ڪي عالم ترڪ
ڪرڻ کي اولى ٿا چون ۽ ڪي وري انکي ادا ڪرڻ بهتر ٿا ڀانئن - پر وڌيڪ مناسب
۽ مفتى به علمائن متأخرين جو قول آهي - جو مسئلي ۾ فرق آهي - سفر جون حالتون
مختلف ٿيون ٿين - جيڪڏهن سفر ۾ خوف خطرو هوندو ته سنت جو ڇڏڻ وڌيڪ
بهتر آهي ۽ جيڪڏهن حالت امن ۽ قرار جي هوندي ته سنت جو ادا ڪرڻ گهرجي - هي حڪم
هر موقعه ۽ محل موافق مختلف ٿئي ٿو - جو ته حجاز جو سفر ۽ قافله مدينه مطهره
جو سفر هندستان ۽ ٻين شهرن جي سفر وانگر نه آهي - ضرور ان قافله ۾ جو جاءِ
خوف ۽ خطري جي هجي ڇڏڻ سنت جو بهتر چيل ٿئي ۽ ٻين امن امان وارن سفرن
۾ سنتن جي ادائگي بهتر - هن تي نقل فرمايائون ته ڳالهه ڪندا آهن ته ڪڏهن
ڪڏهن اهڙو اتفاق ٿيا جو حضرت امام ابو حنيفه رضي الله عنه ۽ امام ابو يوسف
رحمه الله ساڳي سفر ۾ رفيق ٿيا - فجر جي نماز وقت پاڻي نه هو - پاڻيءَ جي ڪوشش
ڪيائون ۽ پاڻي ڏي ٿي پيا - وقت نزديڪ ٿي ويو - حضرت امام ابو حنيفه پنهنجي ساٿيءَ
فرمايائون ته تون نماز شروع ڪر ۽ مان وضو ڪري پيهان ٿو - انهن پهرين رڪعت

۾ تڪبير تحريمه کان پوءِ وقت جي تنگيءَ ڪري اڌ فاتحه پڙهي رڪوع ڪيو ۽ ٻي رڪعت ۾ پوءِ اڌ
پڙهي نماز پوري ڪئي ۽ فرمايائون "اَلْاٰنَ تَفَقَّهَ يَعْقُوْبُ" هن تي هڪ نقل جيڪو
حضرت صاحب جن فرمايو آهي ياد آيو ته جو پيش ڪريان ٿو. فرمايائون ته هڪ ڏينهن وقت جو خليفه
هارون رشيد پنهنجي خاص اهليه بيبي زبيده سان هم ڪلام هو. بيبي
زبيده چيو ته هن حڪومت جي مصيبت ۾ جو توهان قاتل آهيو معلوم ٿو ٿئي
ته قيامت جي ڏينهن توهان جنت جو منهن نه ڏسندين. اتفاق سان خليفه جي واتان
نڪتو ته جي مان جنتي نه آهيان ته توکي مون طلاق ڏني. پوءِ ٻئي جنت ۾ آيا ۽
خليفه جو حرم (بيبي زبيده) اٺين پرده اندر ويٺي خليفه جي ان سان اهڙي ته محبت
هئي جو ان کان سواءِ گهڙي به آرام نه هوندو هوس. ٻئي مغموم رهيا ۽ قسم جي نتيجن
لاءِ هٿ پير هڻڻ لڳا. آخر خليفه حڪم ڏنو ته قاضي يوسف کي حاضر ڪن. جڏهن
حاضر ٿيو ته سچي حقيقت کيس ٻڌايائون. چيائين ته جيڪڏهن ڪهڙي به شيءِ
توهان جي حيلي سان ممڪن آهي ته مواصلت (گڏ رهڻ) ٿئي ته بهتر، نه ته هي جدائي
ملڪ جي وبا اچڻ جو باعث آهي. قاضي خليفه کان پڇيو ته توهان جيڪڏهن پنهنجي
عمر ۾ شرعي حرام ڪيل ڪم تي طاقت لڌي آهي ۽ ان ڪم کان محض خوف الهي
سبب باز آيو آهيو ته هي حيلو آسان آهي. چيائين ته هائو. ڪيترا ڀيرا اهڙي
ماڻهوءَ کان جنهن سان ڏاڍي محبت به هئم ۽ ان تي قبضو به هو خوف خدا ڪري
ان کان پري رهيس ۽ ڪڏهن به ڪم جو مرتڪب (پيدا ڪندڙ) نه ٿيس. قاضي ڪيترن چيو ته
"لَا بَأْسَ عَلَيْكَ اُدْخُلْ بِاَهْلِكَ". خليفه چيو ته جي هن فتوىٰ متعلق قرآن مان ڪو
مڪمل دليل نه ڏيندين ته هرگز قبول نه ڪندس. قاضي چيو ته چئو قرآن ۾ نه
ٻڌو هيو آهي "وَاَمَّا مَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهٖ وَنَهَى النَّفْسَ عَنِ الْهَوٰىۙ فَاِنَّ
الْجَنَّةَ هِيَ الْمَاْوٰىؕ" هن ٻڌڻ بعد خليفه جي دل ۾ پوءِ خوش به ٿيو ۽
قاضي صاحب کي تمام گهڻو انعام عطا ڪيائين ۽ اهو واپس موٽيو. جڏهن
گهر پهتو ته در تي نوڪر جو آواز ٻڌائين. پڇيائين ته خير آهي؟ عرض ڪيائين

١ حضرت امام ابو يوسف جو نالو يعقوب آهي. حضرت امام ابو حنيفه فرمايو ته "هاڻي يعقوب فقيه (عالم) ٿيو".
٢ قاضي امام ابو يوسف خليفه هارون رشيد کي چيو ته "تنهنجي مٿان ڪو ڏوهه نه آهي پنهنجي اهليه سان همبستر ٿي".
٣ ۽ جيڪو پنهنجي پالڻهار جي (حضور ۾) بيهڻ کان ڊنو ۽ نفس کي سندس خواهشن کان جهليائين ته تنهنجي جاءِ بيشڪ بهشت آهي.
سورة النزعت رڪوع ٢ پاره ٣٠ عم

تہ ھي ھڪ سو ھزار درم آھن جيڪي بيبي زبيدہ موڪليا آھن - ان مجلس ۾ ڪجھ خوش مزاج ماڻھو حاضر ھوا - چيائون - ”اَيُّهَا الْقَاضِي الْهَدَايَا مُشْتَرَكَةٌ“ [1] اسان جي حصو ۾ بہ ھجڻ گھرجي - چيائين تہ خاموش رھو - اھي ھديا کجور جو ٿالھ يا ان جي مثل ھجڻ گھرجن نہ سؤ ھزار درم - خُذْ يَا غُلَامُ وَاَدْخِلْهَا الْخِزَانَةَ - [2]

اَيْضًا :- فرمايائون تہ جڏھين قاضي ابو يوسفؒ جو خزانو تمام گھڻو ٿيو تہ ھڪ ڏھين خليفہ پڇيس تہ تو وٽ گھڻي رقم آھي؟ چيائين تہ نوا نوي ھزار دينار - پڇيائين تہ توکي ان جي ڪھڙي ضرورت؟ تون اھو ڏي تہ اسان مسلمانن جي بھتري تي خرچ ڪيون ۽ تون ان مان پنھن جي گذر سفر جيترو ڪرڻ، چيائين تہ ھيءَ رقم ان لاءِ رکي اٿم تہ جي تون ڪافرن تي ۽ دين کي جڏين تہ ان مال جي مدد سان تو سان جھاد ڪريان - خليفہ ھن گفتي تي صبر ڪري حڪم ڪيو تہ ھڪ ھزار دينار بيابہ قاضيءَ کي ڏين جيئن ٻہ سؤ ھزار دينار ٿينس جيئن ھميشہ اسانکي ھن قول جو خوف دل ۾ قائم رھي -

مِنْ مَلْفُوْظَاتِهِ :- حضرت صاحبن تي فرمايو تہ ھڪ ڏينھن مان حرم محترم مدني عَلٰى صَاحِبِهَا الصَّلٰوةُ السرمدي جي محل مواجھہ شريف ۾ ويٺو ھوس تہ ھڪ جماعت بارگاہِ الٰھي جي خاصن مان اتي آئي ۽ باقي ڳالھ وسري وئي آھي مگر ان جو آخري حصو جيڪو حضرت عبدالقدوس صاحب جو لکيل آھي، لکي ٿو تہ اھا جماعت ڇھن يا ستن فردن تي ٻڌل ھئي - مواجہ شريف ۾ خشوع ۽ خضوع سان ويھي رھيا - ھڪ ٻئي کي دعا گھرڻ لاءِ منٿون ڪرڻ لڳا - نيٺ ھڪ کي جو ڏسڻ ۾ صاحب ڪمال ھو مگر بدن ۾ ضعيف، اڳيان ڪيائون - ھن دعا گھري ۽ ٻين آمين چيو - اسان بہ انھن سان دعا ۾ شريڪ ٿيا سون - ايستائين جيستائين دعا گھريائون اک ڇنڀ ۾ انھن ماڻھن منھن جي نظر کان غائب ٿي ويا - باقي رھيلن کان پڇيم تہ ڪاڏي ويا؟ چيائون تہ ھو شام پھتا ھوندا - مون چيو تہ سُبْحَانَ اللّٰهِ! ھن ٿوري وقت ۾ ھيڏي مسافري ڪيئن ڪيائون؟ چيائون ”وَلِلّٰهِ عِبَادٌ طَيُّ الْاَرْضِ عِنْدَهُمْ كَالْبَرْقِ الْخَاطِفِ اَوْ كَمَا قَالُوْا“ ان کان پوءِ باقي رھيل بہ ويا - حضرت صاحب جن فرمايو تہ اھا مذڪور جماعت ابدالن جي نظر آيم - وَاللّٰهُ اَعْلَمُ

[1] اي قاضي! ھديا (تحفا) ڀائيواري ڪيل آھن، يعني ھن ۾ اسان جو حصو آھي - [2] او ڇوڪرا! ھن کي کڻ ۽ خزاني ۾ داخل ڪر -
[3] اللہ تعالیٰ جا ٻانھا آھن (ڪرامت وارا) زمين کي ويڙھيندڙ آھن يعني تکڙا ھلندڙ آھن - اللہ وارن مان ڪي وڄ وانگر تکڙا ھلندڙ آھن جيئن اکين کي ڇنندڙ آھي - يا جيئن چيائون -

مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ :- حضرت صاحب جن فرمايائون ته، جناب حضرت صاحب قبله
گاهه قُدِّسَ سِرُّهٗ (حضرت شاهه عبدالقيوم قُدِّسَ سِرُّهٗ والد حضرت خواجه عبدالرّحمٰن قُدِّسَ سِرُّهٗ)
جي انتقال بعد گهڻو وقت فڪر ۾ گذريو ۾ هوس ته خداوند جَلَّ شَانُهٗ جي درگاهه الهيءَ ۾
حضرت صاحبن سان ڪهڙو سلوڪ ٿيو هوندو. هڪ رات خواب ۾ ڏٺم ته ڏسان ٿو ته جيڪ
حضرت صاحبن پاڪ ۽ صاف لباس سان هڪ وڏي جاءِ ۾ تمام خوش ويٺا آهن ۽ هيءَ
آية ڪريمه پيا تلاوت ڪن. لِلَّذِيْنَ اَحْسَنُوا الْحُسْنٰى وَزِيَادَةٌ ط وَلَا يَرْهَقُ
وُجُوْهَهُمْ قَتَرٌ وَّلَا ذِلَّةٌ ط اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ الْجَنَّةِ ج هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ۝ [1]

مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ :- سنه هڪ هزار ٽي سو ٻيچ ۾ راقم الحروف عنايت الهيءَ سان
۽ حضرت صاحب جن جي دعا جي برڪت سان ڪلام پاڪ جو حافظ ٿيو جيتوڻيڪ
ڪلام پاڪ جي حفظ ڪرڻ جو شوق گهڻي وقت کان هوم واندڪائيءَ ۾ به ڀني رڪوع
جيڪو وقت ملندو هو ان ۾ ياد ڪندو هوس. مگر ادب جي خيال کان ان تمنا جو اظهار
حضرت صاحبن وٽ نه ڪندو هوس ڇاڪاڻ ته هڪ ڏينهن زبان حق ترجمان
کان ٻڌڻ ۾ آيو ته اسان کي نه پڙهڻ کان ڪلام پاڪ جي ياد ڪرڻ جو شوق غالب
هو. مون پنهنجي والد صاحب جن کي لکيو ته مون کي هيءَ خواهش غالب ٿي آهي
اجازت ملي ته ان لاءِ ڪوشش ڪجي. حضرت والد صاحب جن جواب ۾ منع فرمائي
۽ حصول علم لاءِ آماده ڪيو ۽ خواجه حافظ شيرازيءَ جي مصرع تمثيل طور لکيائون
ع ڪه عشق آسان نمود اول ولي افتاد مشڪلها [2] ان کان پوءِ والد صاحب جن جي فرمان موجب ڪيم
هن عاجز ان خوف کان ته متان حضرت صاحب جن منع فرمائين، ان جو اظهار نه ڪيو
جڏهين حضور شريف ۾ آيس ته تلاوت ۾ پاويهون پارو پورو ٿيو هو. حضرت صاحب جن
ڏاڍو خوشيءَ جو اظهار ڪيو ۽ باقيءَ جي پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ استاد حافظ حاجي
لعل محمد صاحب کي مٿيارين مان هن بنده جي دور ٻڌڻ لاءِ گهرايو. ختم شريف بعد
تمام گهڻو ڪاڏو دارايائون ۽ ماڻهن کي مدعو ڪري کارايائون. طعام جي تجويز وقت نوڪرن
مان ڪنهن عرض ڪيو ته يا حضرت! ايتريون رڍون ذبح ڪرڻ جو ڇا مقصد؟ حضرت صاحب جن

---

[1] ترجمو:- جن چڱائي ڪئي تن لاءِ (آهي) چڱائي ۽ ٻيڪ وڌيڪ آهي ۽ سندن منهن کي نڪي ڪارهڻ ۽ نڪي خواري ويڙهيندي. اهي بهشتي آهن ۽ اهي منجهس سدائين رهڻ وارا آهن. سورة يونس رڪوع ٣ پاره ١١. [2] عشق پهريائين آسان نظر ۾ آيو پر گهڻا مشڪل پيش آيا.

جواب ۾ فرمايو ته ڪلام الله شريف جي حفظ ڪرڻ جي نعمت جي شڪرانه لاءِ جا نعمت ڏلاڙ کي عطا ٿي. ممڪن هجي پاڻ کي ذبح ڪريان ته به گهٽ آهي. اهو شخص پنهنجي گفتي تي پشيمان ٿي خاموش رهيو.

مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ:- هڪ ڏينهن مجلس ۾ حفظ ڪلام الله بابت منهن جي بار ۾ ٻڌي فرمايائون ته حضرت والد صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ جن برادر مرحوم ميان غلام جان کي قرآن پاڪ جي حفظ ڪرڻ تي ڇڏيائون. اهن ڪوشش ڪري ست اٺ سيپارا ياد ڪري وساري ڇڏيا. حضرت والد صاحب جن پنهن جي دعا ۾ التجا ڪندا هئا ته "يا الله! منهن جي اولاد مان ڪنهن کي حفظِ ڪلام الله جي توفيق عنايت ڪر" اَلْحَمْدُ لِلّٰه حضرت جن جي هيءَ دُعا فلاڻي جي حق ۾ قبوليت جي درجه کي پهتي.

قُدِّسَ سِرُّهٗ:- حضرت صاحب جن جي ٻنهي پيرن جي وچ ۾ زخم جو نشان ڏسبو هو هڪ ڏينهن نقل فرمايائون ته ننڍپڻ جي وقت ۾ والد صاحب جن استاد طرف موڪليو بار ٻالي تقاضا جي ڪري هڪ دفعه مڪتب ۾ حاضر نه ٿيس. استاد صاحب حضرت والد صاحب جن اڳيان اها حقيقت پيش ڪئي. والد صاحب جن جيڪي جلالي طبع جا هئا ايتري قدر متغير ٿيا جو مونکي نهر ۾ ڪٽي اڇلايو جا وهندڙ هئي ۽ تنهن ڪري چاول هئي شيشي مثل چاول برف جو ٽڪر منهن جي ٻنهي پيرن ۾ زخم ڪيو ۽ هيءُ زخم اهو زخم آهي.

قُدِّسَ سِرُّهٗ:- محمد خان ناريجه کان نقل ڪيل آهي ته هڪ سال ٿنڀي محمد خان ۾ سيد نظر محمد شاهه برقع متايو ۽ عام ۽ خاص ماڻهن جا هجوم سندس درگاهه طرف رجوع ٿيا. ٽڪر جي سادات کي عرض ڪيم ته اوهان مان ڪنهن حضرت صاحب جن جي اڳيان هن شخص متعلق ڪا چا ڪئي آهي ته سندن اڳيان دعا لاءِ وڃڻ گهرجي يا نه؟ اهن ادب ڪري چيو ته اسان عرض نٿا ڪري سگهون. آخر اتفاق ڪري سندن حضور ۾ آياسين. هڪ ٻئي کي عرض ڪرڻ لاءِ اشارا ڪرڻ لڳاسين. حضرت صاحب جن پاڻ مراد پڇيو ته ڪهڙي ڳالهه آهي؟ مرحوم سيد الهه بخش شاهه عرض ڪيو ته سيد نظر محمد جي حق ۾ ڇا ٿا فرمايو؟ حضرت صاحب جن فرمايو ته حضرت پير پيران قُدِّسَ سِرُّهٗ جي وقت ۾ وقت جي اوليائن مان هڪ شخص وفات ڪئي. حضرت پير حڪم الاهيءَ سان هندوءَ کي جيڪو پنهن جي دڪان تي ننڊ پيو هو، سجاڳ ڪري بعد

تلقين ڪلمهٔ شهادت ان اولياءِ جي جاءِ تي قائم مقام ڪيو- هي شخص نه سادات
۽ اهلبيت آهي- جيڪڏهن ساڻس فضل الاهي شامل هجي ته ڪهڙو عجب! اَقُوْلُ
فِيْهِ اِشَارَةٌ كَمَا لَا يَخْفٰى - [1]

قُدِّسَ سِرُّهٗ:- ساڳيءَ طرح ساڳي راويءَ کان روايت آهي ته مرض طاعون جي ڏينهن ۾
حاڪم اهڙو ظلم شروع ڪيو جو ماڻهن کي زوريءَ پنهن جي گهرن مان ڪڍيو، هڪ ڏينهن
مرحوم سيد غلام نبي شاه کي چيم ته حضرت صاحب کان پڇون ته هيتري عظيم انقلاب
جو سبب ڇا آهي؟ مذڪور سيد ادب کان چيو ته اسانکي پڇڻ جي طاقت نه آهي- توهان
پاڻ عرض ڪيو- اسانکي به طاقت نه ٿي ۽ ماٺ ڪئي سون ۽ حضرت صاحبن جي اڳيان
اچي ويٺاسون- حضرت صاحب ان وقت ڪنهن ٻار لاءِ تعويذ پئي لکيو. جنهن اسان
اٿڻ جو ارادو ڪيو، حضرت صاحب لکڻ جي وچمان ڪنڌ مٿي ڪري اسانکي چيو "هي سڀ
تڪليفون حاڪم کان قضا آسماني آهن ۽ اساڻي عملن جي شامت" دل ۾ چيم ته جيڪڏهن
حضرت صاحب جن هٿ کڻي دعا گهرن ته اميد آهي ته حق تعالى هي مصيبتون رفع دفع ڪندو
اسان ان خيال ۾ هئاسون ته حضرت صاحب هٿ کڻي دعا گهري

مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ:- ياد اٿم ته هڪ ڏينهن حضرت صاحبجن سيد نظر محمد مذڪور
بابت بيان پيا فرمائين ته ڪراچيءَ واري مولوي عبدالله سيد مذڪور جي احوال بابت
خط لکي اسان کان پڇيا ڪئي- جواب ۾ اسان لکيس شيخ سعدي رحمة الله عليه جو ڪريما
۾ آيل بيت لکي موڪليو- بيت:- ز جاهل نيايد جز افعال بد؛ وز و نشنود کس جز اقوال بد [2] ۽ ان تي اڪتفا ڪيم

قُدِّسَ سِرُّهٗ:- سنه هڪ هزار ٽي سو ٻارهن ۾ حضرت صاحبجن شڪارپور جي ويجهو
تشريف فرمائيا- راقم الحروف پڻ سندن همرڪاب هو- هڪ ڏينهن سندن خاص معتقد
ميان علي بخش ولد ميان محمد حسين وڪيل عرض ڪيو ته ڏاڍي گرميءَ جي موسم آهي جيڪڏهن
سائين جن ٽپهريءَ مهل هڪ گهڙي اسانجي باغ ڏي، جو شهر کان ٻاهر آهي تشريف فرمائيندا
ته اسان سعادت جاڻنداسين- حضرت صاحبجن قبول فرمايو- هن ٽانگو آندو- پاڻ سوار ٿي
باغ طرف ويا- گهڙي کن اتي ويٺا مختلف قسمن جا گل ڏٺائون ۽ سلوڪ جو نظارو ڏسي
هي عربي بيت زبان مان صادر فرمايائون- وَهُوَ هٰذَا-

---

[1] آئون چوان ٿو ته هن ۾ اشارو آهي اهڙو جو ڳجهو نه ٿو رهي- يعني ظاهر آهي-
[2] جاهل کان نه اچن سواءِ ڪمن ڇڙن جي- جاهل کان ڪوئي ماڻهو نه ٻڌي سواءِ قولن ڇڙن جي

تَأَمَّلْ فِيْ نَبَاتِ الْاَرْضِ وَانْظُرْ    لِصنع اللّٰه ذِی الْمَجْدِ الْمَلِيْكِ
عُيُوْنٌ مِّنْ لُجَيْنٍ نَاظِرَاتٌ    بِاَحْدَاقٍ مِّنَ الذَّهَبِ السَّبِيْكِ
عَلٰى سَاقِ الزبرجد شَاهِدَاتٌ    بِاَنَّ اللّٰهَ لَيْسَ لَهٗ شَرِيْكٌ

هن محفل ۾ ڪڏهين ڪڏهين عربي ۽ پارسي ڪجھ شعر تمثيل طور زبان حق ترجمان مان صادر ڪندا هئا- اهي جيڪي راقم يڌ اچي يا در هيا اهي لکجن ٿا

مِنْهَا:- اهن شعرن ما ڪي شعر هي آهن -

زمين از خلق خورده چندے    هنوز از كبر سر بر آسماني ١

مِنْهَا:- پوشيده مرقعه اند خامي چند    نارفته ره صدق وصفا گامے چند ٢

مِنْهَا:- بگرفته زطامات الف لامي چند    بدنام كنند نكو نامے چند ٣

مِنْهَا:- آنكس كه تو نگريت نمي بايد    او مصلحت تو از توبه مي داند ٤

مِنْهَا:- ڪن ٻنهن خاص مخلصن ۽ معتقدن لاءِ لکندا هئا

مجدد الف ثاني مهربان باد    هميشه دستگير مخلصان باد ٥

مِنْهَا:- چو غنچه تنگ دل بودم كه ناگاه    اَتَانِيْ نَفْحَةٌ مِنْ رَحْمَةِ اللّٰهِ ٦

مِنْهَا:- گربا نديم زنده بر دو زيم    دامن كز فراق چاك شده ٧

مِنْهَا:- ور بمرديم عذر ما به پذير    اے بسا آرزو كه خاك شده ٨

مِنْهَا:- ترسم كه دوست باما نا آشنا بماند    تا دامنِ قيامت اين غم بما بماند ٩

ترجمه ١ زمين اندر ويٺدين کا جي منھ چند ڪري    ڪنا تڪبر تو رکين سر آسمان تي
٢ پاتل گودڙي ۾ اٿئي ڪي اوٺايون    راهِ صدق وصفا نتو جا ٿين آڏ کون چند
٣ سڌ اٿئي پاڪي صوفي ڪرين فريب ڪجھ    ڪيا بدنام تو آهن نيڪ نالا چند
٤ اهو جو تو کان به تو نگر آ نتو ڏسئي    اهو تنهن جي مصلحت تو کان زياده تو جي ڄاڻي
٥ مجدد الف ثاني مهربان آ    سدائين دستگير مخلصان آ
٦ مثل غنچه دل جي ڪڙي بندهئي پر اوچتو    آئي مونکي خوشبو الله تعاليٰ جي رحمت کان
٧ جي رهيس زنده ته سندس ضرور    دامن جو فراق کان ڦاٽي آ پيو
٨ جي مري ويس ته منهن جو عذر    ڪج قبول جو آرزو منهن جي خاڪ ٿي
٩ افسوس دوست منهنجو جو رهيو نا آشنا    مگر تا قيامت رهندم اهو غم

مِنْهَا:- هيچ جا از دلت سفيد نشد — هيچ موئے بر تنت سياه نماند

مِنْهَا:- اے حسن توبه آن زمان كردى — كه ترا طاقت گناه نماند

مِنْهَا:- از ضعف بهر جا كه نشستيم وطن شد — وز گريه بهر جا كه رسيديم چمن شد

مِنْهَا:- رفتم ز كوے بيمرم دردِ فراقت زاد خود — دارم بهمراه قافله از نالۀ و فرياد خود

مِنْهَا:- وَ عِنْدَ هبوب الناشرات على الحمى — تميل غصونُ البان لا الحجر الصلد

مِنْهَا:- وَ العذر كرام الناس مقبول -

مِنْهَا:- كَاَنَّ الْقَلْبَ حِيْنَ يقال يغدى — بليلى العامرية او يراح

مِنْهَا:- قطاةٌ غرها شرك فباتت — تجاذبه و ترجو بالفلاح

مِنْهَا:- فلا فى الليل نالت ماترجى — وَ لَا فى اليوم كانت لها براح

مِنْهَا:- نميدانم كه دل يا دوست گويا ست — صداى قلقل از مى يا زمين است

مِنْهَا:- عقل اين جا ساكت آمد يا مضل — زانكه دل با اوست يا خود اوست دل

اهي بيت جيكي حضرت قيوم الزمان جن بزرگوار (ڏاڏو بزرگوار) يعني حضرت صاحب جن (حضرت شاه عبد القيوم قُدِّسَ سِرُّهُ) مناجات طور تحرير فرمايا آهن حضرت صاحب جن جو والد كڏهين كڏهين دعا ۾ پڙهندا هئا-

الٰهى ظلمت آباد دلم را روشنائى ده — ز زنگِ معصيت آئينه جانم را صفائى ده

چو تابد آفتاب روز محشر بر سر عالم — مرا جا از كرم زير لواے مصطفائى ده

محمد را شفيع و چار ياران را دليلم كن — سوے اينها من گم گشته ره را رهنمائى ده

دل تنهن جي جو كو بزرگ وند رهيو سفيد — كو به تنهن جي بدن جو وار كارو نه رهيو

اي حسن توبه تو ان وقت كئي — جڏهن طاقت گناه جي تو ۾ نه رهي

كمزوري كان رهيا سين جت وطن ٿيو — روئندي رهيا سين جت چمن ٿيو

تنهن جي كوچي مان وڇوڙي جي درد كي وٺي هليس — قافلو ساڳڻ هليو ساڻ روئاڻ ۽ زاري جو

خبر نه آهي ته دل چوي يا دوست — اهو آواز صراحي مان نكتو آيا كا زمين

اتي عقل رهيو خاموش يا گمراه ٿي — ڇو ته دل ان سان آيا اهو ساڻ دل ئي

الٰهي ظلمت آباد دل منهنجي كي روشني ڏي — گناهن جي زنگ كان دل جي آئيني كي صفائي ڏي

ڏهاڙي حشر جي چمكندو جڏهن سورج مٿان — منجهام مون لوائي جهنڊي مصطفائي ڏي

محمد كي شفيع ۽ چئن يارن كي وسيلو مون بنا ۽ — راه پليل آهيان طرف انهن جي رهنمائي ڏي

ابو بکرؓ و عمرؓ را دستگیرم روز محشر کن — مدد خواهی ز عثمانؓ و علیؓ مرتضیٰ ده ۱
طفیلِ حضرتِ زهرا و سبطین رسول تو — ز کید نفس و شیطان لعینم رستگاری ده ۲
الٰهی عبدِ قیوم این قدر بیگانه کے باشد — ترحم کن ترحم کن سوئے خود آشنائی ده ۳
مِنْهَا:- او در این سعی تا بما چه کند — ما در این فکر تا خدا چه کند ۴
مِنْهَا:- پایه آخر آدم هست و آدمی — گشت محروم از مقامِ محرمی ۵
مِنْهَا:- گر نه گردد باز مسکین زین سفر — نیست از وی هیچکس محروم تر ۶
مِنْهَا:- ما چه خیالیم و فلک در چه خیال — ما خام خیالیم و فلک پخته خیال ۷
مِنْهَا:- من هیچم و از هیچ نمی آید هیچ — من خشکم و از خشک نمی آید هیچ ۸
مِنْهَا:- اِذَا ضَاقَتْ بِكَ الْبَلْوٰى — فَفَكِّرْ فِيْ اَلَمْ نَشْرَحْ ۹
فَعُسْرٌ بَيْنَ يُسْرَيْنِ — اِذَا فَكَّرْتَهٗ تَفْرَحْ ۱۰

مِنْ كَرَامَاتِهٖ:- (حضرت صاحب جن جي ڪرامتن مان هڪ ڪرامت)

سن هڪ هزار ٻي سوءِ اٺين ۾ جناب حضرت ميان عبدالقدوس صاحب کي فرزند عطا ٿيو. انهيءَ وقت حضرت صاحب جن ٺري طرف مسافريءَ تي ويل هئا. سندن خدمت ۾ احوال خط ۾ پيش ڪيم. اميد هئم ته حضرت صاحب جن سنئين ڏيهن تشريف فرمائيندا، عقيقو ۽ نالو پاڻ اچي رکندا. اتفاق سان خط ڪين دير سان مليو. جواب ۾ لکيائون ته اسان پهچي نه سگهنداسون. ننڍڙي جو نالو عبدالفتاح مقرر ڪجو، چوته سنئين ڏينهن اسان

۱ ابوبڪرؓ و عمرؓ کي مون سان روز محشر ڪر رهبر — مثل عثمانؓ امداد ڪر مثل علي حيدرؓ مرتضائي ڏي
۲ مهابي حضرتِ زهراءِ سبطينؓ رسول جهنجي — ڪنان نفس و شيطانِ لعين جي مڪر کان آزادي ڏي
۳ الهي عبد قيوم اينڊو بيگانو ڇو آهي — رحم فرما رحم فرما طرف پنهنجي آشنائي ڏي
۴ هو هن آهر ڪوشش ۾ ته ڇا ڪندو اسان کي — اسان هن فڪر ۾ ته خدا ڇا ڪندو
۵ انسان جو رتبو ٿئي انسان کان — ور نه محروم ٿو رهي محرمان کان
۶ جي نه ڪو وايس وري ڪان هن سفر — ناه ڪو انکان ٻيو بد بخت بشر
۷ اسان ڪهڙي خيال ۾ ۽ فلڪ ۾ ڪهڙو خيال — ڪچا خيال اسان جا ۽ فلڪ جا پڪا خيال
۸ مان ڪجهه نه آهيان ڪين مان ايندو ڪين — مان خشڪ آهيان خشڪ کي نه آوت
۹ جنهن وقت تنگ ڪيو تو کي مصيبت — پوءِ تون فڪر ڪر سورة اَلَمْ نَشْرَحْ ۾
۱۰ پوءِ لفظ عسر جو ٻن لفظن يسر جي وچ ۾ — جنهن وقت ٻه سوچ ڪندين ته خوش ٿيندين

فائدو:- سورة الم نشرح ۾ آهي فَاِنَّ مَعَ الْعُسْرِ يُسْرًا ۝ اِنَّ مَعَ الْعُسْرِ يُسْرًا ۝ هت لفظ العسر جو معرفه تڪرار ٿيل آهي ۽ لفظ يسر جو نڪره تڪرار ٿيل آهي. العسر جي معني آهي تڪليف، يسر جي معنيٰ آهي آساني. قاعدو آهي ته اسم معرفه ۽ اسم نڪره جي تڪرار وارڻ جي حالت ۾ بقيه معنيٰ ۾ معرفه تڪرار نه ٿيندو ۽ نڪره معنيٰ ۾ تڪرار ٿيندي. مطلب هي ٿيو ته هڪ تڪليف سان ٻه آسانيون آهن. تڪليف هڪ آسانيون ٻه ـ ۱۲

سندس اهو نالو رکيو هو - اهڙي ساڳي ڳالهه هوبهو سن ههڪ هزار ٻي سو ٽيرهن ۾ منهن جي
پيائٽي به نسبت ظاهر ٿي - انهيءَ وقت حضرت صاحب جن لس ٻيلي جي مسافريءَ تي هئا
انان لکي فرمايائون ته مولود (نئون چاول ٻار) جو نالو محمد يعقوب رکن ۽ حقيقت ۾
ستين ڏينهن ٻار جو اهوئي نالو رکيو ويو هو -

مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ :- حضرت صاحب کتاب مثنوي کي گهڻو پسند ڪندا هئا خوش
خط قلمي نسخو وٽن موجود هوندو هو - فرمائيندا هئا ته حضرت قيوم جهان قُدِّسَ سِرُّهٗ
هن نسخي مان وظيفو ڪندا هئا - فرمايائون ته ڪنهن والد صاحب قُدِّسَ سِرُّهٗ کان
پڇيو ته هن نسخه ۾ ڪيتي ڪيتي غلطيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون مگر حضرت قيوم جهان
قُدِّسَ سِرُّهٗ وظيفي لاءِ ڪيترا مرتبا ڏنو هوندو پوءِ سبب ڇا؟ فرمايائون ته حضرت
قيوم جهان قُدِّسَ سِرُّهٗ صحيح پڙهندا هئا ۽ غلطين کي خيال ۾ به نه آڻيندا هئا -

بيان ڪن شعرن جو - جي سندن زندگي مبارڪ ۾ وقت جي فاضل عربيا
ڪيد شيخ ابراهيم بن شيخ احمد غزي يمني لکيو آهي -

| | | | |
|---|---|---|---|
| الحمد لله بلغنا غاية الوطر | بالاجتماع بخل السادة الغرر | اداله الفذ مولانا الوجيه ومن | بالعلم حقا سما قدرا على البشر |
| آکرم به وبما قد فاز من شرف | فهو المقدم في دهر في صدر | وافى الينابيع الحج مجتنبا | وكي يزور خاتم الرسل من مضر |
| فالله يحرسه من كل نائبة | والله يحفظه في السير والحضر | والله يرزقه اسنا المرام له | والله يكفيه مما شق والسفر |
| تالله ما كنت ارضى ان افارقه | فالاجتماع به من غاية الظفر | وكيف يرضى محب ان يفارق من | احبه لكن الاشياء بالقدر |
| فقد شغفت به حبا ولا عجب | ان سار سار ضميري غير مستتر | فالله يجمعني بعد الفراق به | والله ينظمني في سلكه النضر |
| استودع الله من يحفظ ودائعه | هذا الحبيب ضياء القلب والبصر | وكل من معه يرجو لصحبته | من ربه الامن من خوف ومن ضرر |
| يا سادتي ان وصلتم منقذنا | يوم الحساب من الاهوال والخطر | فالمخوة سلامي يا كرام وما | لاقيت من محنة الاقتار من كدر |
| لا تنحصرن في دهر يقل به | اخو وفاء الذي ضر مفتقر | لعل نظرة عطف منه توصلني | الى المرام بفيض منه منهمر |
| واخبروه بشوق قد وهي جسدي | عساه يسعفني بالقرب والظفر | عليه صلى مع التسليم خالقنا | والال والصحب منهم خير مدخر |

هن عربي نظم کي ناهيو حقير گناهه ۽ ڪوتاهي جو قيدي ۽ پنهنجي رب قدير کان معافي جي اميد
رکندڙ ابراهيم بن احمد غزي نسب (ذات) شافعي مذهب ۽ شال الله تعالیٰ معاف ڪريس اهو کي
ساڪن (شهر) حديدة شريفه (ملک يمن) هي عربي نظم ناهيائين واسطي سردار پنهنجي علامه عامل
ولي ڪامل سيد عبد الرحمٰن (حضرت سراج الاولياء خواجه عبد الرحمٰن قُدِّسَ سِرُّهٗ) شال الله تعالیٰ

كين عافيت بخشي آمين (خط جو نقل پورو ٿيو)

**مِنۡهَا:** - سن هڪ هزار ٻه سو ءِ اٺانوي ۾ حضرت صاحب جن قنڌار مان حرمين شريفين طرف هجرت فرمائي - مرحوم آخوند اميد علي هالائي ڪجهه بيت سندن مبارڪباد لاءِ پيش ڪيا آهن - وَ هُوَ هٰذا :-

اي كه از جيب گريبان سرفرازان بوده — مقطع خورشيد و ماه از مطلع جان بوده ١

با دو طاقِ ابروان محرابِ پاكان بوده — سجده گاهِ قبلهٔ اربابِ عرفان بوده ٢

اي شهنشاهِ ولايت مظهرِ نورِ اله — مرده دل را خضرِ راه و آبِ حيوان بوده ٣

اسم خاص و فيض عام و عبد سبحان الذي — اي مربي خوش مرباي ز رحمان بوده ٤

مردم عين تجلي عين مردم را جلا — نور انسان وجود و عين انسان بوده ٥

با صباحت حسن روئے تو ملاحت را جميل — يوسفِ مصري شباهت احمدي شان بوده ٦

جلوهٔ برقِ جمالت آتش اندر خرمنم — زو ز استغنا دمي پيدا و پنهان بوده ٧

من بتابِ خرقهٔ سوزت خرقه سوز آتشم — اي ز لفظ خرقه سوزي خرقه سوزان بوده ٨

در ره وادي مجنون للمجنون فنها بسي — ليلي محمل جرس جنبان عنوان بوده ٩

تيغ قهرت گردنِ اعداي دين از هم بريد — در جهادِ دعوت بي كيف سلطان بوده ١٠

باده نوشم كه بصحوم كه بسكر اندر خمار — هر دم اي پيرمغان در جذب مستان بوده ١١

ما اگر بد مست و رندم عاشق دم بي قدم — اي بمشرق نكوبين كار رندان بوده ١٢

---

١ تون حبيبِ خدا كان سرفرازن ٿيو آهين — مقطع شمس و قمر ۽ مطلع جان ٿيو آهين

٢ ٻن ڀرن جي محراب سان محراب پاڪان ٿيو آهين — سجده گاهِ قبلهٔ اربابِ عرفان ٿيو آهين

٣ اي شهنشاهِ ولايت مظهر نور الله — مُرده دل لاءِ خضر رهه ۽ آب حيوان ٿيو آهين

٤ اسم خاص فيض عام و عبد سُبحَانَ الَّذِي — اي مُربّي سُهڻو پاليل سنڌ رحمان ٿيو آهين

٥ ماڻهيون اکين جون روشن ماڻهن لاءِ ڪُحل — روشني انسان لاءِ ۽ عينِ انسان ٿيو آهين

٦ حسن تنهن جي رخ سندءِ سهڻو بنائي تو قبيح — منجهه شباهت يوسف مصر احمدي شان ٿيو آهين

٧ تجلي تنهن جي جمال لاتي آگ اندر خرمنم — بي نيازي کان هڪ دم پيدا ۽ پنهان ٿيو آهين

٨ تنهنجي خرقه جي تاب کان تو جلي خرقو سندم — لفظ خرقه سوزي منجهان خرقه سوزان ٿيو آهين

٩ منجهه رهه وادي مجنون لمجنون فنها گهڻو — منجهه ڪجاوي ليلي جي جرس جنبان ٿيو آهين

١٠ تهري تلوار سندءِ دشمن جا ڪنڌ ڪپيا — منجهه دعوتِ جهاد مخمور سلطان ٿيو آهين

١١ تو شراب پيان ۽ رهان مد هوش منجهه خمار — اي پير مغان هر وقت منجهه جذب مستان ٿيو آهين

١٢ آءُ متوالو ۽ آزاد عاشق دم بي قدم — اي سان مشرقِ نکوبين کار رندان ٿيو آهين

محرم رازِ دل و درمانِ دردم ناپدید  اے طبیبِ جملہ علتہا کہ درمان بودۂ ١

یا رسوم الفضل و الفیض الاعم یحیی بکم  قبلۂ اشیاءِ عالم غوث یزدان بودۂ ٢

گر بنامم تو بمانی انفس و آفاق را  مرکزِ دور مدار قطب دوران بودۂ ٣

مامن رشد و رضا جز باب والا بجا  گر ضعیف و بیکسم تو جملہ احسان بودۂ ٤

از نسیم فیض بخشی نفخۂ بلبل فرست  در مشامِ گلشنِ جان نفخہ بیزان بودۂ ٥

زلف مشکینت شکن بر چین خطا برنا فرزد  کاکل سنبل شکن چین چہ پیچان بودۂ ٦

از پے تعظیم تو کردند عالم فرشِ راہ  دیدہ اے از ہر دو عالم دامن افشان بودۂ ٧

بر سرِ خوانِ خلیلی با ہمہ عزّ و شرف  باچو من مشتِ گدایان نیک مہمان بودۂ ٨

با کمالِ حیرت از لطفِ فراموشت خوشم  در فراموشی بیادِ بادہ نوشان بودہ ٩

در گلوی خامۂ وصفِ تو سرمہ شد گلو  ہر چہ گویم برتری اے نور سبحان بودۂ ١٠

گر دپیوستن حجاب دیدہ بگسستن بہست  ابرِ رحمت بر عجاج آلودہ باران بودہ ١١

عمر شد بر باد جز افسوس باد اندر کف است  حیف بادا یدل ہنوز آن بادپیمان بودہ ١٢

تعبیہ کن نام خوش باش از رجائی حق چہ غم  ای سہا نرا شکستگی در دست تیران بودہ ١٣

ترجمو

١ دل سندا اسرار محرم لا علاج مرض جا حکيم  سڀني مرضن جا طبيب درمان تون آهين

٢ يا رسوم الفضل والفيض الاعم يحيي بکم  قبلۂ اشياء عالم غوث يزدان تون آهين

٣ جي نمار هان تون رهين انفس آفاق  تون مرڪز دور مدار ۽ قطب دوران تون آهين

٤ مان من رشد و رضاء باب ولايت کٿي  مان ضعيف ۽ بيکس آهيان تون احسان تون آهين

٥ فيض بخشيندڙ هوا کان بلبل خوشبو وٺي  منجهه مشام گلشن جان نفخہ بيزان تون آهين

٦ زلف مشکينت شکن بر چين خطا برنا فرزد  ڪاڪل سنبل شکن ڏس چو پريشان تون آهين

٧ تنهن جي تعظيم خاطر دنيا آڙش راهه بڻي  سمجهه هر دو عالم ۾ ذيشان تون آهين

٨ دستر خوانِ خليل مٿي شان عزّ و شرف  اسان جهڙن فقيرن شان نيک مهمان تون آهين

٩ مهرباني ماو سارڻ لاءِ ڏادي حيرت اندر  تو يا يان تو و سارڻ جو بياد باده نوشان تون آهين

١٠ ناهه طاقت ڪا قلم کي جو کي تنهن جي ثنا  جو چوان انکان مٿي جو نور سبحان تون آهين

١١ گرد پيوستن حجاب ديدۂ بگسستن بہست  ابر رحمت جو وسي جو تون باران تون آهين

١٢ عمر ٿي بر باد سڄي افسوس کان ڏڄ نہ رهيو  حيف توکي دل هُجي اي باده پيمان تون آهين

١٣ تعبيہ کن نام خوش باش از رجا حق چہ غم  اي سهان اشکستگي در دست شير تون آهين

،، حافظ حامد هيئن تتبع كيو آهي ،،

اے سپہرِ عز را ماهِ درخشان بودهٔ — وے جہانِ جاهٔ را شاه جہانان بودهٔ
اے برخ ماہی باب لعل بدخشان بودهٔ — وے بتن سیمین بقد سرو خرامان بودهٔ
در همه عالم گرفتم دلبرستی بے نظیر — خوشتر از حور و پری فرزند انسان بودهٔ
چون نباشم چون زلیخا مست دیدارت بخواب — چون بحسن و ناز مثلِ ماه کنعان بودهٔ
کس ندارد در خریداری تو نقد جان دریغ — گر عوض جانہا تو باشی بیش ارزان بودهٔ
صورتِ عابد فریبد مایهٔ تقوے ما — یک نگاہت اے تو نورِ پاک یزدان بودهٔ
سر بکوه و دشت مجنون وار میگردم مدام — تا بسانِ لیلی از من دور پنہان بودهٔ
دردِ ما ہرگز نه گردد بِہ بدرمانِ طبیب — علتِ عُشّاق را تو نیک درمان بودهٔ
شاہدا با آنکه داود حسنِ توحیدِ نصاب — مانعِ مصروفِ حقِ مُستحقّان بودهٔ
مے نہی جانا بپایے باده بردست رقیب — تا بکی فارغ ز دردِ این حریفان بودهٔ
مہر ماہی در جہان اے مہر سیما ماه روی — روز و شب اندر کمالِ حسن تابان بودهٔ
مہر ما ہست از غلط گفتم بحق ایزد صنم — از مطالع فضلِ حق نورِ درخشان بودهٔ
اے مجاہد راه حق مردِ خدا والا ہمم — در جہادِ اصغر و اکبر چه سلطان بودهٔ
کرد بر خصمانِ دین تیغِ تو کار ذوالفقار — در مصافِ دشمنان چون شاه مردان بودهٔ
سر به خاکِ آستانت خواجهٔ ذی جاه را — زانکه خاصِ کبریا و عبد رحمان بودهٔ
داد در اطرافِ عالم نہر جودت بہره یاب — گرچه خود موجود در ملکِ خراسان بودهٔ
اَنْتَ مَوْلَى الْقَوْمِ كُلًّا اَنْتَ مُنْجِي الْحِضَا — کار فرمائی جہان بر اذن یزدان بودهٔ
از دستِ توفیضِ عیان واندر قدم پدید لطافت — ہم مسیحائے زمان ہم خضر دوران بوده
گر ز فیضِ حضرتت دوزم چه غم در فیضِ خلق — از برائے غائب و حضار یکسان بوده
حامدا در شعرِ حیدر نیستی ہم نے گدا — باز بر شعر سہا بیہوده خندان بوده

جنھن سال حضرت صاحبجن مدينه مطهره ۾ قيام فرمايو. آخوند يار محمد نماني جي پريشان كندڙ حالتن جو ذكر پيش كيو - وَلِلّٰهِ دَرُّهٗ مِنْ حُسْنِ مَا قَالَ

| | | | |
|---|---|---|---|
| اي صبا گر بسوئے ملکه روی | از برِ من هزار احسان است | آن دیاری که هر خسش خارش | بهتر از یاسمین و ریحان است |
| اي صبا جي تون طرف مکه وڃين | سمجهندس تنهنجو مونتي احسان آ | اهو ملک منهنجو جنهن جو ککڙ بڻ | بهتر ياسمين ۽ ريحان آ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| دربیان آنجاست پیر و مرشد من | نام نامیش عبدرحمان است | هست آلِ امامِ ربانی | آنکه سرتاج اہل عرفان است |
| مسکنش حسب قسمت است آنجا | وطن اصلیش درخراسان است | کعبهٔ عارفانِ راه خدا | قبلهٔ جمله اہل ایقان است |
| مقتدای گروه مقبولان | پیشوای جمیعِ شیخان است | بر سپهرِ کرامت و عرفان | ماه تابان و مهر درخشان است |
| غمزده بهر جمله غمزدگان | چاره فرمای مستمندان است | صاحب فضل و جود و فیض و عطا | ذی حیا و شرافت و شان است |
| چون رسی در جنابِ اقدس او | ادبی کن اداکه شایان است | بازخوان بر سرش سلام از من | که همین رسم اہل ایمان است |
| بعد ازان گو بصد خشوع و خضوع | که غلامِ تو پر پریشان است | بارہا گرچه بر تو گفت و نوشت | در حقش از تو از چه نسیان است |
| حسب ارشاد تو وظیفه او | حَسۡبُنَا اللّٰه نص قرآن است | تا مگر او کشائشی یابد | در شب و روز سُبحه گردان است |
| لیک از بخت نامساعد خویش | اشک حسرت ز چشم ریزان است | در غمِ رزق و در پی شغلی | سینه اش چاک و دیده گریان است |
| چه گنه رفت زان گدا که شها | همه تن غرق بحرِ حرمان است | کرمے گر کنی دگر نکتی | بر سرش منت فراوان است |
| بهر حق در حقش بخواه از حق | زانکه او کارساز و منان است | در دعا دست بر خدا بردار | کو تعالی رحیم و رحمان است |
| سیدا سرورا برائے خدا | مددی کن که وقت احسان است | تمت | القصيدة |

جھن سال حضرت صاحب جن حرمين شريفين کان واپس موٽيا شيخ سيف الدين ڪشميري
جو تان جي مخلص مان هو، حضرت صاحب جي خط جي جواب ۾ ڏنو قصيدو جو چار سو بيتن
کان متي آهي هديه پيش ڪيو سندس شروعاتي ڪجھ بيت لکجن ٿا۔ بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

| | | | |
|---|---|---|---|
| اِي اتي منهن جو پيرِ مغان | سندس نيڪ نالو عبدرحمان آ | اهو آهي آلِ امامِ رباني | اهو سمجھ سرتاج اهل عرفان آ |
| ڪيو آ قسمت سندس مسڪن اتي | نه ته اصل وطن سندن خراسان آ | عارفن راهِ خدا الله ڪعبو | قبلو جملهٔ اهل ايقان آ |
| مقتدا گروهِ مقبولن خدا جو آهي | پيشوا پاڻ جملهٔ شيخن آ | ڪرامت ۽ عرفان جي آسمان تي | چمڪندڙ چنڊ سوجھرو رخشان آ |
| غمگسار سڀني غمگينن سندو | چاره فرماءِ غمگينان آ | صاحبِ فضل و جود و فيض و عطا | ذي حيا و شرافت و شان آ |
| جڏهين اچين دربارِ اقدس سندس | ادب ڪجاءِ جو شايان آ | پوءِ پيش خدمت ڪجان منهنجا سلام | جو اهڙي رسم سندي اهل ايمان آ |
| بصد عجز آري ڪجان عرض هي | هت تنهن جو غلام بس پريشان آ | ڪيم عرض ڪيئين ۽ لکيم خط گهڻا | ان لاءِ آقا الائي ڇو نسيان آ |
| حسب ارشاد تنهنجي وظيفو سندس | حَسۡبُنَا اللّٰه نص قرآن آ | جيئن پائي ان ڪا صورت ڪشائش | ڏينهن رات تسبيح گردان آ |
| پنهنجي نامساعد بخت ڪان مگر | حسرت جا گوڙها ڪا چشم ريزان آ | رزق جي غم ۽ پيو نوڪري جي درپي | سندس سينه سوخته ۽ اک گريان آ |
| ٿيو گناه ڪهڙو گدا کان اي شها | هو ته سارو غرق بحرِ حرمان آ | جي ڪريو يا نه ڪريو ان تي ڪرم | ان تي مٿان تنهنجي عنايت فراوان آ |
| واسطي الله جي ان جي حق ۾ گهر خدا کان | جو ته هو ڪارساز و منان آ | منجهه دعا ڪر هٿ ٻئي طرفِ خدا | جو ته هو حق تعاليٰ رحيم و رحمان آ |
| سيدا سرورا بهرِ خدا | مدد ڪر جو هي وقت احسان آ | پورو ٿيو | قصيدو |

| | | | |
|---|---|---|---|
| مخلص کمترین سیف الدین | بعد عرض سلام عجز آگین | آن سلامیکه سر بسر ز وفاست | صافی از غش و هر دغا و ریاست |
| از سر صدق و اتحاد و داد | زانکسار و شکستگی و سداد | اتحاد محبت جانے | ورنه کو مور و کو سلیمانے |
| چه بود اتحاد ارض و سما | چه بود اتحاد خور بسها | اتحادی که هست عین نیاز | بگذر شرح این بسی ست دراز |
| آن سلامیکه محض شوق بود | محض شوق و کمال ذوق بود | میکند عرض خدمت اقدس | بحضور جناب پاک نفس |
| کاب از و گوهر طریقت را | خاکی است و باد داده هوا | برد بادے ز خاکش اولیٰ تر | عز و رفعت ز گوهر اعلیٰ تر |
| کرده فیضیاب از علمش | نیک و بد بهره مند از علمش | عالم و فاضل و حسیب و نسیب | عامل و کامل و شریف و نجیب |
| نام نامیش عبد رحمان است | قالب علم و فضل را جان است | بحر علم و حقیقت عرفان | گنج تحقیق معدن ایقان |
| جانشین امام ربانی | که ندارد درین زمان ثانی | هست بر روی شرع غازه زو | گلشن ورع نیز تازه از و |
| سایه اش کم مباد از سر ما | ای خداوند گار داور ما | عون و امداد باد شرف اسلاف | حظ و افر ز نعمت اخلاف |
| طالبان را فتوح دایم از و | استن علم باد قایم از و | ای قلم چیست حالت عجبت | هان نگر دار رشته ادبت |
| این دعا شیوهٔ دل و جان است | امر مکتوم و سر پنهان است | کار دل از تو چون نیاید راست | طاقت شرح راز هاش کراست |
| اندکے باز کرد مطلب خویش | در حضور شریف آور پیش | مدح گفتن باو ز من ناید | من نمیدانم آنچه می شاید |
| همه از فیض صحبتش محفوظ | وارد ش در دو کون بد محفوظ | نقش غیر آنکه محو از دل اوست | دیده نقاش گشته حاصل اوست |

اِلیٰ اٰخِرِ مَا قَالَ فِیْ قَصِیْدَتِہٖ سَلَّمَہُ اللّٰہُ تَعَالیٰ آمِیْنْ ؕ ١ھ

لکل نه ھُجي تنھيءَ قصيده ۾ خوفِ طوالت (ڊگھائي) کان سڄو لکيو نه ويو آھي، ھرچند بيت تَبَرُّڪًا لکي پيش ڪجن ٿا - مولوي عبد الھادي جھونا ڳڙھي صاحب قصيده پنھنجي حال احوال سان لکيو آھي، جينوٽيڪ ھيءَ قصيده علم عروض جي قانون کان ڪري آھي ممکن آھي ته جناب مؤلف کمال اشتياق کان خيال جو لغام شعر جي مشڪلاتن طرف نه ڏنو ھُجي سو چيان ھر ھر پيو دلڙا (موت) تو جوان محبوب جو آڪاڻيو ڇڏين

| | |
|---|---|
| اے قطبِ عالم غوثِ اعظم گمرہان را رہنما | وے والئ مُلکِ ہدایت کوکبِ برج اہتدا |
| اے مرکزِ علم شریعت بدر اوجِ معرفت | وے نیرِ چرخِ حقیقت آفتاب اجتبا |
| اے نہنگِ بحر وحدت واحدیت را شہود | گوہر دریای اَلست چشمۂ فیضِ خدا |
| اکسیر اعظم نظرِ تو نفسِ مبارک فارس است | کز خاک رو به زر کنی وز مگس و زنبور ہما |
| اینچنین فیضت که داده کرد فیاض جہانت | گر برای ذات او یک نظر اندازی بما |

پچاڙي ناٺين جيڪي (صفا قصيده) قصيده ۾ فرمايو آھي شال الله تعاليٰ ان کي سلامت رکي آمين

در نبود زان الطاف کہ داری در وجود    از مروت جود فضل و از کرامت و سخا
زانکہ این خود بیت فاسق فاجر مذنب اثیم    عاصی و مطرود چون راندۂ دیو از سما
ہر جنس عصیان و گناہ نوعیکہ باشد از نرہ    ہم ہر سیہ کاری کہ بودی کسب کرد این بیچا
نفس و شیطان را مطیع و مرکب شد خوش لگام    ہر کجا بردند رفت و ہر کجا از عود رعا
در اطاعت شان شدہ چون بندۂ حلقہ بگوش    ہیچ امر شان نکردہ رد بجمیع ما مضا
و از اطاعت خالص پروردگار ذات پاک    و از امور سرور عالم ہر دم آوردہ ابا
ہر دم اندر معرض اعراض ادبار کثیر    بود بدبخت این کمینہ گمرہے از اشقیا
اینچنیں مخمور غفلت بود بدکار لئیم    ہیچ پروائی نبودش زین سرا و زان سرا
چون بشد بیدار و ہوشش باز پس آمد بسر    چشم وا کردہ چو دید از ہر طرف ارض و سما
ہر جہان را در جہان دید از خرابیہائے خود    از گناہان خودش خالی ندیدہ ہیچ جا
شد پشیمان و پریشان از دل اندوہناک    با ندامت حسرت و خسران و خذلان از ہوا
مید وانیہ از فکر از ہر طرف اندیشۂ    تا بگیرد دست این افتادہ کس از اہل صفا
لیک از کوتاہ بینی چشم بد آلودہ اش    از کوری زنگ گناہان قوت بد کردہ ہا
و از شقاوت شامت کار سیہ کاری خود    در نظر نامد مراد ہیچکس حاجت روا
پس شدہ نومید و مایوس از دل حسرت گزین    کہ امید ہایش شد گسستہ ہیچ جا نامد رجا
زین سبب شد از غریق بحر بے پایان غم    موج در موجش زدہ زیر و زبر بردش لیا

## ؞ الیٰ آخر مــا قــا ل ؞

## ؞ سیّد میاں اسد الله شعر گوئي جي اوائل ۾ فرمايو ؞

اے کہ رہ گم کردگان را بے گمان رہبر توئی    راست گویم سروران دہر را سرور توئی
اے شہ ملک طریقت وے دلم را چارہ ساز    چارۂ بیچارگان در اوّل و آخر توئی
نقشبند نقشبندان عالم علم لدن    تاجدار تاجداران پیر نام آور توئی
ہادیٔ راہ ہدایت مہدیٔ دوران بحق    آسمان دین احمدؐ را مہ انور توئی
اختر برج کرامات و دُرِ درج کمال    مخزن اسرار و کان لطف را گوہر توئی
مالک ملک ولایت محرم سرّ الٰہ    مطلع نور سعادت فیض را مظہر توئی
حامی شرع محمدؐ ماحی کفر و ضلال    پیر پیران زمانہ قطب دین پرور توئی

نيست تابم تا بگويم وصفِ آن عالي جناب
هر چه گويم هر چه گفتم از همه بهتر توئي

كن نظر بر حالِ زار بندهٔ مسكين ا[illegible]
زانكه اورا در دو عالم نافع و رهبر توئي

هي ڳالهه (ناظرين اڳيان) مخفي نه رهي ته حضرت صاحبجن جي شان ۾ نعتيه قصيدا مختلف زبانن ۾ سندن مخلصن وٽان ايترا ٺهيا جو انهن کي هن مختصر رسالي ۾ آڻڻ مشڪل آهي تنهن ڪري هتي ٿورن تي اڪتفا ڪئي وئي - وَفِيْهِ الْكِفَايَة -

مِنْ مَلْفُوْظَاتِهِ الشَّرِيْفَةِ :- حضرت صاحبجن گهڻا دفعا جڏهن ماڻهن جو بيحد اعتقاد ڏسندا هئا ته هي دعا پنهنجي زبان مبارڪ تي آڻي فرمائيندا هئا - اَللّٰهُمَّ اجْعَلْنِيْ خَيْرًا مِّمَّا يَظُنُّوْنَ وَلَا تُؤَاخِذْنِيْ بِمَا يَقُوْلُوْنَ وَاغْفِرْ لِيْ مَالَا يَعْلَمُوْنَ

مِنْ كَمَالِ تَوَاضُعِهٖ :- جڏهن به حضرت صاحب جن مجلس مان اٿندا هئا ته اڪثر ڪري ڪوشش ڪندا هئا ته پنهنجي جُتي مبارڪ پنهنجي هٿ سان کڻي پائين حاضرين مجلس مان هرهڪ اها سعادت حاصل ڪرڻ لاءِ جُتي کڻڻ ۾ اڳرائي جي ڪوشش ڪندو هو - راقم الحروف ڪيترا دفعا اهو ڪين چوندي ٻڌو ته "الٰهي هن جُتي کڻڻ ڪان مونکي نجات ڏي"

مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ :- جنهن سال مرحوم ولي محمد پير [illegible] وصال ڪيو ته حضرت صاحبجن مرحوم کي پنهنجي هٿن مبارڪن سان ڪلمهٔ شهادت سان قبر ۾ رکڻ سان مشرف ڪيو - جڏهن پنهن جي جڳهه تي واپس آيا ته تمام افسوس سان هيءَ خبر بيان ڪرڻ فرمايائون ۽ هي بيت عربي پڙهيائون

ذَهَبَ الَّذِيْنَ يُعَاشُ فِيْ اَكْنَافِهِمْ
وَبَقِيْتُ فِيْ خَلْفٍ كَجِلْدِ الْاَجْرَبِ

مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ :- سن هڪ هزار ٽي سو ۾ حضرت صاحب جن عيال سميت حرمين شريفين جي قرب ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ جي ارادي سان جده بندر تي پهتا اتي سخت بيمار ٿي پيا جو ظاهري زندگي جي اميد نه رهي - هڪ ڏينهن هڪ خط ميران محمد شاه جي نالي سنڌ طرف لکيا ٿون ان ۾ ڪيترين شوق پيدا ڪندڙ عبارتون تحرير ڪيائون - انهن مان هڪ هيءَ ته "هن ڪمترڪُتي کي پنهنجي حرم محترم ۾ جاءِ نٿا ڏيو ۽ قبول نٿا ڪيو ۽ در ڪان منع نٿا ڪيو" آخر ۾ مناجات عربي لکيا ٿون

يَا حَبِيْبَ الْاِلٰهِ خُذْ بِيَدِيْ
مَا لِعَجْزِيْ سِوَاكَ مُسْتَنَدِيْ

كُنْ رَحِيْمًا لِـذِلَّتِيْ وَاشْفَعْ — يَا شَفِيْعَ الْوَرٰى اِلَى الصَّمَدِ
اِعْتِصَامِيْ سِوٰى جَنَابِكَ لِيْ — لَيْسَ يَا سَيِّدِيْ اِلَى الْاَحَدِ
غَيْرُ عَوَاكَ لَيْسَ فِي الدَّارَيْنِ — لِلذَّلِيْلِ الْعَلِيْلِ مُعْتَمَدِ
صَلَوَاتُ عَلَيْكَ فِي الْمَلَوَيْنِ — كَانَ مُتَجَاوِزًا عَنِ الْعَدَدِ
وَعَلَى الصَّحْبِ كُلِّهِـمْ اَجْمَعْ — هُمْ نُجُوْمُ الْهُدَاةِ وَالرُّشْدِ
وَعَلَى التَّابِعِيْنَ هُـمْ كَانُوْا — لِخِيَامِ السَّدَادِ كَالْوَتَدِ
اِسْتَغِيْثُوْا لِعَاجِزٍ مُضْطَرٍ — ثُمَّ وَاذْ يُكَمْ اِلَى الْمَدَدِ
قَائِلًا عِنْدَ رُؤْيَةِ نَارِ جَحِيْم — يَا حَبِيْبَ الْاِلٰهِ خُذْ بِيَدِيْ

۽ اهو قصيدو بيماريءَ ۾ پڙهندا هئا، عَلَى الْخُصُوْصِ (خاص طرح) بيت اِسْتَغِيْثُوْا لِعَاجِزٍ مُضْطَرٍ لاءِ (جيڪي بيت تائين) پڙهندا هئا. اهڙيءَ طرح فرمائيندا هئا ته هن مرض ۾ ڪڏهن ڪڏهن بيهوشي ٿيندي هئي. شيطان سمجهيو ته شايد آخري وقت آهي. اچي اعتقاد ۽ توحيد حضرت باري تعاليٰ متعلق سوال ۽ جواب پيش ڪيا آخر انهيءَ کي چيم. "قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ ۝ اَللّٰهُ الصَّمَدُ ۝ لَمْ يَلِدْ ۝ وَلَمْ يُوْلَدْ ۝ وَلَمْ يَكُنْ لَّهٗ كُفُوًا اَحَدٌ ۝" سوره اخلاص شريف جي برڪت سان اُنهيءَ شر کان ڇٽس. اها سوره مبارڪ زبان تي هئي ته بيهوشيءَ مان هوش ۾ آيس. اَللّٰهُمَّ سَلِّمْ دِيْنَنَا وَاِيْمَانَنَا وَاخْتِمْ بِالصَّالِحَاتِ اَعْمَالَنَا. نَعَمْ (هائو) اِنَّ عِبَادِيْ لَيْسَ لَكَ عَلَيْهِمْ سُلْطَانٌ. صحيح نص آهي اهل يقين جي ايمان جي سلامتيءَ لاءِ.

مِنْ مَلْفُوْظَاتِهٖ :- پڙهندڙ سفر ۾ بيماريءَ دوران هڪ ڏينهن فضائل پناه استاد صاحب حاجي حافظ ميان لعل محمد متيارن واري کي جو خاص مريدن مان هو، ڪڏهن امامت جو امر فرمايائون. مذڪور ميان حڪم موجب جڏهن نماز پڙهي ادب کان مصلي تان اٿي صف ۾ ويٺو، حضرت صاحبجن سندن شان ۾ ڪجهه تحسين جوڳا لفظ زبان مبارڪ تي آندا، انهن مان هڪ هيءُ هو: سعوا. فَجَعَلَ اللّٰهُ سَعْيَهٗ مَشْكُوْرًا.

مِنْ كَرَامَاتِهٖ :- اهڙي ماڻهو کان نقل آهي جو سند سچائيءَ ۽ اعتبار ۾ تمام هڪ ڏينهن حضرت صاحب جن فرمايو ته رات جو جڏهن وضوءَ لاءِ باهر

آيس ته هڪ شخص کي مال پٽ ٺجي هٿن وڏي ديرِ لڳي بيٺل ڏٺم، خيال ڪيم ته شايد
حاجي طيّب هوندو له جيئن مان ويجهو وڃڻ لڳس ته هو به ويجهو آيو سُڃاتم
ته مسلمانن جنّن جي ٽولي مان آهي - چيائين ته هڪ شرعي مسئلو پڇڻ آيو آهيان
چيم ته پڇ جيڪو مشڪل هُجي - پوءِ سجدهٔ سهو جو مسئلو (جنهن جا جامع الفاظ
نقل ڪندڙ کان وسري ويا هئا) پڇيائين - جواب ڏنو مانس - شڪرگذار ٿيو
چيائين ته مون لاءِ ڪو ڪار خدمت هجي ته حاضر آهيان - ياد آيم ته فلاڻي پاڙي
جي نالي، جو اهڙن ڏينهن ۾ ان کان سخت تڪليفون پهچنديون هيون ڪجهه ان کي
اشارو ڏيان پر خوفِ خدا ۽ پاڙي وارن جا حق ياد آيم ان ڪري اهو خيال لاهي
ان کي رخصت ڏنم -

**مِنْ ڪَرَامَاتِهٖ** :- نقل هڪ خط مان جيڪو فضائل پناه مخلص قاضي
ميان حامد الله قاضي شهر پاڳ ناڙي مان لکيو - قاضي صاحب جي عبارت هو
بهو لکجي ٿي - وَهُوَ هٰذَا - ظاهر آهي ته جناب قطبِ ربّاني غوث صمداني مولانا
و مرشدنا حاجي الحرمين الشريفين حضرت صاحب جن قَدَّسَ اللّٰهُ سِرَّهُ
العزيز فريد العصر ۽ وحيد الدهر هئا ۽ شريعت جي راه ۾ ڪمال درجي جي
استقامت هئڻ جنهنجي وصف تقرير ۽ تحرير کان ٻاهر آهي - گهڻو ڪري پنهنجي
ڪرامتن کي ظاهر نه ڪندا هئا مگر اشارةً ۽ دلالةً اسندن ڪرامتون ظاهر ٿيون
ڪي انهن مان بيان ڪيون وڃن ٿيون -

**مِنْهَا** :- حضرت قبلهٔ عالم ڪڏهين ڪڏهين فرض نماز ۾ فاتحه ۽ ٻي سورة
جي وچ ۾ دير ڪندا هئا - هڪ رات شڪارپور ۾ عشا جي نماز پٺيان پڙهيائون،
انهيءَ وقت ۾ خدشو دل ۾ پيو ته ايتري قدر دير سورة فاتحه ۽ ٻي سورة جي
وچ ۾ ڪهڙي سبب ڪري ٿي هُجي - نماز جي فراغت کان پوءِ ڪنهن بزرگ شخص
جو نقل فرمايائون، ان نقل جو بيان دل جي صفحه تان ميٽجي ويو (وسري
ويو) ان نقل مان صاف معلوم ٿيو ته منهنجي خدشه جو جواب ڏنائون -

**مِنْهَا** :- وصال جي سال کان ٻه سال اڳ ١٨، ١٩ ڏينهن پاڳ شهر ۾ هن عاصيءَ

له حاجي طيّب حضرت صاحبجن جي خادمن مان هڪ خادم هو -

وٺ تشريف فرمايا - جمع ڏينهن مرحوم نائب عبدالعزيز ۽ مير منشي فقير محمد جي قبرن تي فاتحه پڙهڻ لاءِ ويا - انهن جي لاءِ منهنجي دل ۾ اهو شبهو پيدا ٿيو ته مير منشي مرحوم پنهنجي حاڪم جي تابعداري نه ڪرڻ ۽ انگريزن جي دوستي سبب قتل ٿيو - آخر سندس ڀيڻ جي ڇاڻي هوندي؟ جڏهين اتان موٽيا ۽ اٺ ڏينهن گذري چنجهه ڏينهن صبح جو بعد نماز فجر هن مسڪين طرف مُتَوَجِّهَ ٿي فرمايائون ته مير منشي فقير محمد شايد ڪنهن سيد کي چمات هنيئين هُئي ۽ اُن جي عوض گرفتار هو - اهو گناه به هاڻي حق تعاليٰ انکي معاف ڪيو آهي -

**مِنْهَا ايضًا:-** انهي وقت ۾ تياري واري ڏينهن پيپهري وقت حضرت صاحبن جي حضور ۾ حاضر هوس - حضرت صاحبن جي دست مبارڪ ۾ عقيق جي تسبيح هئي منهنجي دل ۾ خيال ٿيو ته جي اها تسبيح هن غلام کي عطا فرمائين ته بهتر ٿئي - جڏهين تياري ڪيائون ته اٺڻ مهل اها تسبيح مونکي عنايت ڪيائون ۽ فرمايائون ته هي تسبيح تو وٽ منهنجي نشاني هُجي -

**مِنْهَا:-** آخرين دفعه جو حضرت صاحبن پاڳ ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ وري واپس روانا ٿيا ته هي غلام پاڙ اسٽيشن بيل پٽ تائين حضرت صاحبن سان و پو پاڻ گاڏي ۾ سوار ٿيا - بنده سندن قدم اقدس چمي رخصت ياب ٿيو - فرمايائون ته حبيب الله جي ڪم جي اوهانکي بارت هُجي - جو وري اسانجو ۽ اوهانجو ڏسڻ (ملاقات) ٿيڻ بابت انهي وقت اسان جاتو ته اڳي ڪڏهين اهڙي طرح نه فرمايائون - هن وقت هي الفاظ ظاهر فرمايائون معنيٰ (حقيقت) کان خالي نه آهن - ان کان پوءِ زيارت جي شرف کان مُشَرَّف نه ٿيس

اِلٰى هٰهُنَا مَا كَتَبَهُ الْقَاضِيْ سَلَّمَهُ اللّٰهُ تَعَالٰى له

**مِنْهَا:-** سن هڪ هزار ۽ ٽي سو ۾ حضرت صاحب جن عيال سميت حرمين شريفين روانا ٿيا - جڏهين بمبئي بندر تان آگبوٽ رستي دريائي سفر تي روانا ٿيا ته راقم الحروف سندن حاضري ۾ هو - عجيب اتفاق ٿيو جو بندر حديده جي قريب سخت طوفان آيو ۽ جهاز تي سوارن مان هر هڪ بچڻ جي اميد لاهي ڇڏي ۽ روح ڄاڙي ۾ پيا ۽ دريا جي ڇولين ۽ لهرن سڀني کي پريشان ۽ بيخبر بنايو هو - گويا ڪ محشر جو نمونو ظاهر ٿيو

له شال الله تعاليٰ قاضي صاحب کي سلامت فرمائي جيکي ڪرامتون لکيون آهن سي هيستائين آهن -

نفسي نفسي ٿيئي ان منظر کي ڏسندي به حضرت صاحب جن انتها اخلاص ۽ نياز
سان پنهنجي جاءِ تي ويهي آکين مان ڳوڙها ٿي وهايا ٿوري دير بعد منهن مبارڪ
مٿي کڻي فرمايائون ته در ياءَ جي خوف ۽ بدن جي ڏپ کان نٿورٿان مگر ان لاءِ ٿورئان
ته شل سياڻي حرم محترم مکي "زَادَهَا اللّٰهُ شَرَفًا وَّعَظَمًا" ۾ پهچون ۽ پنهنجي ڪا
نسبت ۽ لياقت انهن پاڪ جاين سان نٿي ڏسجي ان ڪري شرمسار آهيان - هن خوش
خبريءَ جي ٻڌڻ شرط صحيح سلامت ڪناري تي رسيا - ۽ فقير ۽ خادمن کي گويا نئون
روح بدن ۾ پيو - "فَوَقَعَ كَمَا قَالَ" - [1]
مِنْهَا :- مخلص خاص قاضي عَبْدُالرَّحْمٰن نقل ٿا ڪن ته ١٣١٣ع ۾ هن غلام کي
قضا الاهيءَ سان وجع الورڪ [2] جو آزار ٿيو ۽ اهڙو ته غالب ٿيو جو هلڻ چلڻ جي طاقت کان
محروم ٿيس ۽ حضرت صاحبن کان دعا گهرڻ جو ارادو ڪيم - حاجي پور بندر کان
جيڪو درگاهه شريف کان اڍ ميل پنڌ آهي اٿ وچ ۾ ٿي - چار دفعه ساهي پٽيم
جڏهن حضرت صاحب جن وٽ حاضر ٿي احوال عرض ڪيم ته فرمايائون ته حرمل
سفوف ڪري هڪ ٽي روز انوعاڏ ينهن استعمال ڪر فائدو ٿيندو ۽ چوته هن
قسم جي سور ۾ عرق النسا جو خطرو آهي - غلام عرض ڪيو ته مان علاج ڪري لاچار
ٿي آيو آهيان - دعا گهرو ته هن تڪليف کان نجات ملي - پوءِ فرمايائون ته وڃو اچي
لبت - جڏهن سندن اڳيان پاسي پر ليٽيس - حضرت صاحبن جن پنهنجي دست
مبارڪ سان درد واري هنڌ مالش ڪرڻ فرمائي ۽ ڦيٿو ڪيو - الله تعاليٰ جو شان
جو انهن مهل کان وٺي هن وقت تائين ته ٺيڪ آهي - [1]

فيضِ روح القدس ار باز مدد فرمايد ديگران هم بکنند آنچه مسيحا مي کرد [3]

مِنْهَا :- آخوند حاجي خدا بخش بختيارپوري کان نقل آهي ته جڏهن حضرت صاحب
اتر جي سفر تان واپس آيا ته تعلقه سيوهڻ جي غلام محمد ڏاوچ شهر ۾ تشريف فرما
ٿيا - ملا عبدالحڪيم پاڳي (ياڳ ناٿي وارو) جيڪو عمر رسيده ۽ لطيف المزاج هو ساڻن
گڏ هو - قضا الاهي جو مذڪور عبدالحڪيم تي فالج جو اثر لقوه ساڳئي ٿيو - جڏهن

---

[1] پوءِ جهڙي فرمايائون اهڙين ئي ٿيو - [2] وجع الورڪ ڏُڪڙ جي سور کي چوندا آهن -
[3] فيض روح القدس جو وري مدد ڪري ٻيا به اهڙين ڪندا جيئن مسيحا ڪيو

بنده حضرت صاحبجن جي قدم بوسيءَ سان مشرف ٿيو ۽ کين معلوم هئو ته هن غلام کي طبّ ۾ جاڻ ۽ تجربو آهي - فرمايائون ته حاجي بخش تون مُلاَّ عبدالحڪيم کي ڏس ته ڪهڙي بيماري اٿس - آئون ويس ۽ انجي حالت ڏٺم - عرض ڪيم ته قبلا! هن کي فالج لقوه سان گڏ ٿي پيو آهي - حڪم ڪيائون ته هن جو علاج ڪرڻ گهرجي - عرض ڪيم ته ــ

تپ دق جوان و فالج پير    فلاطون گر بيايد نيست تدبير له

قبلا! هن بوناني طبّ جي حاجت نه آهي - طبيب الٰهيءَ جي علاج جي ضرورت آهي جنهن لاءِ عن ته معجون فلاسفه نُسخو ناهي ڪار ائينس - اسان اِڪي ڏينهن ويجون ٿا تون سندس خدمت ۾ رهجان ۽ سيا ڻي فلاڻي منزل تي ان کي اسان وٽ ڪرسائج - لاچار حڪم قبول ڪيم حضرت صاحبجن روانا ٿيا - مان معجون ٺاهڻ ۾ مشغول ٿيس - اڌ رات جو مُلاَّ عبدالحڪيم رڙيون ڪيون ته اي فَلاَڻا ڏاڍي بک لڳي اٿم، جو نه به ٿي وقت ڪجهه نه کاڌو اٿم - جي ڪجهه پيل هُجي نه کارا - مونکي ڏاڍو عجب لڳو - ماني ۽ مرغي جو گوشت حاضر هو سندس اڳيان آندم - ساڄي هٿ سان گرهه کڻڻ شروع ڪيائين - چيومانس ته کاٻي هٿ سان، جو مفلوج آهي، کاءُ - نيٺ هٿ ڏڪندي ڏڪندي گرهه کڻي وات ۾ ڏئي چٻاڙي کڻا ٿين - ماني کائي ڪري کاڌائين ۽ ان هٿ سان ناس ڏنائين - صبح جو انکي کڻي گاڏيءَ ۾ وهاري حضرت صاحبجن ڏانهن روانا ٿياسين - جڏهين اسٽيشن تي پهتاسين ته حضرت صاحبجن انهيءَ اڳيئي تشريف فرما هئا - چيائون ته اي خدابخش، عبدالحڪيم کي ڇا ڪيئي؟ عرض ڪيم ته حاضر آهي - حڪم ڪيائون ته اچي، قدرت الٰهيءَ سان پاڻ اٿي هٿ ۾ لٺ کڻي پنڌ ڪري حضرت صاحبجن ڏانهن روانو ٿيو - جڻ ته ڪجهه به نه ٿيو هوس - اهڙي موذي مرض مان شفا بنا علاج جي سا به هڪ رات ۾ حضرت صاحبجن جو ڪمال تَصَرّف سمجهيم جو ته پاڻ روحاني حڪيم به هئا -

**مِنهَا:-** مرڪور آخوند کان اهڙو بيو به نقل آهي ته هڪ ڏينهن مان گهوڙي تان ڪريس - منهن جي چيلهه چري پئي - ڪيترا به علاج ڪيم پر فائدو ڪونه ٿيو - خدا جي فضل سان اتفاقاً حضرت صاحبجن دادو ۾ تشريف فرما ٿيا - حضرت صاحبجن

---

تپ دق جواني ۾ ۽ فالج پيري ۾    افلاطون (حڪيم) جيڪڏهن اچي ته به ناهي تدبير

پنهنجي گهر ڏي ويو نوڪر زرداد فقير کي مون ڏي موڪليو - جنهن چيو ته سائين جن سلام ڏنا اٿوَ ۽ فرمايو
اٿن ته سياڻي خيريت عافيت معلوم ڪري ايندا - مون عرض ڪيو ته سائين جن کي منهن جانبان
ز ساءِ عرض ڪجِ ته فلاڻي چيو آهي ته خدا جي واسطي مون کان پڇڻ لاءِ اچڻ جي تڪليف نه فرمائين
بلڪ حڪم فرمائن ته آئون پاڻ اچي حاضري ڀريان - ان جي جواب ۾ فرمايائون ته نيڪ آهي
سياڻي ڀلي اچي - صبح جو پنهنجي ڪمر (چاپيه) کي قابو ٻڌي هٿ ۾ لٺ ڪري پاڻ ۾ هلڻ جي همت ڪري
اُٿيس - نيٺ ڪچهري ۾ اچي پهتس - دُعا ڪيائون ۽ چيائون ته جاءِ تي هٿ مبارڪ سان مالش فرما
ان وقت پاڻ ۾ ايتري قدر طاقت ڏٺم جو بيهي حضرت صاحبن ۽ جماعت کي ماني کارايم.
جڏهن اتان اسانجي اصلي شهر بختيار پور طرف تشريف فرمايائون - انهي منهنجي وڏي ڀاءُ
حاجي سچيڏني کي فرمايائون ته خدا بخش کي ٻڌاءِ ته توکان جيڪو فلاڻو گناهه ٿيو هوان ڪري
اها تڪليف توکي رسي ۽ هئي فقير وچ آيو ۽ توکي شفا ٿي - هن کي پوءِ جي وري توکان ساڳيو
گناهه ٿيو ته هئي فقير وچ نه ايندو - وڌيڪ تنهنجي مرضي - حضرت صاحبن جي وڃڻ بعد
منهنجي ڀاءُ اها حقيقت ٻڌائي توبه تائب ٿيس ۽ اهڙو ارادو ترڪ ڪيم اِلٰى هٰهُنَا مَاقَالَ الرَّاوِيْ [1]

ڪاتب الحروف چوي ٿو ته هن حقيقت جو آخري فقرو جيڪو منهنجي وڏي ڀاءُ حاجي سچيڏني
کان نقل ڪيل چيو وڃي ٿو - حضرت صاحبن جي عادت پاڪ کان پري ٿو ڏسجي ڇو ته سندن
عادت مبارڪ هميشه راز کي مخفي رکڻ هئي مگر هن قصه ۾ وقت جي مصلحت مطابق بيان
ڪيل ٿو ڏسجي وَالْعَهْدَةُ عَلَى الرَّاوِيْ [2]

مِنْهَا:- قاضي محمود جي قول مان نقل آهي ته حضرت صاحبن ڪنهن سال سنڌ ملڪ
طرف تشريف فرما ٿيا ۽ شهر باقرخان نظاماڻي ۾ منزل انداز ٿيا - هئي غلام پڻ زيارت
ڪرڻ ۽ قدمبوسي جي لاءِ اچي پهتو - اتفاق سان هڪ شخص سلسله مبارڪ ۾ داخل
ٿيڻ لاءِ اچي پهتو - حضرت صاحبن جڏهن مريد جي تلقين شروع ڪئي ته گهوڙا جيڪي
موجود هئا ۽ اَنَّ جا توبرا بدل هئن تن سيني اَنُّ کائڻ بند ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح ذڪر
فڪر ۾ مشغول ٿيا جڻ ته فصيح زبان سان لفظ اَللّٰهُ، اَللّٰهُ پيا چون ۽ سڀ حاضرين
مجلس اهو ڏسي حيرت ۾ پئجي ويا - انتهىٰ [3]

مِنْهَا:- قاضي موصوف کان ساڳيءَ طرح منقول آهي ته هڪ سال سيد عبدالله شاه

[1] جيڪي راوي چيو آهي هيستائين پيا آهي - [2] ذمو راوي تي آهي - [3] پورو ٿيو بيان -

فرزند سيد الهه بخش شاهه هڪ ڪيس بندوق هڻڻ جي ۾ انگريزن وٽ قيد هو. سيد الهه بخش شاهه نهايت بي قراري ۽ پريشان حال ۾ حضرت صاحبن وٽ اچي عرض ڪيو ته منهنجو پٽ ضعيف طبع آهي. هن صدمي ۾ سرڪاري جاچ پڙتال هيٺ سندس سخت حالت ٿيندي ۽ جيڪڏهين ان تي ڏنڊ پوي ته اهو ڪيئن ادا ڪري سگهبو؟ آخرڪار حضرت صاحبن فرمايو ته شاهه صاحب ايتري پريشاني ڇو ٿا ڪريو؟ هڪ دفعو ماتلي[1] پاڻ وڃو جان ۽ هڪ روپيو ته ڏئي اچجانءِ. اهڙيءَ طرح جيئن فرمايائون ته حاضري ماتلي ۾ ڏني ۽ هڪ روپيو ته ادا ڪري سگهي ڏينهن آزادي خير خوبيءَ سان پنهنجي گهر واپس موٽي آيو. بيت

اوليا را هست قدرت از اله　　　تير جسته باز گرداند ز راه[2]

منها:- غلام محمد خان کان نقل آهي ته منهنجي ٻارائپ جي زماني ۾ هڪ وقت مونکي وڏڙن حضرت صاحب جن طرف نذرانو ڏيئي دعا گهرائڻ لاءِ روانو ڪيو. ٻارائپ واري جي خواهش موجب پنهنجي ساٿين کي منٿ ڪيم ته مان ان نذراني مان ڪي روپيا ڪٽيان. جيڪي پنهنجي خرچي ڪيان ۽ باقي حضرت صاحبن کي پهچايان. پر منهنجي ساٿي انهن کان منع ڪئي ۽ چيو ته حضرت صاحبن جي نذراني ۾ خيانت هرگز نه ڪبي. آخر مجبوري تي سموري رقم نذراني جي حضرت صاحب جن اڳيان پيش ڪيم ۽ دعا لاءِ عرض ڪيم. پاڻ دعا گهريائون ۽ ان نذراني جي رقم مان ٻه روپيا ڪڍي مونکي عنايت ڪيائون. اسانکي عجب لڳو.

منها:- حضرت حاجي عبدالقدوس[3] کان نقل آهي ۽ اها سندن لکيل عبارت هو بهو حرف بحرف لکجي ٿي. هڪ سال ٿيا آهن ته هن حقير بغداد شريف وڃڻ جو ارادو ڪيو. وڃڻ کان هڪ ڏينهن اڳ پڇيائون ته اڄ ڪيترا ڏينهن رهڻ جو ارادو ڪيئن ٿو؟ جيتوڻيڪ هن فقير جي دل ۾ چاليهه ڏينهن ارادو رهڻ جو هو. مگر حضرت صاحب جن جي منع ڪرڻ جي خوف کان چيم ته ڏهه، پندرهن ڏينهن. پاڻ فرمايائون ته نيڪ آهي پندرهن ڏينهن کان وڌيڪ نه ترسجانءِ. جنهن هين اٿي. الحمد لله الله تعاليٰ جي فضل سان پهتس ۽ پندرهن ڏينهن ترسيس ته پوءِ هڪ گهڙي به وڌيڪ ترسڻ مشڪل

[1] ماتلي شهر ضلع حيدرآباد سنڌ ۾ آهي. [2] اوليائن کي الله تعاليٰ طاقت مليل آهي: ڪمان مان نڪتل تير کي واپس آڻي سگهن ٿا.
[3] مشهور حضرت شيرين جان جي نالي سان آهن. حضرت صاحبن جا پاڻ آهن تنهنڪري خليفي حضرت جا ڏاڏا آهن.

ٿي پيو ۽ روانگي لاءِ اينتري قدر ته سبب پيو اٿيڻ لڳا جو حيران ٿي ويا سين خاص طرح سردي سخت پريشان ڪيو. نيٺ پنڌ رهڻ ڏينهن بعد سور هين ڏينهن آڳبوٽ ۾ وينا سون. آڳبوٽ هڪ رات ڏينهن بعد هن طرف روانو ٿيو ۽ اسانکي همت نه ٿي جو شهر ڏانهن وڃون.

**منها:** ساڳيءَ طرح حضرت حاجي صاحب مذڪور کان نقل آهي ته پهرئين سال جڏهن هيءُ فقير زيارت جناب حضرت اطهر شفيع يوم المحشر صلي الله عليه وسلم جي کان مشرف ٿيو ته پوءِ حضرت شيخ محمد مظهر صاحب دهلوي ثم المدني ولد شيخ احمد سعيد قدس سرهٗ جي جاءِ تي ترسيس. اسان جي پهچڻ کان ٿي ڏينهن اڳ حضرت شاه عبدالغني صاحب محدث وفات ڪئي ان وچم ميان شيخ محمد مظهر پنهنجي زيارتن ۽ رمزن سان هن فقير کي مريد بنائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي مان اتي ڏهه ڏينهن رهيس ۽ رات ڏينهن جو گهڻو وقت حرم محترم ۾ رهيس. جيئن ته هيءُ فقير حضرت ماما صاحب جن جون لوازشون ۽ خوبيون ڏٺيون هيون ان ڪري شيخ محمد مظهر جي شان شوڪت طرف ڌيان نه ڏنو. ان وقت ۾ خواب ڏٺم ته آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي پيراندي مبارڪ کان بيٺو آهيان ۽ سندن سيرانديءَ مبارڪ کان جناب حاجي ماما صاحب جن بيٺا آهن ۽ روضي مبارڪ جي چاري اينتري نه شفاف آهي جو اسان هڪ ٻئي کي چڱي طرح پيئي ڏٺو. هڪ بزرگ شخص مونکي چيو ته تنهن جو مرشد اهو آهي. اهو اشارو حضرت صاحبجن طرف ڪيائين. والله اعلم صاحبجن اهو نه مائيندا ڪير هو. جڏهن هين قنڌار پهتس ته هيءُ سڀئي حقيقت مفصل حضرت ڇيائون ۽ ڪن ڪن ڳالهين تي حمد الٰهي ادا ڪيائون.

## حليه شريف جو بيان

حضرت صاحبجن درميانه قد جا. بدن جا سنها. عضوا معتدل. خوش مزاج زبان جا فصيح. دلي طاقت وارا. ڪامل عقلمند. حليم الطبع ۽ سفيد چمڙيءَ وارا هئا. سندن منهن مبارڪ جو اڃي کان پيدائي نائين گلاب جي گل مثل هو. متو هميشه ڪوڙ انهيندا هئا. پنهنجي صاحبزادن ۽ پين دوستن جي رکيل وارن کي پسند نه ڪندا هئا

---

له اشارو سراج الاوليا حضرت خواجه عبدالرحمن قدس سرهٗ ڏانهن آهي. صاحب نقل حضرت خواجه عبدالقدوس مشهور حضرت شيرين جان قدس سرهٗ حضرت سراج الاوليا جا پاٽ هئا.

ٻن ڀِرن جي وچ ۾ زخم جو نشان هو، جيڪو ڪپڙن پائڻ ۾ ٿيو هو. مسوڙهن جي ڏاڍي جيترو هو جيڪو ڏسڻ ۾ ڪي تڪليف سان نظر ٿي آيو. اکيون مبارڪ درميانه بلڪ وڏائي ڏي ويجهيون. سندن اکين جي سياهي نهايت ڪاري هئي. ڇاڙي عمر ۾ نظر گهٽيل هئي، عينڪ جو استعمال فرمائيندا هئا. عينڪ کان سواءِ سنها اکر تڪليف سان پڙهندا هئا. داغن جو نشان، جيڪي داغ نظر جي ضعف سبب حڪيم قنڌاري ڪاڍيا هئا، سي ٻنهي لونڊڙين تي ظاهر هئا. نڪ مبارڪ بلند جوان مان نورانيت ظاهر هوندي هئي. باوجود بلند هجڻ جي نڪ باريڪ هو. ڪشادو وات، وچٿرا چپ، چمڪندڙ ڏند جو ڇاڙي عمر تائين سندن ڏند مبارڪ موتين وانگر چمڪندا هئا. وچٿرا ڏند (يعني نه ننڍا نه وڏا) پر مٿيان ۽ هيٺيان سامهون وچ وارا ڏند ويڙها هئا. ڏاڙهي سونهاري گهاٽي ۽ لڙڪندڙ هئي، ڇاڙي عمر مبارڪ ۾ گهڻي سفيد هئي. ڏاڙهي سونهاري کي ڏگهائي ۾ مُٺ کان زياده واري کي ڪٽيندا هئا. سندن شهپر مبارڪ گهاٽا هئا. مٿين چپ جي چپن آڳرين جيترو قدر شهپر ڪترائي صاف ڪندا هئا ۽ خط نه وٺندا هئا. خضاب نه ڪندا هئا مگر سن ١٢٩٩ هه ۾ هڪ دفعو حديث جي تابعداري موجب خضاب ڪيائون جمعه جي ڏينهن ان وقت پاڻ ٺٽي ۾ قيام پذير هئا ۽ ان کان پوءِ آخر عمر تائين خضاب نه ڪيائون. مينديءَ جي خضاب کي مباح ڄاڻندا هئا. سندن سينو مبارڪ وارن سان ڀريل هو ۽ سيني جا وار دُن تائين، يعني سيني کان دُن تائين وارن جو ليڪو هو. آڱريون درميانيون هيون. ضعف پيريءَ جي باوجود برانڊ وهڻ ۽ سفر جي سواريءَ ۾ جوانن کان به وڌيڪ طاقت ور ۽ چالاڪ هئا. ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي ڪن فقيرن سان خوش طبعي ڪندا هئا ۽ مزيدار ڳالهيون ٻڌائيندا هئا ۽ ان خوش طبعي ڪري اهل مجلس وارا بيزار نه ٿيندا هئا. ۽ آخري عمر ۾ پنڌ هلڻ ۾ لڱن جي آزار ڪندا هئا. ڪين گهڻو ڪري مختلف مرض (مثلاً بواسير، ريزش جو لهڻ ۽ ڪنگهه) سخت تڪليف ڏيندا هئا. انهيءَ جي باوجود پاڻ ايترو ته صبر ڪندا هئا جو غير واقف کي انهيءَ جي ڪا به خبر نه پوندي هئي. پير جون آڱريون لمبائيءَ وڪ جي مطابق زمين کان مٿي معلوم ٿينديون هيون. قَلِيْلُ التَّكَلُّمِ (ٿوري ڳالهائڻ وارا) ڪَثِيْرُ التَّفَڪُّرِ (گهڻو فڪر ڪرڻ وارا) حُمُوْلُ الشَّدَائِدِ (سختين ڪڻڻ وارا) صَبُوْرٌ عَلَى الْمَصَائِبِ

(صبر ڪندڙ مصيبت ۾) رَضِيَ اللّٰهُ سُبْحَانَهٗ وَتَعَالىٰ عَنْهُ وَاَرْضَاهُ (شال الله
سُبْحَانَهٗ وتعالىٰ ڪانئن راضي ٿئي ۽ کين راضي ڪري.

# خاتمه بالخير

## حضرت صاحبجن جي هن دنيا مان رحلت جو بيان ۽ تاريخ ۽ مرثين جو جيڪي وقت جي فاضلن ڪان سندن رحلت بابت مليا

جيئن ته ڪاتب ازل جي ڪنهن جو به نالو صفحه قرطاس (ڪاغذ) تي هميشه رهڻ لاءِ نه لکيو آهي مگر كُلُّ نَفْسٍ ذَائِقَةُ الْمَوْتِ[1] ۽ مُصَوِّرِ سڀ ڪائنات جي جيڪي جو نقشو صفحه ممڪنات اندر كُلُّ شَيْءٍ هَالِكٌ اِلَّا وَجْهَهٗ[2] جي زبان سان ثابت فرمايو آهي - هر ڪه آمد بجهان اهل فنا خواهد بود    وانڪه پاينده و باقي ست خدا خواهد بود[3]

هن ڳالهه جو ذڪر ڪرڻ ۽ ان جي توضيح ڪرڻ سراسر غم جو باعث آهي ڇو ته جناب مغفور مبرور حضرت صاحبجن قُدِّسَ سِرُّهٗ جن کي گهڻي وقت کان حرمين شريفين ۾ رهڻ جو شوق دامن گير هو. رات ڏينهن ان سوچ ويچار ۾ گذاريندا هئا. نيٺ سنه ١٣١٥ هڪ هزار ٽي سو پندرهن ۾ تاريخ ٢٩ ماه جمادي الاولىٰ جي ڪراچي بندر تي سندن مخلصن مان هڪ، سندن تاڪيد موجب جهاز جي روانگي بابت خط موڪليو جنهن ۾ لکيل هو ته جهاز ڇهن پنجن ڏينهن اندر روانگي لاءِ تيار ٿيندو جنهن هين هيءَ خوش خبري کين ملي ته يڪدم سفر جي سنباهي جي لاءِ اَمْرُ فرمايائون ۽ پنهنجي مُتَعَلِّقِين ۽ يارن دوستن کان موڪلائڻ کري تاريخ ٽين جمادي الاخرىٰ پنهنجي صاحبزادن ۽ سادات ڪرام جي جماعت ۽ مريدن ۽ مخلصن سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ٺٽي کان ڪوٽڙي بندر طرف روانا ٿيا مگر وبائي بيماري طاعون جي خوف کان ۽ وقت جي حاڪمن جي منع ڪري ٻه ڏينهن گڏو بندر ۾ ترسيا. ٽين سڄي جماعت سان پنجين تاريخ ان ماه جي رات جو ڪراچيءَ روانا ٿيا. ان ڏينهن صبح جهاز جي دلال کي گهرايائون ۽ پنهنجا پئسا ۽ جيڪي سفر ۾ هم رڪاب هئا ان جي حوالي ڪيائون ته وڃي

---

[1] ترجمه:- سڀڪو جيءُ موت (جو مزو) چکندڙ آهي - پاره ٤ رڪوع ١٠

[2] الله (تعالىٰ) جي ذات کان سواءِ سڀڪا شيءِ هلاڪ ٿيندڙ آهي - پاره ٢٠ رڪوع ١٣

[3] هر هڪ جو آيو اندر جهان ٿيندو فنا    جو آهي قائم ۽ دائم آهو خالق خدا

کاڌ خوراڪ جو سامان آڻين. پنهنجي غلام راقم الحروف کي به حجاز جي سفر لاءِ
سامان خريد ڪرڻ تي مقرر ڪيائون. سفر جي سامان موجود ٿيڻ بعد خبر پئي ته
جهاز جي روانگيءَ ۾ اڃا ڪجهه ڏينهن دير آهي. ان ڪري مريدن ۽ صاحبزادن
جي عرض تي سامان ۽ خادم اتي ڇڏي پاڻ اڪيلا واپس وريا. ڏينهن رات
تمام انتظار ۾ پئي گذاريائون. نيٺ جهاز جي تياريءَ وقت غلام کي واپس گهرائي
موڪليائون. جهاز جي روانگيءَ جو ڏينهن معلوم ڪري ٽپال رستي احوال موڪليم.
حضرت صاحب جن جواب لکيو. جهاز جي اچڻ جي جڏهن پڪ ٿي ته ڪين لکيم
پاڻ ان خط جي پچاڙيءَ ۾ پنهنجي هٿ مبارڪ سان لکيائون "هرچند سعي کرديم
نگذاشتند[1] فلا ادري الى خير ام الى ضير" يعني ڏاڍي ڪوشش ڪئي سون ته ڇڏيائون
پوءِ آئون نه ٿو ڄاڻان ته چڱائي ڏي ڇڏيائون يا نقصان ڏي.

بهرحال هاڻي اوهان سامان ۽ رفيقن سميت واپس اچو. حڪم موجب خدمت
۾ پهتاسين. سامان ۽ سفر ي صندوقن جي کولڻ جو امر نه فرمايائون. بلڪ ائين
ئي بند رهڻ ڏنائون. رمضان شريف اچي ويو. غلام کي ٻاري جي سفر لاءِ مقرر
ڪيائون ۽ فرمايائون. هن ماه جي پندرهين تاريخ تائين پهچجانءِ جو ختم شريف
ادا ٿئي ۽ منهنجي غير حاضريءَ ۾ ادا نه ٿيندو. حڪم موجب پندرهين تاريخ حاضر
ٿي ختم شروع ڪيو سين. تاريخ ٢١ ڪمال ضعف جي باوجود اعتڪاف ۾ ويٺا ۽ تمام
سخت رياضتون ڪرڻ سان ۽ رات جو جاڳڻ سان اعتڪاف کي مڪمل ڪيائون.
عيد الفطر جي ڏينهن دستور مطابق پنڌ عيدگاهه تي ايندا هئا. هن دفعه گهڻي ضعف جي
ڪري اچي نه سگهيا ۽ گهوڙي تي چڙهي آيا. ضعيفائي گهٽ ڪانه ٿي بلڪ سيني ايتري حد تي
پهتي هئي، جو سندن مسجد شريف ۾ اچي نماز پڙهڻ اسانجي خيال ۾ نه ٿي آيو انجي
باوجود مسجد تائين ايندا ويندا هئا بلڪ هڪ دفعه نندي محمد خان تائين سعادت
مآب سيد ميان الهه بخش شاهه جي استدعا تي مهرباني ڪري تشريف فرمائيا. تاريخ
ڏينهن شوال جامع مسجد ۾ پهتا. ان بعد پنهنجي عادت موجب پنهنجي مسجد ۾
نماز جمعه ادا ڪرڻ بعد آخر ظهر ۽ سنتون پنهنجي مسجد ۾ ادا ڪرڻ لاءِ تشريف فرمايائون

[1] معلوم هجي ته لفظ "نگذاشتند" جمع غائب فعل ماضي منفي آهي ان جو فاعل ظاهري متعلقين ۽ دوست ته
آهن، جو سفر کان ڪيترا دفعا رخصت وٺي ويا هئائون

ضعيفائي ايتري قدر مٿن حائل ٿي جو ڪافي وقت جاءِ نماز تي آرام ڪيائون ۽ آخر ظهر ۽ سنتن جي ادا ڪرڻ جي طاقت نه سمجهائون. ان ڏينهن کان مختلف بيماريون نمودار ٿيون سندن جسم مختلف بيمارين جو مرڪز بڻيو. طبيب جيڪي ان وقت جا حاذق هئا مثلاً سعادت مآب سيّد ميان الهه بخش شاهه ۽ سندن ڀاءُ ميان غلام شاهه ۽ مخدوم ميان نصير الدين ۽ سيّد غلام نبي شاهه ۽ شيخ احمد وغيرهم. هي خبر ٻڌڻ شرط سندن خدمت ۾ پهتا ۽ حضرت صاحب جن جو علاج پاڻ تي فرض ڄاڻي ڪمر همت جي ٻڌائون ۽ ويهن ڏينهن تائين مختلف حيلا وسيلا ۽ علاج ڪيائون مگر جيئن ته

باقضا نيست پنجهٔ تدبير    يَفْعَلُ اللّٰهُ مَا يَشَآءُ قَدِيْرٌ ١

سرد شين مان حرارت ۽ گرم شين مان سردي کان سواءِ ٻيو ظاهر نه ٿيو

از قضا سرکه انگبین صفرا فزود    روغن بادام خشکی می فزود ٢

از هلیله قبض شد اطلاق رفت    آب آتش را مدد شد همچو نفت ٣

حضرت صاحب جن مرض جي شروع ٿيڻ کان ئي فرمائيندا رهيا ته خاص توهان جي خاطر دوا ٿو ڪريان نه ته هن مرض مان مونکي ڇٽڻ جي اميد نٿي ڏسجي ۽ هميشه پنهنجي دوستن ۽ اولاد ۽ پوٽن ڏوهٽن ۽ نوڪرن کان صريحاً ۽ ڪنايةً ا موڪلائيندا هئا ۽ جيڪڏهين ڪو سندن حق ۾ شفا پائڻ جي دعا گهرندو هو ته فرمائيندا هئا ته ايمان جي سلامتيءَ لاءِ دعا گهرن

## ڪن پاڪيزه دعائن ۽ ڪلمن جو ذڪر جيڪي مرض جي وقت پنهنجي زبان حق ترجمان مان صادر فرمايائون

ٻاويهين شوال اربع جو ڏينهن هو. ظهر جي نماز باوضوء ۽ آدابن سان ادا ڪري پڇيائون ته اڄ ڪهڙو ڏينهن آهي؟ حاضرين مان ڪنهن خدمت ۾ عرض ڪيو ته اڄ اربعا جو ڏينهن آهي. فرمايائون ته جمعه جلد اچي جو اسان جي بدن ۾ طاقت نه آهي. هي غمگين غلام ان وقت سندن هٿن ۽ پيرن مبارڪن جي مالش ۾ مصروف هو جو حضرت صاحب جن هن رباعيءَ کي بار بار پڙهي اکين مان آب حسرت

١ قضا اڳيان تدبير کي طاقت نه آهي    ته ڪري الله (تعالى) جيڪو گهري قادر آهي.
٢ قضا جي اچڻ کان سڪنجبين صفرا وڌائي    روغن بادام خشڪي تو وڌائي
٣ هريڙ جي استعمال کان قبضي ٿي قبض ڪشائي ويئي    پاڻي باهه جو مددگار ٿيو تيل وانگر

ٿي هاريو ۽ گذريل عمر تي ڏک ڪيو. رباعي

روزِ قيامت هر ڪسي در دست گيرد نامهٔ ¹ ... من نيز حاضر مي شوم تفسير قرآن در بغل ²

قدسي ندانم چون شود سوداي بازار جزا ³ ... او نقدِ آمرزش بکف من جنس عصيان در بغل ³

گهڻن وقتن ۾ حضرت مرشدنا جناب حضرت قيوم جهان ⁴ قدس الله سره جا بيت جيڪي سنڌ وڏي قصيدي ۾ آهن پڙهندا هئا. انجو مطلع هي آهي.

الٰهي گرچه بد کارم عقوبت را سزاوارم ... اميد از حضرتت دارم توئي رحمان يا الله ⁵

نشد صوم و صلوٰة از من نه حج و ني زکوٰة از من ... نه سعي در ثبات از من بجز بطلان يا الله ⁶

جناب ميان عبدالڪريم صاحب کان منقول آهي ته جنهن وقت مخدوم ميان نصيرالدين حاضر ٿيو ۽ نبض ڏنائين ته فرمايائين ته جگر جي گرمي آهي ان جو علاج مفرد سرد شين، مثلاً ڪافور، ڪاسني وغيره سان ڪرڻ گهرجي. حضرت صاحب جن هي مصرع پڙهي - ع کين ره که تو ميروي به ترکستان هست ⁷

هڪڙي ڏينهن بيماري جي شروع ۾ قاضي ميان ابوالحسن حضرت صاحب جي مزاج پرسي لاءِ اچي ڪچهري ۾ ويٺو. عرض ڪيائين ته سائين تاريخ ١٣ يا ١٤ ماه ذي قعده منهنجي فرزند غلام محمد جي شادي خانه آبادي مقرر ٿي آهي. اوهان کي ان لاءِ دعوت عرض ڪرڻ آيو آهيان ته ان ۾ تشريف فرمائي اسانجي خس خانه (جهوپڙي) کي منور فرمائين. حضرت صاحب فرمايو ته قاضي صاحب نيڪ آهي اگرچه وفا ڪئي مگر اسان جو توهان ڪم آهي جيڪو پڌايون ٿا. قاضي صاحب عرض ڪيو ته قبلا! اهو ڪهڙو ڪم آهي؟ حضرت صاحب جن فرمايو ته اسانجي غسل وقت حاضر رهجو ۽ مسنون طريقي مطابق غسل جو ڪم پورو ڪجو جو هن ملڪ جا غسل ڏيندڙ منهنجي اڳيان ڪري مسنون طريقو نٿا ڄاڻن. هي ڳالهه ٻڌندي ئي سموري مجلس ۾ روڄ راڙو ۽ اضطراب مچي ويو. حضرت صاحب جن ڳالهه کي رخ ڦيرايو ۽ حاضرين مجلس جي قلبن مان اهو اضطراب دور ڪيو. مرض دوران

¹ قدسي شاعر جي ڪلام ۾ "تصوير جانان" آهي. حضرت صاحب جن بجاءِ لفظ تصوير جانان جي تفسير قرآن فرمايو آهي.

² ڏينهن قيامت جي سڀڪو ماڻهو هٿ ۾ عمل نامو. آئون به حاضر ٿيندس تفسير قرآن جو بغل ۾ ڪري.

³ اي قدسي نٿو ڄاڻان ته بازار قيامت جو سودو ڪهڙي طرح ٿيندو. اهو الله تعاليٰ نقد بخشش جو آڻيندو هٿ ۾ مون گناهن جي جنس بغل ۾.

⁴ قيوم جهان ميان اشاره حضرت خواجه صفي الله قدس سره ڏانهن آهي.

⁵ اي بار خدايا توڙي جو بدڪار آهيان عذاب جو لائق آهيان. تنهنجي درگاه ۾ اميد رکان ٿو تو ٿئين باجهه ڪندڙ آهين اي الله.

⁶ مون کان روزو نماز نه ٿيو نه ادا حج زکوٰة مون کان. نه تنهنجي ذات ۾ ثابت رهڻ جي ڪوشش ٿي سواءِ باطل ڪمن جي اي الله.

⁷ هي واٽ جنهن تي هلين ٿو پيو ترڪستان ڏانهن آهي.

پاڪ درگاهه الاهيءَ ۾ هميشه هيءَ دعا گهرندا هئا ته "يا الاهي جيستائين مونکي حرمين شريفين جي خاڪ پاڪ نصيب نه ٿئي ۽ نه والد بزرگوار ۽ ڏاڏن سڳورن جي پيرانديءَ ۾ مون جاءِ لڌي ته اي الله! جمعي جو ڏينهن نه نصيب ڪجانءِ -

هڪ ڏينهن ڪاتب الحروف جو پيارو پٽ برخوردار ميان محمد اسماعيل جنهن جي عمر اٺ، نو سال هئي حضور ۾ ويٺا هئا ان ڏانهن گهوري ڪري ڏسندي فرمايائون "بَارَكَ اللّٰهُ فِيْكَ مِنْ غُلَامٍ"[١] - ڪڏهين ڪڏهين هيءُ بيت زبان مبارڪ تي آڻيندا هئا -

عمر برف است آفتاب تموز ‏ اندڪي مانده خواجه غره هنوز [٢]

هڪ ڏينهن آب زمزم شريف شفا جي خيال کان پيئڻ حضور ۾ آندو ان اميد سان ته حديث شريف مطابق مَاءُ زَمْزَمَ لِمَا شُرِبَ لَهٗ[٣] خدا تعاليٰ کان پنهنجي شفا گهرندا - حضرت صاحبن زمزم جي تعظيم ۽ تڪريم خاطر پنهنجي عادت مطابق اٿي قبله رو بيهي فرمايائون ته "الاهي! آب زمزم کي پنهنجي گناهن جي ڇوٽڪاري ۽ ايمان جي سلامتي خاطر پيان ٿو، تون قبول فرماءِ -

بيماريءَ جي شدت وقت هڪ عقيدتمند آخوند لطف علي متيارين جو ڪين پڇڻ لاءِ آيو عافيت پرسي بعد فرمايائون ته اي آخوند! ننڍپڻ کان جوانيءَ تائين ڪيترا امراض ٿيم پر هنن کي نه ٻڌايم - انهن جي باوجود ماڻهن سان پيئا ٽيهه ويهه مگر هيءَ مرض ايتري قدر غالب پيو آهي جو جسم ۾ ذرو به طاقت نه آهي - آخوند عرض ڪيو ته قبلا! حق سبحانه وتعاليٰ شل اوهان جو پاڇو اسان جي مٿون نه لاهي! فرمايائون ته حق سبحانه وتعاليٰ اسان ۽ توهان کي شل طوبيٰ جي ڇانوَ ۾ گڏ ڪري ۽ اها ڇانو اسان تان نه لاهي -

پنهنجي دفن ڪفن بابت وصيتون فرمائيندي چيائون ته منهنجي قبر کي پڪين سرن ۽ چوني سان بند نه ڪندا ڇو ته ميت اذان جي آواز ٻڌڻ کان محروم ٿو رهي - ڪيئي قبر تي ڇپر نه ڏيو ۽ بارش جا رحمت الاهي آهي قبر تي بند نه ٿئي - قبر مٿان ٿبو نه ٺاهيو وڃي خير خيرات رضاالاهيءَ خاطر خالص نيت سان هجي ۽ اها مسافرن، بکين ۽ اگهارن کي ڏني وڃي - ڪيترا دفعا فرمايائون ته موت کان مونکي ڪو به خوف، غم ۽ ڏک نه آهي - مان ايترو خوش آهيان جيترو ڪو باغ گهمڻ وڃي ٿو - الله تعاليٰ سان ملڻ جو تمام گهڻو شوق هون

---

[١] تنهنجي ٻار کان توهان الله تعاليٰ برڪت وجهي - هيءَ حضرت ڪڙيا خليل تعلقه سامارو جي حضرتن جو ڏاڏو آهي -
[٢] عمر برف آهي ۽ سج گرم - اي سردار! تنهنجي عمر ٿوري رهي آهي ۽ اڃا غرور
[٣] پاڻي زمزم جو جنهن به مشڪل لاءِ پيتو ويو آهي مشڪل جي آساني لاءِ آهي

جنهن جو بيان ڪرڻ محال آهي - هڪ ڏينهن فرمايائون ته خدايا مونکي هن جهان جي گند خاني مان هن جهان پرسڪون فضا ۾ جلد رساءِ -

هڪ ڏينهن راقم الحروف جي وڏي فرزند عبدالله[1] کي سندن روبرو آندائون جو ٻارهن سالن جو هو- پاڻ ان ڏانهن نهاري افغاني زبان ۾ ڳالهايو جنهن جي معنيٰ آهي "خدا کان پوءِ تو ۾ اميد آهي" مرض جي شدت وقت اڪثر ڪري چوندا هئا "اَلرَّفِيْقُ الْاَعْلٰی" - هڪ ڏينهن بيماريءَ جي شدت وقت ظهر جي نماز بعد ڪن ٻين هڪ جو محرم راز هو موجود هئا سڀني پاڻ هن غلام طرف مخاطب ٿي گهڻيون وصيتون فرمايائون ۽ هن مسڪين تي ايتريون ته نوازشون ڪيائون جي بيان ڪان ٻاهر آهن ۽ فرمايائون ته مرض جلد وڏي رهيو آهي وَاللهُ اَعْلَمُ ته فرحت ٿيندي يا نه لهڻ جوجن ۾ ظاهري حياتي ۽ آخرت جي چڱائي آهي امر فرمايائون - اهل زمانه جا ڪجهه ظاهري طرح دوستن جي لباس ۾ آهن انهن جي طور طريقي ۽ حالات کان تفصيل سان واقف فرمايائون ۽ جن ڳجهن ۽ رازن جو مخفي رکڻ واجب آهي انهن کان واقف ڪري فرمايائون ۽ انهن سڀني ڳالهين ۽ رازن ڳجهن جي بيان ڪرڻ بعد حافظ شيرازي جو هي بيت زبان مبارڪ تي آندائون- ؎

آسايشِ دو گيتي تفسير اين دو حرف است — با دوستان مروت با دشمنان مدارا[2]

وري فرمايائون اَقُوْلُ قَوْلِيْ هٰذَا وَاَسْتَغْفِرُ اللهَ الْعَظِيْمَ - جاءِ نماز کان اٿي آرام گاهه طرف خيال ڪيائون ۽ آرام فرمايائون -

هڪ ڏينهن حضرت صاحبن جي مزاج پرسيءَ لاءِ سادات ڪرام حاضر ٿيا- انهن جماعت ۾ سيد زين العابدين شاهه حاضر هو- جنهن سندن نظر سيد صاحب تي پئي ته ڏاڍي ذڪر مان انکي چيائون تون ميران محمد شاهه جو اولاد آهين و پجهو چونه ٿو اچين؟ سيد صاحب ۽ ٻيا حاضرين مجلس روئڻ لڳا- حضرت صاحبن جون اکيون مبارڪ پڻ آب آلوده ٿيون - هن مرض جي آخري وقت ۾ پنهنجن پرادن کان موڪلائڻ جي طريقه سان دعائون گهريائون ۽ هر هر درگاهه الاهيءَ طرف دعا جا هٿ کڻي بيا چون ؎

[1] حضرت قطب العارفين فخر الڪاملين زيب زينت مجددين حضرت قبله عبدالله جان قدس سره المعروف به شاهه آغا وڏا عالم، زاهد ۽ پرهيزگار ۽ جمندي جام هئا- "راحة القلوب" سنڌي، مؤنس المخلصين فارسي ۽ ٻين گهڻن تصنيفات ، عربي ، فارسي ۽ سنڌي جا صاحب آهن -

[2] ٻنهي جهانن ، جي آسائش هنن ٻن حرفن جي بيان ۾ آهي: دوستن سان مروت ۽ دشمنن سان صلح

